# کالاباغ ڈیم



ترتیب: اسلم خواجا

## هن ڪتاب جا ليکڪ

جي ايم سيد

شير محمد بلوچ

پيٽرڪ مڪ ڪلي

پيٽر جان مٽنل

قاضي عبدالمجيد

عبدالرسول ميمڻ

حافظ محمد صديق ميمڻ

ابرار قاضي

علي ارسلان/ محمد نعمان

كتاب نمبر 2




| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | ڪالاباغ ڊيم |
| مرتب | : | اسلم خواجا |
| پهريون ڇاپو | : | آگسٽ 1998ع |
| ڇپيندڙ | : | علمي پرنٽرس ڪراچي<br>فون: 2625254 |
| لي آئوٽ سيٽنگ | : | الطاف پيرزادو |
| ڇپائيندڙ | : | ڪتاب پبلشرس |
| قيمت | : | هڪ سؤ روپيا |
| ٽائيٽل | : | Zed Books لنڊن جي ڪتاب<br>Silenced Rivers جي ٽورن سان. |

Book Title: Kala Bagh Dam
Compiled by: Aslam Khwaja
Published by: Kitab Publishers Karachi.
(Title courtesy of Zed Books London)

# انتساب

ندين تي راتاهن خلاف هلندڙ
عالمي جدوجهد جي نالي.

# فهرست

# مرتب پاران

ڪالاباغ ڊيم ذريعي سنڌو تي راتاهي جي ڪوشش ڪيتري پراڻي آهي، انڪان پڙهندڙ ڀلي ڀت واقف آهن ۽ هيءَ ڪتاب انجا تاريخي ۽ ٽيڪنيڪي ثبوت تو فراهم ڪري. جيتوڻيڪ سنڌ واسي ڪالاباغ ڊيم سميت انيڪ سنڌ دشمن پاليسين کان مڪمل طور تي واقف آهي پر هڪ تنقيد اڪثر سنڌ واسين تي ٿيندي رهي آهي ته هو پنهنجو ڪيس غير جذباتي بنيادن تي نٿا رکن ۽ پنهنجي خول ۾ محدود آهن. هيءَ ڪتاب انهن ٻنهي تنقيدن جي جواب جي هڪ ننڍڙي ڪوشش آهي. جنهن ۾ نه رڳو ڪالا باغ ڊيم جي حوالي سان سنڌ ڪيس ٽيڪنيڪل بنيادن تي پيش ڪيو ويو آهي پر عالمي سطح تي وڏن ڊيمن ذريعي دريائن تي راتاهن خلاف مزاحمت بابت شامل مضمون اهو ثابت ٿو ڪري دريائي پاڻي کي غير فطري انداز ۾ روڪڻ جا مزاحمتي رڳو سنڌ واسي ئي ناهن.

ادارو پاڻي جي مسئلي ۽ ڊيمن خلاف جدوجهد تي ڪتابن جو هڪ سلسلو شايع ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو پر ان جو دارومدار پڙهندڙن جي موٽ تي هوندو.

ساٿ سلامت

جي - ايم - سيد

# پاڻيءَ جو مسئلو ۽ تاريخي پس منظر

## سنڌو درياهه جي پاڻي جي ورهاست ۽ منصوبه بندي:

اهو بين الاقوامي قانون آهي ته جملي درياهن جي پاڻي تي جن ملڪن مان هو لنگهن ٿا، انهن جو حق تسليم ڪيل آهي. سنڌو درياهه ۽ ان سان ملحق مددگار نديون جهڙوڪ چناب، جهلم، راوي، ستلج ۽ بياس موجوده وقت جي ڀارت وارين ايراضين مان نڪري سمنڊ تائين وڃن ٿيون.

(الف) ٣- ١٩٠١ع ڌاري انهن درياهن جي پاڻي جي ورهاست بابت، هند سرڪار طرفان هڪ انڊين اريگيشن ڪميشن انهيءَ مقصد لاءِ مقرر ڪئي ويئي، جنهن فيصلو ڪيو ته مٿي ذڪر ڪيل درياهن مان پنجاب سرڪار ۽ سنڌ سرڪار جي رضامنديءَ کان سواءِ ڪوبه پاڻي ڪٺي نه سگهندو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ بمبئي پرڳڻي سان ملحق هئي.

(ب) ان ئي هراءِ ۽ پاليسيءَ کي ١٩١٩ع جي گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ۾ به تسليم ڪيو ويو هو. جنهن موجب فيصلو ٿيل هو ته انهن درياهن جي پاڻي بابت ڪنهن به صوبي طرفان ڪوبه نئون پراجيڪٽ گورنمينٽ آف انڊيا جي منظوريءَ کان سواءِ ٺهي نه ٿي سگهيو.

(ت) سنڌو درياهه ۽ ان سان ملحق مددگار ندين جي پاڻيءَ جي ورهاست جو سوال گهڻو پراڻو هو پر ١٩١٩ع کان ان تي زوردار اختلاف شروع ٿيا.

بمبئي سرڪار ۽ پنجاب سرڪار جي وچ ۾ انهيءَ پاڻيءَ جي ورهاست تان اختلاف پيدا ٿيا، جنهن جو احوال ٢ جون ١٩٢٧ع تي سنڌ سرڪار طرفان سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏي موڪليل لکپڙهه مان پئجي سگهي ٿو. ان مان ڪي مختصر ٽڪر هيٺ ڏجن ٿا ته جيئن مسئلي جي پس منظر بابت پڙهندڙن کي پتو پئجي سگهي ته ڪهڙيءَ طرح اهي اختلاف شروع ٿيا.

(ٿ) انڊين ڪاٽن ڪميٽيءَ جي رپورٽ ١٩١٩ع ۾ ڇپجي پڌري ٿي. ان ڪاميٽيءَ جي ميمبرن کي خاص دلچسپي سنڌ جي ايراضيءَ کي ڪپهه جي پوک هيٺ آڻڻ سان هئي، جو ان ۾ مانچسٽر ۽ بمبئيءَ جي ڪپهه ڪارخانن وارن جو هٿ هو.

ان رپورٽ ۾ خاص طور تي ڇاڻايل هو تہ پنجاب سرڪار طرفان ڪوبہ نئون پراجيڪٽ شروع نہ ڪيو وڃي، جيسين سکر بيراج جو ڪم پورو نہ ٿئي ۽ جيسين آئيندي سنڌ لاءِ پاڻيءَ جي ضرورتن جو پتو نہ پوي.

(ج) آگسٽ ١٩١٩ع ۾ بمبئي سرڪار (جنهن سان سنڌ ملحق هئي) هند سرڪار کي عرضداشت ڪئي ڇاڪاڻ تہ هن کان پوءِ جيڪي بہ پراجيڪٽ پنجاب سرڪار طرفان سنڌن آباديءَ جي وڌائڻ لاءِ شروع ڪيا ويندا. تن جو اثر سکر وٽان لنگهندڙ پاڻيءَ تي ضرور پوڻو آهي، تنهن ڪري بمبئي سرڪار کي پنجاب سرڪار طرفان نون پراجيڪٽن لاءِ گهربل رپورٽ موڪلڻ گهرجي.

(ح) - سيپٽمبر ١٩١٩ع تي پنجاب سرڪار ٿل پراجيڪٽ اسڪيم ٺاهڻ لاءِ هند سرڪار کي عرضداشت پيش ڪئي تہ اُن پراجيڪٽ کي سکر بيراج جي ٺاهڻ تي ترجيح ڏني وڃي. اُن اسڪيم موجب پنجاب سرڪار جو، پنجاب جي آبادگارن کي سترنهن لک ڏهہ هزار ايڪڙن لاءِ پاڻي مهيا ڪرڻ جو ارادو هو.

(د)- لارڊ چيمسفورڊ، هندستان جي گورنر جنرل، پنجاب جي اُن عرضداشت قبولڻ کان انڪار ڪيو ڇاڪاڻ تہ اُن پراجيڪٽ هيٺ گهٽ قسم جي ايراضي واري زمين آباد ٿيڻ واري هئي. انڪان سواءِ هن کي سکر ۽ ستلج وٿلي پراجيڪٽن جي منظوري سيڪريٽري آف اسٽيٽ کان ملڻ جي اُميد هئي، جي سنڌن نقطي نگاهہ موجب وڌيڪ ترجيح ڏيڻ جي لائق هئا.

(ذ) وري ٿورو ترسي، ڪجهہ مهينن کان پوءِ، پنجاب سرڪار ٿل پراجيڪٽ اسڪيم کي ٻيهر ترميم ٿيل صورت ۾ هند سرڪار اڳيان پيش ڪيو ۽ ستلج وٿلي پراجيڪٽ جي اسڪيم شروع ڪرڻ کان پوءِ ٿل ۽ حويلي پراجيڪٽن جي شروع ڪرڻ جي منظوري گهري، ان تي هند سرڪار اهي پراجيڪٽ منظور نہ ڪيا. مرگو کين چيو تہ اُنهن پراجيڪٽن لاءِ ضروري سروي ۽ ٻيو مواد هٿ ڪري، کين موڪلي ڏين. جو ان مان کين سکر بيراج تي پوندڙ اثر جو اندازو پئجي سگهندو.

(ر)- اپريل ١٩٤٣ع تي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا سکر بيراج جي ڪوٺائڻ جي منظوري ڏني. اُن تي پنجاب سرڪار اعتراض ورتو تہ سنڌن بيراجن تي سکر بيراج کي ڇو ترجيح ڏني ويئي هئي ۽ اُن جي آباديءَ لاءِ جيڪي پاڻي جون ڊيوٽيز بمبئي سرڪار طرفان مقرر ڪيون ويون هيون، تن تي بہ

اعتراض ورتائون. جنهن تي بمبئي سرڪار سخت احتجاج ڪندي، جواب ڏنو ته پنجاب سرڪار سنڌو درياهه ۽ ان جي مددگار ندين مان پاڻيءَ جو گهڻو حصو اڳئي وٺي ڇڏيو هو ۽ سنڌن سڀ پراجيڪٽ پيرينيل (دائمي وهندڙ واهن جا) هئا ۽ ٻئي طرف سنڌ ۾ اڃا هڪڙو به پراجيڪٽ شروع نه ڪيو ويو هو. ان موقعي تي بمبئي سرڪار ٿل پراجيڪٽ جي ڳالهه تي به اعتراض ورتو. جو ان جي نڪرڻ ڪري ڪين سنڌ جي آباديءَ لاءِ مستقبل ۾ گهربل پاڻي لاءِ گهڻو خطرو نظر آيو ٿي.

(ز) هند سرڪار ٻنهي بمبئي ۽ پنجاب جي سرڪارن جي اعتراضن تي غور ڪيو ۽ سکر بيراج تي آباديءَ لاءِ پاڻي جي ڊيوٽز تي نئين سر غور ڪيو. جنهن صورت ۾ آخري فيصلي لاءِ وقت پهچي چڪو هو. ان ڪري هند سرڪار هڪ اعلان ذريعي ٢١ آگسٽ ١٩٢٣ع تي ٻنهي سرڪارن کي پنهنجي فيصلي کان آگاهه ڪيو.

ان ۾ ڄاڻايل هو ته سنڌ وارن کي سکر بيراج ۽ ٻيا پراجيڪٽ کوٽائڻ جو پورو حق حاصل هو. تنهنڪري انهن جي لاءِ سنڌ وارن کي گارنٽي ڏيڻ ضروري هئي. ازان سواءِ ان اعلان ۾ اهو به ڄاڻايل هو ته سکر بيراج لاءِ زمين جي آباديءَ واسطي جيڪي پاڻيءَ جون ڊيوٽيون مقرر ڪيل هيون، سي گهڻي غور ۽ فڪر بعد مقرر ڪيل هيون ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ بارش گهٽ پيئي ٿي ۽ ان ۾ زير زمين پاڻيءَ جي به قلت هئي. هند سرڪار صاف ظاهر ڪري ڇڏيو ته ان مسئلي کي وري اٿلائڻ جي ڪابه ضرورت نه هئي. ازان سواءِ ان اهو به ڄاڻائي ڇڏيو ته آئيندي سنڌ ۽ پنجاب جو ڪوبه پراجيڪٽ منظور نه ڪيو ويندو، سواءِ ٻي پارٽيءَ کي وقتائتي اطلاع ڏيڻ ۽ ان بابت ٻنهي جي وچ ۾ قابل قبول فيصلي مهيا ڪرڻ جي.

(س) ان فيصلي کان پوءِ ١٥ مهينن تائين پنجاب سرڪار ۽ بمبئي سرڪار کان ڪجهه به ان مسئلي بابت لکپڙهه جو پتو پئجي نٿو سگهي، جو ماٺ ٿي ويئي.

(ش) سنڌو درياهه ۽ ان سان ملحق ندين جي پاڻيءَ تي پنهنجي حق جمائڻ لاءِ پنجاب سرڪار نومبر ١٩٢٤ع ۾ وري ٿل پراجيڪٽ جي اجازت لاءِ سوال اٿاريو. هن ڀيري تجربي خاطر ننڍي واهه کوٽائڻ جي تجويز ڏني هئائون، جنهن ۾ صرف ٧٥٠ ڪيوسڪ پاڻيءَ جي ضرورت هين. هند سرڪار جي چوڻ تي بمبئي سرڪار ان مسئلي تي غور ڪري رهي هئي ته پنجاب سرڪار

پنهنجي عرضداشت کان قبو ڪائي، سيپٽمبر ۱۹۲۵ع ۾ وري بي عرضداشت ڪئي، جنهن ۾ مڪمل ٿل پراجيڪٽ بنائڻ جي تجويز ڏنل هئي ۽ چاٿايل هو ته اهو پراجيڪٽ هو شروع ڪرڻ وارا هئا. ٻئي مهيني ۾ هند سرڪار، پنجاب سرڪار کي ننڍي ٿل پراجيڪٽ جي اجازت ڏني، جنهن موجب ۸،۸۰،۰۵۰ ايڪڙ آباد ٿيڻ وارا هئا ۽ سرديءَ جي موسم ۾ ڪين ۲۰۸۵ ڪيوسڪ پاڻي سنڌو درياهه مان وٺڻ جي اجازت ڏنل هئي.

اهو اختلاف هلندو رهيو، جڏهن فيبروري ۱۹۲۶ع ۾ لارڊ ريڊنگ جي هند سرڪار، انصاف جي بنياد تي، مجبور ٿي، بمبئي سرڪار جي رويي جي تائيد ۾ هيٺيون فيصلو ڏنو:

(۱) جيسين تائين سکر بيراج اسڪيم مڪمل ٿي، چالو نه ٿي آهي ۽ آئيندي لاءِ سنڌ ۾ دائمي پاڻي ڏيڻ جي ضرورتن بابت پتو نه پيو آهي، ان وقت تائين ٿل اسڪيم لاءِ گهربل پاڻيءَ جي تجويز کي نئين سر نه اٿلايو ويندو.

(۲) جيئن ته ستلج وئلي ڪئنال مان پاڻي جي گهرج جو اڃا پوريءَ طرح پتو ڪونه پيل هو، انهيءَ ڪري بمبئي سرڪار کي حق هو ته سنڌو درياهه ۽ انجي مددگار ندين مان پنجاب جي وڌيڪ پاڻي ڪڻڻ تي اعتراض ڪري سگهي. جيسين تائين ڪو پورو ثبوت مهيا نه ڪيو ويو هو ته انهيءَ ڪري سکر بيراج جي گهربل پاڻيءَ کي خطري جو امڪان هو.

(۳) ان بابت پتو تڏهين پئجي سگهندو جڏهين سنڌو درياهه ۽ انجي مددگار ندين جي ماپ پوري طرح معلوم ٿي سگهي، جنهن لاءِ سر ٿامس وارڊس جي نوٽ مطابق ۱۰ ڊسمبر ۱۹۲۹ع تائين انتظار ڪرڻو هو.

(ص) باوجود انجي به پنجاب سرڪار اعتراض اٿاريندي رهي. ان تي هند سرڪار ان سوال تي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا ڏي فيصلي لاءِ رجوع ڪيو. ان جواب ڏنو ته برٽش سرڪار کي افسوس سان چوڻو پوي ٿو ته پنجاب سرڪار کي مطلع ڪيو وڃي ته "هن وقت هوءَ سندس درخواست ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي".

(ض) ان مان پتو پوندو ته پنجاب سرڪار ابتدا کان وٺي سنڌ کي معمولي پاڻي ڏيڻ لاءِ به تيار نه هئي. جڏهين هند سرڪار، برٽش سرڪار طرفان پنجاب سرڪار کي مٿي ذڪر ڪيل جواب ڏنو، تڏهن لاچار پنجاب سرڪار انهيءَ صورتحال کي تسليم ڪيو.

1935ع کان پوءِ جو عرصو:

١٩٣٥ع تائين سکر بيراج ۽ ستلج وئلي پراجيڪٽ مڪمل ٿي، آباديءَ لاءِ پاڻي ڏيڻ لڳا هئا. ان وچ ۾ بيڪانير، بهاولپور ۽ پنجاب جي وچ ۾ پاڻي جي مسئلي تان اختلاف پيدا ٿيا. خيرپور رياست ربيع ۾ وڌيڪ پاڻيءَ لاءِ گهر ڪئي ۽ پنجاب سرڪار حويلي پراجيڪٽ لاءِ وڌيڪ پاڻي جي گهر ڪئي. ان مسئلي کي فيصل ڪرڻ لاءِ هند سرڪار "اندرسن ڪاميٽي" مقرر ڪئي، جنهن تي جملي صوبن ۽ رياستن جا عيوضي رکيا ويا ته ان مسئلي تي پارٽين جي تقاضائن کي مد نظر رکي فيصلو ڪري. اندرسن ڪاميٽي ١٩ سيپٽمبر ١٩٣٥ع تي متفقه طور پنهنجون سفارشون پيش ڪيون، جن تي هند سرڪار لهراءِ ڪري انهن کي منظور ڪيو ۽ سيني پراجيڪٽن جي پاڻي جي ورهاست لاءِ حدون مقرر ڪيون، جن ۾ سنڌو نديءَ ۽ ان سان ملحقه ندين تي مختلف مهين لاءِ پاڻي جي الاٽمينٽ منظور ڪيل هئي.

جيتوڻيڪ ڪاميٽيءَ جي تجويز ڪيل ٽرمس ۾ ٿل پراجيڪٽ جو ذڪر ڪيل ڪونه هو پر پنجاب سرڪار ڪاميٽيءَ کان ٿل پراجيڪٽ لاءِ وڌيڪ پاڻي منظور ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي.

**تاريخي "راءِ ڪميشن" جو قيام:**

جنهن صورت ۾ پنجاب سرڪار وڌيڪ پاڻي ڪڻڻ ۽ بند ٻڌائڻ لاءِ رٿائون تيار ڪندي رهي هئي، انهيءَ ڪري سنڌ سرڪار مجبور ٿي بمبئي سرڪار معرفت ١٩٣٩ع ۾ هند سرڪار کي عرضداشت ڪئي. بمبئي سرڪار، ١٩٣٥ع جي انڊيا ائڪٽ مطابق، اها درخواست آخري صورت ۾ هند سرڪار جي گورنر جنرل اڳيان ٧ جون ١٩٤١ع تي پيش ڪئي ۽ گهر ڪئي ته فيصلي ٿيڻ تائين پنجاب سرڪار جي اهڙن رٿائن تي بندش وڌي وڃي. هن عرضداشت تي غور ڪرڻ لاءِ گورنر جنرل ١١ سيپٽمبر ١٩٤١ع تي هڪ ڪميشن مسٽر جسٽس بي. اين راءِ، هاءِ ڪورٽ ڪلڪتي جي چيئرميني هيٺ مقرر ڪئي.

"راءِ ڪميشن" فيصلو ڪيو ته پنجاب سرڪار طرفان جيڪي رٿيل پراجيڪٽ وجود ۾ آيل آهن يا وڌيڪ جن لاءِ گهر ڪري رهي هئي. ان مان سنڌ جي آباديءَ کي آبڪلاڻي جي سيپٽمبر مهيني ۾ نقصان پهچڻ جو انديشو هو. انڪري ڪميشن فيصلو ڪري تجويز ڏني ته ان سوال جي حل لاءِ سنڌ ۾ ٻن نون بيراجن ڪوٺڻ جي ضرورت هئي؛ هڪ آپر سنڌ ۾ ۽ هڪ لور سنڌ ۾. ڪميشن وڌيڪ اهو به چاڻايو ته جنهن صورت ۾ سنڌ کي انهن بيراجن جي ڪوٺائڻ لاءِ

پيسن جي ضرورت پوڻ واري هئي. تنهنڪري معاوضي طور سنڌ کي انهن بيراجن کوٽڻ لاءِ پنجاب سرڪار ٽن ڪروڙ روپين جي مدد ڏ ڏني. ڪميشن انهيءَ سوال تي به پنهنجو فيصلو صادر ڪيو ته سنڌ بيراجن لاءِ پاڻي جي کپت جي ڪيتري ضرورت ٿيندي.

اُن تي هند سرڪار مسٽر گرانٽ ۽ راءِ بهادر ڪوسلا کي، ڪميشن جي سفارشن جي روشني ۾ معاهدي جي شرائط طيءِ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. جن ١٨ مهينن جي محنت بعد هڪ اگريمينٽ جو مسودو پيش ڪيو، جو هيٺ ڏجي ٿو. ان تي ٻنهي ڌرين ١٨ سيپٽمبر تي صحيحون ڪيون. اها اگريمينٽ پنجاب حڪومت سرڪاري طور ١٢ آڪٽوبر تي قبول ڪئي. پيسن جي سوال تي ڪجهه گهٽتائي ڪرڻ جي شرطن سان.

هند سرڪار ان اگريمينٽ کي قبولڻ جي منظوري ڏني. ان بعد پنجاب سرڪار تجويز قبول ڪندي، برٽش سرڪار کي صرف رقم گهٽائڻ لاءِ درخواست ڪئي، جنهن تي لکپڙهه هلندڙ هئي ته هندستان ورهائجي ويو ۽ هند سرڪار ۽ برٽش سرڪار جو هٿ نڪري ويو. ۽ سنڌ پاڪستان سرڪار جي تسلط هيٺ اچي ويئي. جنهن جي ڪارڪردگي تي ائين چئجي ته پنجاب سرڪار جو فيصلو ڪن اثر هو.

**پنجاب ۽ سنڌ صوبن جي وچ ۾ سنڌوندي ۽ پنجاب جي پنجن ندين جي پاڻيءَ جي ورهاست جو معاهدو (اگريمينٽ 1945ع)**

**١- ڳاهم جو دائرو**

هي اگريمينٽ سنڌونديءَ جي پاڻي جي سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ورهاست سان تعلق رکي ٿي. پنجاب جي حصي ۾ سنڌونديءَ ۽ اُن سان تعلق رکندڙن ندين جو صوبي پنجاب ۽ ڪن ڏيهي رياستن کي ملندڙ پاڻي شمار ٿيندو.

پنجاب جي حصي ۾ ترجيح نمبر ٥ هيٺ تفصيل ۾ ڄاڻايل پاڻي ۽ اُتر الهندي سرحدي صوبي جو پاڻي به شمار ٿيندو.

سنڌ جي حصي ۾ ترجيحن نمبر ٢، ٤ ۽ ٥ ۾، جيئن هيٺ ڄاڻايل آهي، صوبي سنڌ ۽ خيرپور جو پاڻي شمار ٿيندو.

سنڌ جي پاڻيءَ جو حصو، ترجيح نمبر ١١ جو (جيئن هيٺ تفصيل ۾ ڏنل آهي)، اُهو صرف برٽش سنڌ لاءِ مخصوص رهندو.

2- ترجيحن جا گريڊ:

١- هن اگريمينٽ کي پوري ڪرڻ لاءِ ترجيحن جا پنج گريڊ مقرر ڪيا آهن.

ترجيح ١- موجوده پاڻيءَ جي کڻڻ جا گريڊ هيٺين طرح آهن:

الف: پنجند (پنجاب جون نديون). پهرين ترجيح پنجاب جي ندين تي.

ب: سنڌوندي، پهرين ترجيح سنڌودرياهه تي ۽ ٻي ترجيح پنجاب جي ندين تي.

ترجيح نمبر II ۾ پراجيڪٽ ٿيل واهه ڪلاز ١١ ۾ ڄاڻايل آهن.

ترجيح نمبر III وڏيڪ پاڻي ڏيڻ لاءِ رٿيل پراجيڪٽن سان تعلق رکي ٿي.

ترجيح نمبر IV پاڻيءَ جي اسٽور ڪرڻ يا پوءِ ڏنل الوڪيشن (حصي) سان تعلق رکي ٿي.

ترجيح نمبر V جو تعلق بچت پاڻيءَ سان هوندو.

(٢) سواءِ اُن حالت جي جنهن لاءِ ٻي طرح ڄاڻايل هوندو گهٽي خاص ترجيح سبب اُن جي نندين ترجيحن تي فوقيت هوندي.

(٣) ترجيح نمبر ١- (موجوده ورهاست بابت).

جنهن ۾ ١ اپريل کان ٢٠ سيپٽمبر جو مدو ڄاڻايل هوندو. سواءِ ٻي طرح ڄاڻايل حالت جي.

(٨) پنجند (پنجاب جون نديون).

هن ترجيح ۾ هي ڳالهيون داخل هونديون:

(١) اهي ورهاستون، جي اڳين واهن کي ڏنل هونديون، يعني:

١- اُتر وارا واهه (اپر ۽ لوئر چناب، اپر ۽ لوئر جهلم ۽ باري دواب واهه) (اپر چناب ۽ اپر جهلم واهن جي ورهاست ۾ هاف ذريعي نقصان ٿيل پاڻي).

٢- اپر باري دواب ڪئنال ۽ ڪشمير ڪئنال،

٣- سرهند ڪئنال.

ب - اهي ورهاستون جي اڳي اڻ سڌريل واهن کي مليل هونديون. يعني:

١- ستلج وئلي ڪئنال،

٢- حويلي ڪئنال، پاڪ پتن لنڪ سميت،

۳- پنجند ڪئنال، جن ۾ آئينده سڌاري جي گنجائش رکيل هوندي.

[III] انهن ورهاستن کي پنجاب جي ندين جي پاڻيءَ تي ڀهريون حق هوندو، پر سنڌو نديءَ جي پاڻي تي ڪوبه حق نه هوندو. سواءِ انهن پابندين جي ته اهي ورهاستون ڪنهن به ڏينهن ٽيبل (الف) ۾ ڄاڻايل ورهاستن ۾ واڌارو نه ڪيل هوندو. سواءِ ان جي جو ترجيح ۱ (ب) لاءِ III جي ضرورتن کي مد نظر رکيو ويو هجي. جيئن هيٺ ڄاڻايل آهي.

[B] سنڌو درياهه:

(۱) هن ترجيح ۾ هيٺيون ڏنل ورهاستون شامل آهن:

۱- ٿل ڪئنال.

۲- سکر بئراج ڪئنال، خيرپور رياست جي ڪئنالن سميت.

[II] ٿل ۽ سکر بئراج ڪئنالن جو سنڌو درياهه ۽ پنجاب جي پنجن درياهن تي هڪجهڙو حق هوندو. ڪنهن به ڏينهن پنجاب کي ترجيح ۱- الف ۾ ڄاڻايل پاڻي کان زيادهه پاڻي نه ملندو. سواءِ ان صورت جي، جو پاڻي ترجيح نمبر II-III جي ضروريات کان زياده هوندو.

(۲) مدو ۱- آڪٽوبر کان ۳۱ مارچ جو. يا جيئن پيءُ طرح ڄاڻايل هوندو.

الف - پنجند - (پنجاب جون نديون).

[I] هن ترجيح ۾ هيٺيون ڳالهيون شامل هونديون:

۱- اٽر ڪئنال (اپر ۽ لوئر چناب، اپر ۽ لوئر جهلم ۽ لوئر باري دواب ڪئنال).

۲- اپر باري دواب ڪئنال ۽ ڪشمير ڪئنال.

۳- سرهند ڪئنال.

[A] جي ورهاستون پراڻن واهن کي مليل هونديون. يعني:

[D] ورهاستون، جي اڳي ستلج وئلي ڪئنالن کي ڏنل هونديون، بمع ان کي وڌائڻ دائمي واهه جي درجي تي آڻڻ جي.

[C] ورهاستون، جي اڳي پنجند ۽ حويلي ڪئنالن لاءِ منظور ڪيل هونديون.

[D-I] وڏيڪ ورهاستون پنجند ۽ حويلي ۽ کي دائمي ڪرڻ لاءِ جيئن هيٺ B-V ۾ هيٺين ۽ طرح ڄاڻايل آهي.

(II) مٿي ڄاڻايل الف - ب - ت ورهاستن کي ڀيرين حق پنجاب جي ندين تي هوندو ۽ ان جو حق سنڌو درياهه جي پاڻي تي نه هوندو.

(III) الف ۽ ب جي ورهاست، ندين ۾ پاڻي جي موجودگيءَ يا ربيع ۾ پاڻي وٺڻ جي مقدار تي محدود رکي ويندي.

B- سنڌو درياهه.

(I) هن ترجيح ۾ ربيع ۾ پاڻي جي ورهاست شامل آهي، جنهن ۾:

١- آبڪلاڻي واهه، جي سکر بيراج جي نون واهن ۾ سمايا ويا آهن، انهن جي پاڻيءَ کي ٽن سالن جي گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن ڏهه سالي عرصي جي سراسريءَ تي شمار ڪيو ويندو.

٢- پنجاب جا آبڪلاڻي واهه، جن کي سنڌو درياهن مان بيراجن تي دائمي طرح بند هيٺ تبديل ڪيو ويو آهي، انهن جي پاڻيءَ کي ٽن سالن جي گهٽ ۾ گهٽ ڏهن سالن جي عرصي جي سراسريءَ تي شمار ڪيو ويندو.

٣- سکر بيراج ڪئنال، خيرپور رياست جي ڪئنالن سميت.

٤- ٿل ڪئنال، منظور ڪيل حد تائين.

٥- ٿل ڪئنال کي ٦٠٠٠ ڪيوسڪ جي حد تائين پاڻي کڻڻ جي اجازت هوندي.

(II) ١ کان ٤ ڪلاز ۾ ڏيڪاريل ورهاست جي گهٽ ۾ گهٽ ورهاست ٽيبل نمبر C-(١) ۾ ڄاڻايل آهي.

جيڪڏهن سنڌو درياهه جو پاڻي بمع پنجند جي پاڻيءَ جي ترجيح نمبر (الف) کان گهٽ هوندو انهن واهن جي ورهاستن کان انهن واهن جي ١-٢ جي ڏيڪاريل پاڻي جي الاٽمينٽ کان بچيل پاڻي ٽيبل [D-I] موجب ڏنو ويندو. جو ١٥ ڏينهن جي مدي تائين ېدل آهي. بشرطيڪ ١٧-٢ کان ٨-٣ (سکر بيراج) جي تاريخ پٺاندڙ سکر بيراج ڪئنالس کي پرايرائٽي هوندي. سنڌو درياهه جي پاڻي تي ٣٤٠٠٠ ڪيوسڪ جي مقدار تائين.

(الف) ٿل براج تي جيستائين پنجاب جا آبڪلاڻيءَ وارا واهه بيراج جي ڪنٽرول هيٺ نه آندا ويا آهن.

(ب) پنجاب جي ٿل ۽ آبڪلاڻي واهن تي سنڌ کي برتري هوندي، جيسين تائين هنن کي ويئر ڪنٽرول هيٺ نہ آندو ويو آهي.

[III] پاڻيءَ جي ڪوٽ واري زماني ۾ پنجاب کي اختيار هوندو تہ ٿل لاءِ سنڌونديءَ جو پاڻي ڪالاباغ وٽان ڪٽب آڻي، بشرطيڪ ساڳئي مقدار جيترو پاڻي پنجند جو پنجاب واري حصي ڪان هيٺ سنڌ کي ڏنو ويندو.

[IV] جڏهن سنڌونديءَ جو پاڻي، بمع پنجند جي پاڻيءَ جي، برتري الف - ١ کان وڌيڪ هوندو ۽ ٿل ۽ سکر بيراج لاءِ مقرر ٿيل پاڻي کان وڌيڪ هوندو جيئن ٽيبل [1-C] ۾ ڏيکاريل آهي. ڏيکاريل ڪئنال - I - [D] ۽ [I-Z] موجب ٿل ڪئنال ڇهہ هزار ڪيوسڪ تائين پاڻي ڪڍي سگهندو ۽ سکر بيراج ربيع لاءِ ٣٤٠٠٠ ڪيوسڪ پاڻي ڪڍي سگهندو. اهو [V] جي ڏيکاريل پروزين مطابق هوندو. سنڌ ۽ پنجاب جا واهہ جڏهن ويئر ڪنٽرول هيٺ آندا ويندا تہ اُن وقت آهي سنڌ ن منظور ٿيل مقدار تائين پاڻي ڪڍي سگهندا.

[V] سنڌ بيراج ڪئنالن کي پنجند جي واڌو پاڻي تي ترجيح هوندي (١٠٨) تائين، جيسين تائين الوڪيشن ٽيبل [1-C] جو مقدار پورو هجي ٽيبل [I-F] تائين ڏيکاريل مقدار تائين. اُن وقت تائين سکر بيراج ڪئنالن لاءِ ربيع واسطي ٣٤٠٠٠ ڪيوسڪ پاڻي ڪڍي سگهندو. ان کانپوءِ حويلي ۽ پنجند ڪئنالن کي پاڻي ڏنو ويندو. اُن جي حد [F-1] ۾ ڏيکاريل آهي.

[VI] ربيع ۾ پاڻي جو حساب رکيو ويندو ۽ ڏهن ڏينهن تائين هڪ جيترو بيهاريو ويندو ۽ ڪئلينڊر جي مهيني ۾ اُن جو حساب رکيو ويندو.

(٤) برتري نمبر (٢) پراجيڪيٽ ڪئنال بابت پرائمري يعني ابتدائي سپلائيز مطابق:

١- جملي پاڻي جي ورهاست پنجاب ۽ سنڌ لاءِ هن برتريءَ موجب تفصيلوار ٽيبل [8.II] ۾ ڏيکاريل آهي. اها ورهاست هيٺينءَ طرح آهي:

الف: راويءَ جي پاڻي کي علحده ڪرڻ ۽ پاڪ پتن لنڪ ۾ گهٽ پاڻي ڪٽب آڻڻ.

ب - گري ڪئنالس بابت ڏيکاريل پاڻيءَ جا حق باڪرا ڪئنالس لاءِ ڪٽب آندا وڃن.

ت - آبڪلاڻي جي ڏينهن وارا پاڻيءَ جا حق سنڌ جي نون براجز لاءِ ڪٽب آندا وڃن.

ج - پنجاب، سنڌونديءَ مان آبڪلاٽيءَ جي ڏيڻهن وارا حق ويئر ڪنٽرول وقت ڪٽب آڻي سگهي ٿو.

٢- پنهي ڌرين طرفان پاڻي صرف تڏهن ڪنيو ويحي جڏهن پاڻيءَ جي موجودگي پنجاب ۽ سنڌ جي الوڪيشنز جي پريرائٽي نمبر 1-A ۽ 1-B مطابق هجي.

٣- جڏهن پاڻي پريرائٽي نمبر II جي ضرورت کان گهڻ هجي تہ وڌيڪ سپلاءِ لاءِ ڇڏيو وڃي. پنجاب ۽ سنڌ کي پاڻيءَ جي ورهاست پيـــريارٽي نمبــر ١ موجب ڏني وڃي.

الف: جڏهن سنڌونديءَ مان پنجاب جا آبڪلاٽيءَ وارا واهہ ويئر ڪنٽال هيٺ بدلايا وڃن، تڏهن سندن حصي ۾ چاٽايل مدي ۾ ٽيبل 11-C موجب پاڻي ڏنو وڃي.

انهن ٽيلن ۾ تفاوت ڏينهن جو رکيو وڃي.

اهڙيءَ طرح P.C ۽ S.C خريف الوڪيـــشنز، پنجاب ۽ سنڌ جي ويئر ڪنٽرولڊ الوڪيشنز جي موجوده واهن لاءِ مقرر ڪيل آهن. (ٽيبل 1 A ۽ 1.B مطابق) P 1 پنجاب جي گهرج موجب آهي. سندس موجوده گهرجن مطابق جملي واهن، R ٽوٽل درياهہ جي سپلاءِ جي ورهاست لاءِ آهي ۽ N 1 ۽ III.I پنجاب جي حصي رسيءَ موجب پنجاب ۽ سنڌ جي حقن لاءِ مقرر ٿيل آهي. ٽيبل 11.B ۽ 11.C مطابق جيئن بہ مسئلو هجي، پوءِ

سنڌ جو حصو - S پلس N-1 (R-PIS)

پنجاب جو حصو- 1 P پلس N-1 (R-PIS)

(٥) پيريائي نمبر III- پراجيڪٽيڊ ڪئنالس (زائد يا ثانوي سپلائيز لاءِ).

١- گهٽ ۾ گهٽ ماهوار پاڻيءَ جي ورهاست هن هيٺ بنسبت تفصيلوار بيان ڪيل آهي. ٽيبل III-B ۾ جنهن ۾ ٽوٽل تفاوت سنڌ ۽ پنجاب جي رٿيل ڪئنالس مطابق ٽيبل (II-A) جو بيان ڪيل آهي، هيٺينءَ طرح.

سنڌ (A) وڌيڪ يا ثانوي الوڪيشنز سنڌ جي لوور سنڌ ۽ اپر سنڌ بيراجن جو ذڪر آهي.

(B) الوڪيشنز سيلابي ايريا، خيرپور ۽ وچ سنڌ جو ذڪر آهي.

پنجاب (A) وڌيڪ الوڪيشنز بلوڪي، سليمانڪي لنڪ يا انجي بدلي ۾ قبول ڪيل مارهو ٽينل.

(B) موڪي پاڻي باڪرا ڪئنالس بمع گوري ڪئنالس، بسنت دواب ڪئنال ۽ ستلج وٽلي سيلاب ايريا جو ذڪر آهي.

۲- پرپارٽي نمبر III مان پاڻيءَ جو ڇوڙ تڏهن ڪيو ويندو، جڏهن پاڻي پنجاب جي گهرج کان مٿي هوندو يا سنڌ جي الوڪيشنز پرپارٽي نمبر A-I ۽ B ۽ الوڪيشنز پنجاب ۽ سنڌ جي پرپارٽي II کان مٿي هوندو.

۳- جڏهن پاڻي پيرپارٽي نمبر iii موجب پوريءَ گهرج کان گهٽ هوندو ته وڏيڪ سپلاءِ پنجاب ۽ سنڌ جي الوڪيشنز جي پيرپارٽن A-I ۽ ii جي پوري ٿين کانپوءِ سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ورهايو ويندو. حصہ رسيءَ موجب، انهيءَ عرصي لاءِ ٽيبل (iiii c) موجب جو ڏهن ڏينهن جي حساب سان بڌو ويو هوندو. اهڙيءَ طرح سان جتي PA- الوڪيشنز پنجاب جي موجوده ڪئنالس (مطابق ٽيبل I.A ۽ I.B) بمع مقرر ٽيل حقن پنجاب جي رٽيل واهن مطابق ٽيبل P.I 11.A- پنجاب جي مقرر ٽيل حقن رٽيل ڪئنالس (مطابق ٽيبل 11.A) ۽ پنجاب جي حقيقي گهرجن لاءِ انهي مدي لاءِ جنهن لاءِ موجوده ڪئنالس جون الوڪيشنز ٽيل آهن.

S.A = الوڪيشنز سکر بيراج ڪئنالس واڌو مقرر ٽيل حقن لوئر سنڌ ۽ اپر سنڌ براجز لاءِ مطابق ٽيبل ii D ۽ ii-A جي، R جملي درياهہ جي سپلائيز کي موجوده ۽ رٽيل واهن لاءِ هيٺينءَ طرح ورهايو ويچيءَ

1.N ۽ N = پنجاب ۽ سنڌ جي حصن وڏيڪ ۽ ثانوي سپلائيز کي ٽيبل (iii-c) موجب ورهايو ويندو.

سنڌ جو حصو = s واڌو [R-P. 1 SA]

پنجاب جو حصو = s واڌو [R-P. 1 SA]

۴- جڏهين بہ پاڻي جملي مقرر ڪيل سنڌ جي ٽن بيراجن جي ڪوٽا کان گهٽ هوندو، تہ بلوڪي، سليمانڪي لنڪ يا انجي بدل مرهو ٽينل کي پنجاب جي اڻ ڪتب آندل پاڻيءَ تائين محدود ڪيو ويندو. رٽيل ڪئنالس پرپارٽي iii موجب يا روزانہ گهٽي ۾ گهٽو ڇوڙ مطابق جيئن ٽيبل iii-D ڪالم ii ۾ ڄاڻايل آهي، جو بہ گهٽ هوندو.

۵- هن ڪلاز جي گنجائش جو مدار انهن حالتن تي رهندو، جي ڪلاز ٦ جي سب ڪلاز ۾ ڄاڻايل هونديون.

٦- پيرياڊ نمبر [iv] (پاڻي کي بندن ۾ جمع ڪرڻ يا ان ڪانپوءِ پين الوڪيشنز بابت).

١- سب ڪلاز ٢ کان ٥ تائين جي گڏيل گنجائش کي نڌهين عمل ۾ آندو ويندو، جيئن سب ڪلاز ٦ جي حالتن ۾ ڄاڻايل هوندو.

٢- جڏهين سنڌ جي ٻن نون بيراجن ۽ سکر بيراج جي الوڪيشنز جي پاڻي جي داخلائن جي پورائي ٿيندي ته ان بعد پنجاب کي حق ڏنو ويندو ته ٽيبل [IV-A] ۾ ڄاڻايل پاڻيءَ جي الوڪيشنز ۾ بيان ڪيل پاڻيءَ کي هيٺين طرح ڪتب آڻي.

الف - ٻي الوڪيشن ٿل ڪئنال لاءِ.

ب - ٻي وڌيڪ الوڪيشن بلوڪي، سليمانڪي لنک يا ان جي بدل ٻي شاخ (مرهو ٽينل) ڪلاز ٢ هيٺ ڏيکاريل شرط مطابق.

ت - ٻي الوڪيشن پنجاب جي موجوده ڪئنالن لاءِ پنجند تي.

٣- سنڌ جي ٽن بيراجن جي رٿيل الوڪيشنز کي پوري ڪرڻ بعد ڪلاز B-2 موجب، مٿي ڏيکاريل پنجاب جي ڪتب نه آندل پر حصي ۾ رٿيل پاڻي کي محدود ڪيو ويندو. پريرائٽي iii تائين يا گهٽ ۾ گهٽ ڪالم ٣، ٽيبل [iii-D] جي ڏنل انگ موجب جيڪا به گهٽ هوندي.

۴- باوجود ان جي جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن ۾ لنک يا ان جي عيوض قبول ڪيل واهه ۾ پاڻي هن پريرائٽي ذريعي ڦيرائي سگهبو. بشرطيڪ پرَيز ڪلاز (۴) ۵ موجب ١٩٢٠٠ ڪيوسڪ جي حد تائين پنجاب جي واهن لاءِ يا هائيڊرو اليڪٽرڪ پاور جي ڪم لاءِ هجي، ان حالت ۾ پاڻيءَ کي بجاءِ پنجاب مان وهائڻ جي ستلج مان وهائي سگهبو.

۵- سنڌ جي ٻن نون بيراجن ۽ سکر بيراج لاءِ منظور ٿيل پاڻي جي پورائي ڪرڻ بعد پنجاب کي حق هوندو ته پاڻي کي بندن ۾ جمع ڪري. جيئن ڪلاز ٢ ۾ ڄاڻايل آهي. سندن ڄاڻايل مقدار جي پاڻي کي انهي گڏ ڪيل پاڻيءَ مان حسب ضرورت ڪتب آڻي. اهڙيءَ طرح پريرائٽيءَ هيٺ موڪي الوڪيشنز ۾ ڄاڻايل ڪم لاءِ شمار نه ڪيو ويندو.

٦- پنجاب واسطي سندن رٿيل واهن لاءِ جيئن ڪلاز II ۽ (2.C) ۾ ڏيکاريل پريرائٽي III ۽ IV ڄاڻايل آهي، هيٺين شرطن موجب پاڻي کڻي سگهبو.

الف: ١٩۴۵ع کان اڳ يا سنڌ جي پنهنجي بيراجن جي مڪمل ٿيڻ کان اڳ (جيڪو به اڳ هوندو) سواءِ سب ڪلاز هيٺ ڄاڻايل پاڻيءَ جي ڪوبه پاڻي کڻي نه سگهبو.

ب - پنجاب جي هيٺين رتيل واهن لاءِ ١٩۴۵ع کان ١٩۵٧ع تائين پاڻي ڏيئي سگهبو.

١- پنجاب جا رتيل واهه، جيڪي پريرائٽي III ۾ ڄاڻايل هوندا.

٢- ڀاڪرا ڊئم وٽان سواءِ پهرين جولاءِ کان ٣٠ سيپٽمبر تائين.

٣- ڏيان گرهه يا ٻين نئين بندن مان بند ڪيل پاڻي جولاءِ ۽ آگسٽ ۾، سکر جي پاڻيءَ جي حساب موجب پاڻي سب ڪلاز II موجب سنڌ لاءِ ڪٽي سگهبو.

ت - ١٩۵٧ع کان پوءِ ڏيان گرهه ڊئم يا ٻين نئين بندن جو پاڻي (سکر تاريخ مطابق) جولاءِ ۽ آگسٽ لاءِ سنڌ واسطي پاڻي ڏنو ويندو.

ث- پنجاب کنهن به وقت بسنت ڪئنال اسڪيم سون سرسا ندين يا آن جي لنڪ کيل ڊئم مان ٺاهي سگهي ٿو. بشرطيڪ انهن پنهنجي بندن ۾ گڏ ڪيل پاڻي پنج لک ايڪڙ فوٽن کان مٿي نه هوندو يا سڏو آن اسڪيم لاءِ درياهه مان پاڻي نه کنيو ويندو. بشرطيڪ (سکر جي تاريخن مطابق) جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن کان سواءِ جيڪڏهن آن پاڻي جي کڻڻ سبب سنڌ جي آبڪلاٽي جي واهن يا سنڌ جي نون بيراجن ۾ پاڻي ٽيبل (الف -II) ۾ ڄاڻايل حد کان گهٽ نه ٿي ويندو.

٧- پريرائٽي نمبر ۵ (واڌو سپلاءِ بابت):

١- ڪلاز ١٢ ۾ ڄاڻايل مدي مطابق کنهن به ڌر کي حق هوندو ته پريرائٽي ١ کان ۴ تائين کنهن به واهه يا بند مان آن جي مقدار جي حد تائين واڌو پاڻي پنهنجي مقرر ڪيل مقدار موجب کٽي سگهي، پر ان نموني کتب آندل پاڻي کي آئيندي لاءِ حق طور کتب نه آندو ويندو. ان سبب ڪلاز ۾ ڄاڻايل وڌيڪ پاڻي صرف ٻي ڌر جي اجازت سان کتب آڻي سگهبو. اها اجازت جيترو جلد ٿي سگهندي، ڏني ويندي. ان کان ٻي ڌر انڪار صرف تڏهن ڪندي، جڏهين ان جي راءِ موجب اهڙيءَ طرح واڌو کنيل پاڻي سندس فائدي کي نقصان پهچائيندو.

٢- ڪلاز ١٢ ۾ ڄاڻايل مدي جي گذرڻ کان پوءِ واڌو پاڻي بمع کتب آندل سب ڪلاز (١) جي، پنهنجي ڌرين جي ملڪيت ٿيندو. جيئن ٽيبل [7.A] ۾ ڄاڻايل هوندو. ان کان پوءِ هرڪا ڌر کي پراجيڪٽ تيار ڪري، ٻي ڌر جي اجازت

سان ڪتب آڻي سگهندي. ٻي ڌر کي اهڙن پراجيڪٽن ٺاهڻ تي اعتراض جو حق هوندو. ان حالت ۾ جڏهن اهو ثابت ڪري سگهي ته اهڙن پراجيڪٽن ٺاهڻ ڪري هن اگريمينٽ موجب سندن حقن کي نقصان رسڻ جو انديشو آهي.

٣- هن ڪلاز موجب پاڻي جي ورهاست هيٺينءَ طرح ڪئي ويندي:

[i] سنڌو درياهه مان غازي گهاٽ وٽان (غازي گهاٽ تي ماپ ٿيل پاڻي مطابق) نقصان ۽ واڌاري جي حساب ڪان پوءِ، واڌو پاڻي وٺي سگهبو.

(الف) موجوده حق غازي گهاٽ ۽ مٺڻ ڪوٽ وٽ (ٽيبل V.B، ڪالم ii مطابق).

(ب) - سکر بيراج جي واهن، سنڌ جي نون بيراجن، وچ سنڌ جي آبڪلاڻي واهن ۽ وچ سنڌ ۽ خيرپور جي سيلابي ايراضي (ٽيبل V.C موجب) لاءِ پاڻي.

(ت) - ٿل پراجيڪٽ لاءِ منظور ٿيل پاڻي. ٽيبل V.B موجب حقيقي طرح گهربل پاڻي کان سواءِ ٧٥ سيڪڙو هن واڌو پاڻي جو سنڌ جو حصو شمار ڪيو ويندو. غازي گهاٽ کان گڊو بيراج تائين آندل پاڻيءَ جو.

(ii) - پنجاب جي پنجن ندين جي پنجند وٽ ماپيل پاڻي جي واڌو حصي کي هيٺينءَ طرح ورهايو ويندو:

(الف) - موجوده پنجاب ڪئنالن جا حق (جيئن ٽيبل نمبر 2.B جي ڪالم ٢ موجب ڄاڻايل آهي) سواءِ ان وقت جي پاڻي ورهائڻ واري اصلي حقيقت جي.

(ب) - پنجند وٽ پنجاب پراجيڪٽس لاءِ منظور ٿيل پاڻي (ٽيبل نمبر V.B جي ڪالم ٥-٦ مطابق) ۽ بندن لاءِ گهربل پاڻي (٦ ڪلاز مطابق) سواءِ ان وقت جي گهٽتائيءَ جي.

ان ڪان پوءِ پنجاب جي پنجن ندين جا پنجند وٽ پنجاب ۽ سنڌ لاءِ ٽيبل نمبر (7.A) موجب واڌو پاڻي جا حصا مقرر ڪيا ويندا. پر اهي حصا پنجند وٽ اهڙي حساب سان مقرر ڪيا ويندا. جو سنڌو درياءَ مان سب ڪلاز (١) - ٣ موجب هر هڪ پارٽيءَ کي واڌو پاڻي جي ٽوٽل حصي رسي پريراٽي نمبر ٥ موجب ملندي.

۴- سب ڪلاز SUPRO (C) موجب ڌرين جي اختلاف جي حالت ۾ معاملو ٽين ڌر جي فيصلي لاءِ موڪليو ويندو. جيئن ١٧ - ڪلاز موجب ڄاڻايل آهي.

(٨) آبڪلاٽي جي واهن جا حق.

(١) آبڪلاٽي جا واهه، درياهه جي ليول موجب جيترو به پاڻي کڻي سگهن، اهو کڻڻ جو انهن کي حق آهي. آبڪلاٽي واهن جي موجوده گنجائش، وڌيڪ پاڻي کڻڻ لاءِ وڌائي نه ويندي، جيستائين اهي واهه ويئر (بيراج) جي ڪنٽرول هيٺ اچن، انهن ۾ وڌيڪ پاڻي نه ڇڏيو ويندو، جيئن انهن جي گهربل ليول برقرار رکي وڃي.

(٢) جڏهن آبڪلاٽي واهه ويئر ڪنٽرول هيٺ آندا ويندا، ته انهن جي پاڻي جي ورهاست هيٺين طرح ڪئي ويندي:

(الف) خريف جي موسم ۾ پريرائٽي نمبر ii موجب.

[i] اپريل، مئي ۽ جون مهينن ۾، ڏهن سالن ۾ هنن واهن جي ڪنيل پاڻي جي سراسري حساب موجب، هن اڳريمينٽ جي تاريخ کان.

[ii] سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر مهينن جون سپلائيز ڏهن سالن جي سراسري حساب موجب، هن اڳريمينٽ جي تاريخ کان.

[iii] جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن ۾، انهن واهن لاءِ پوري منظور ٿيل پاڻي موجب.

(ب) ربيع جي موسم ۾ (نومبر کان مارچ تائين) پريرائٽي نمبر ١ موجب.

[i] ان وقت ۾ جڏهين درياهه جو وهڪرو سکر بيراج ۽ ٿل واهن جي گهرج کان گهٽ هجي، ته سپلائيز گذريل ٽن سالن جي سراسري موجب ڏنيون وڃن. جڏهن پاڻي گهٽ هجي ته ان موجب ڏنو وڃي، هن اڳريمينٽ جي تاريخ کان.

[ii] ٻئي عرصي ۾ گذريل ڏهن سالن جي سراسري وهڪري موجب هن اڳريمينٽ جي تاريخ کان سپلائيز ڏنيون وڃن.

[iii] وڌيڪ سپلائيز، مستقبل جي پراجيڪٽن لاءِ هر هڪ ڌر جي مقرر ڪيل حصي جي واڌو سپلائيز مان، جي ورتيون وڃن، اهي پريرائٽي نمبر ٧ ۾ شمار ڪبيون.

(٩) پاڻيءَ جي ورهاست جي حصي رسيءَ لاءِ قانون:

١- (الف) حصي رسيءَ جي ورهاست پريرائٽ i کان iv تائين مقرر ڪيل ڪئنالن ۽ انجي تبديلين کان ڪئي ويندي.

(ب) پنجاب سرڪار، سنڌ کي پريرائٽ نمبر i کان iv تائين جو پاڻي ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ جوابدار هوندي.

جيڪڏهن پنجاب سرڪار، سنڌ جي حق واري پاڻي مان زياده پاڻي کڻڻ چاهيندي يا بندن ۾ پاڻي کڻو ڪندي، ته اها اوترو پاڻي جو مقدار پنهنجي حصي مان سنڌ کي مهيا ڪري ڏيندي. اهو پاڻي، جو ايترو مقدار، پنجاب سرڪار ٻن مهينن جي اندر سنڌ جي چوڻ موجب مهيا ڪري ڏيندي ۽ ان جڳهه تان ڏيندي، جتان آسانيءَ سان ميسر ٿي سگهندو.

(ت) سنڌ طرفان جيڪڏهن ان وقت پاڻي سمنڊ ۾ موڪليو ويو هجي، جڏهن اهو کڻي اچي سگهي ها، ته اگريمينٽ موجب اهو پاڻي سنڌ جي حصي ۾ شمار ڪيو ويندو. ان بابت سنڌ کي شڪايت ڪرڻ جو حق نه هوندو، جو ته ان پاڻي کي کڻي آڻي سگهجي ها.

٢- (الف) پريرائٽي نمبر ٥ موجب وڌيڪ پاڻي جو حصو پنجاب کي غازي گهاٽ وٽان سنڌو درياه جي سپلائيز ۽ پنجند وٽان ڏنو ويندو ۽ سنڌ جي سپلائيز پنجند وٽان پنجن دريائن مان گڊو بيراج وٽ ڏني ويندي.

(ب) جيڪڏهن پنجاب پنهنجي حصي کان وڌيڪ پاڻي کنيو هوندو، ته سنڌ کي اوترو پاڻي، سنڌ جي راءِ موجب، ١٥ ڏينهن کان ٻن مهينن جي اندر موٽائي ڏنو ويندو.

(١٠) پاڻيءَ جي ورهاست حصي رسي مطابق:

هرڪا ڌر، ڪنهن به واهه مان سنڌس مقرر ڪيل حد يا قبول ڪيل مقدار تائين، اهو پاڻي کڻي آڻيندي، جنهنجو ان کي حق هوندو. هيٺينءَ طرح وڌيڪ پروويزنس ماتحت:

(الف) پنجاب جي الاٽمينٽ انجي واهن لاءِ پريرائٽي i کان iv تائين پنجند وٽ، سنڌو درياهه مان نه کنئي ويندي.

(ب) جڏهن پاڻيءَ جي سپلائيز سنڌ جي پراجيڪٽ ڪئنال لاءِ ii ۽ iii موجب پوريون نه هونديون، ته پنجاب سنڌس موجوده واهن جي پريرائٽي نمبر i يا ان جي لاڳو واهن جو پاڻي تبديل نه ڪندو پر جڏهن درياهه ۾ پاڻي سنڌ جي بيراجن جي ضرورتن کان زيادهه هوندو ته پنجاب جي موجوده واهن جي الاٽ ٿيل پاڻيءَ کي تبديل ڪري، ان جي رٿيل واهن لاءِ کڻي آڻي سگهندو. بشرطيڪ انهيءَ زماني ۾ ڊيڪاريل زياده پاڻيءَ لاءِ سنڌ جي منظوري ورتي هونداڻين.

(ت) اهڙي ڪابه تبديلي پنجاب جي پراجيڪٽيڊ ڪئنالن وچ ۾ ڪوٽ واري عرصي تائين ستلج ۽ بياس جي پاڻي تائين محدود رهندي.

||| سنڌ جي ٽن بيراجن جي کوٽ واري زماني ۾ پراجيڪٽيڊ ڪئنالن جي نہ کتب آندل پاڻي يا روزانہ گھٽي ۾ گھٽي ڪنيل پاڻي جي ورهاست ٽيبل نمبر (D-III) جي ڪالم ٢ موجب ڪري سگھبي.

||| پئي وقت ۾ پراجيڪٽيڊ ڪئنالن ۽ بندن واري محفوظ پاڻيءَ بابت. هيٺين ڪمن جي تعمير جي تجويز کي قبول ڪيو ويو آهي.

١- سنڌ الف: هڪ بيراج سنڌو درياهہ مٿان اپر سنڌ ۾ تعمير ڪرايو ويندو. جنهن جي واهن جي پاڻيءَ جو مقدار ٤٠ هزار ڪيوسڪ فوٽ هوندو.

ب: هڪ بيراج سنڌو درياه جي مٿان لوئر سنڌ ۾ تعمير ڪرايو ويندو. جنهن جي واهن جو پاڻي ٤٧٠٠٠ ڪيوسڪ فوٽ هوندو.

ت: سکر بيراج مان سيلابي زمين جي پاڻي ڏيڻ لاءِ ٢٠٠٠ ڪيوسڪ فوٽن جا واهہ کوٽايا ويندا.

٢- پنجاب الف: هڪ لنک (يا لنڪون) جنهن جي جملي پاڻيءَ جو مقدار ١٩٣٠٠ ڪيوسڪ فوٽ هوندو. چناب ۽ راوي مان ستلج تائين کوٽڻ جي اجازت هوندي.

ب: باکرا ڊيم ٺاهڻ جي اجازت هوندي، جنهن ۾ ٢٥ لک ايڪڙ پاڻي اسٽور ٿي سگھبو.

ت: ڏيان گرهہ ڊئم جي اجازت هوندي جنهن ۾ ٢٥ لک ايڪڙ فوٽ پاڻي اسٽور ڪري سگھبو.

ث: پنجاب جي درياهن تي چار ننڍا بند هيٺينءَ طرح پاڻي کڻي ڪرڻ لاءِ ٺهرائڻ جي اجازت هوندي.

ٽي بند، راوي نديءَ تي (بمع ڊيگھہ جي) ٽوٽل ١٠٢٨٥٢٠ ايڪڙ فوٽ جا، ۽ ووار ڊنڊي تي هڪ بند، جنهن ۾ جملي پاڻي ٣٣٤٠٠٠ ايڪڙ فوٽ کنو ڪري سگھبو. جنهن مان ١٤٣٤٥٢٠ ايڪڙ فوٽ ڊيگھہ بند کي کنبو تہ جملي پاڻي ٩٢٨٠٠٠ وڃي بيهندو.

ج: باکرا ڪئنالن جي کوٽائڻ جي منظوري هوندي. جن جي پاڻيءَ جو مقدار ١٢٠٠٠ ڪيوسڪ هوندو.

ح: ٿل واهہ ۾ خريف جي موسم ۾ وڌيڪ ١٠٠٠٠ ڪيوسڪ پاڻي کڻڻ جي اجازت هوندي.

د: پسنت دواب ڪئنال کوٽائڻ جي اجازت هوندي، جنهن جي پاڻيءَ جو مقدار ١٢٠٠ ڪيوسڪ هوندو ۽ سون ۽ سوسانئين تي بندن ٻڌائڻ جي اجازت هوندي، جن ۾ ٥ لک ايڪڙ فٽ پاڻي کڻو ڪري سگهبو.

٢- ڪابه ڌر، ٻي ڌر جي اجازت سان هڪ جيتري مقدار جي پاڻي جا واهه کوٽائي سگهندي. ٻي ڌر کي اهڙي منظوري روڪڻ جو حق تڏهين رهندو، جڏهن اها ثابت ڪندي ته اهڙيءَ طرح کوٽايل واهن جي ڪري سندن واهن تي اثر پوڻو آهي ۽ جنهن ڪري سندن پراجيڪٽن کي نقصان پهچڻ جو انديشو آهي. بشرطيڪ پنجاب کي ٻن بندن بمع باڪرا ڊئم ۾ ٥ لک ايڪڙ فوٽ کان مٿي پاڻي کڻو ڪرائي سگهڻ جو حق نه هوندو.

٣- سب ڪلاز (٢) بنسبت اختلاف جي حالت ۾ معاملو ٽياڪڙ امانت واري ڪميٽيءَ کي ١٧ ڪلاز موجب موڪليو ويندو.

(١٢) مستقبل جي پراجيڪٽ بابت:

(i) ڪي به نوان ڪم، ڪلاز ٢ يا انجي ترميم بابت پراڻن واهن جي پاڻيءَ وڌائڻ بابت هوندا، سي ڪابه پارٽي، ٻي پارٽي جي اجازت ڪانسواءِ ڪرائي نه سگهندي، جيستائين سنڌ جي ٻن نون بيراجن کي ڏهه سال نه گذريا آهن يا انهن مان پهرئين بيراج کي ويهه سال نه گذريا آهن. بشرطيڪ:

(الف) نئدا پراجيڪٽ، جن ۾ پاڻيءَ جي کڻي ڪرڻ جو مقدار اڌ ملين ايڪڙ فوٽ کان گهٽ هوندو يا واهه جي پاڻي کڻڻ جو مقدار ١٥٠٠ ڪيوسڪ هوندو، اهي ڪابه پارٽي ٻئي پارٽيءَ جي اجازت سان ڪرائي سگهندي.

(ب) جيسين تائين سنڌ جا نوان بيراج تيار نه ٿيا آهن، ان وقت تائين ڪوبه بند نه ٻڌايو ويندو يا واهن ذريعي پاڻي کڻڻ جو بندوبست نه ڪيو ويندو. سيپٽمبر مهيني ۾ سکر جي تاريخ مطابق.

(ث) ڪلاز ٣ ۽ ۴ جي سب ڪلاز ٢ جي پابندي ماتحت پنجاب کي اجازت هوندي ته هڪ بيراج سنڌو درياه تي غازي گهاٽ کان مٿان ڪٽائي سگهي، جنهنجي پاڻيءَ جو مقدار ٢٠٠٠٠ ڪيوسڪ هوندو.

[ii] ڪوبه وڌيڪ پاڻي، جو مٿي ذڪر ڪيل ڪلاز-١ موجب ڪنيو ويندو، اهو انهيءَ پارٽيءَ جي پريرائٽي نمبر ٥ موجب منظور ٿيل پاڻيءَ مان ڪنيو ويندو.

(١٣) سنڌ جي نان پيرينيل (غير دائمي) ڪئنالن بابت:

سنڌ جي سکر بيراج جي غير دائمي واهن يا سنڌ جي پڻ ٽون بيراجن مان واهن کي ايريل جي پهرين پڻ هفتن کان کوليو ويندو. ١٦ کان ٣١ آڪٽوبر تائين کليل رکيو. جيڪڏهن پنجند ۽ حويلي ڪئنالس جيئن پئرا ٢٥-٢٦ ۽ ٣٤ (ب) انڊرس ڪاميٽي ريورٽ ۾ چاٿايل آهي (واليوم نمبر ١) ۾ انکري سنڌ کوبه وڌيک پاڻي کڻڻ جو حق ڇڪي نه سگهندي. جنهن ڪري ستلج وئلي ڪئنالس جي موجوده حقن کي نقصان رسڻ جو انديشو هجي.

(١٤) فلوفي ۽ فريشيٽ جي ورهاست جا حق:

١- باوجود انجي جو الوڪيشنز پريرائٽ نمبر ١ موجب مليا آهن يا نه. پنجاب کي حق هوندو ته باکرا رزروائر ۾ پاڻي نومبر. فيبروري، مارچ ۽ اپريل ۾ ڪٺو ڪري سگهندو. جڏهين گڏيل وهڪرو ستلج ۽ بياس ندين جو ١٩٠٠٠ کيوسڪ کان گهٽ هوندو ۽ ڊسمبر ۽ جنوري جي مهين ۾ ٻنهي ندين جو گڏيل وهڪرو ١٧٠٠٠ کيوسڪ کان گهٽ هوندو. انهيءَ مقصد واسطي ستلج ڊسچارج کي باکرا وٽ بمع دوپر ۽ بياس کي منڊي پلين وٽ اسٽوريج ڪرڻ جو حق هوندو.

٢- پنجاب طرفان جڏهين ٻيا رزروائر يا اسٽوريز تعمير ڪيا ويندا ته انهن اسٽوريجز ڪري سنڌ جي حقن کي نقصان پهچڻ جو خيال رکيو ويندو.

٣- پنجاب ۽ سنڌ کي حق هوندا ته ١- جنوري کان ٣١ مارچ (پنجاب تاريخون) تائين پاڻي اسٽور ڪري يا وهندڙ پاڻي ڪتب آڻي پنهنجي واهن لاءِ اڏ فريشيٽ پاڻي جو ٽيڪ آف پائنٽ کان شمار ڪيو ويندو.

فريشيٽ پاڻي جي معنيٰ اها آهي ته جملي پاڻي، جو سنڌ ۽ پنجاب جي گهربل پاڻيءَ پريرائٽي نمبر (I.B.B) کان مٿي هوندو.

٤- پنجاب کي حق هوندو ته کنهن به وقت جڏهن ضرورت پويس ته ڊيورنل اسٽوريج ڪري، ٢٤ ڪلاڪن جي اليڪٽريڪل لوڊ جي تبديل مطابق ۾ ٽوٽل مقدار ڊسچارج کيل پاڻي جو رزروائر کان هرهڪ ٢٤ ڪلاڪن اندر رزروائر کان داخل ٿيڻ جي وقت کان گهٽ نه هوندو. بشرطيڪ اهڙيءَ طرح اسٽوريج کيل پاڻي انگريمينٽ موجب اسٽوريج ڪرڻ جي خلاف نه هوندو.

٥- سب ڪلاز نمبر ٢- SUPRO بابت جيڪڏهن ڪو اختلاف ٿي پيو ته اُن کي ١٧ ڪلاز موجب امانت لاءِ موڪليو.

(١٥) الوڪيشنز ترميم يا تبديل ٿي نه سگهنديون.

هن اڳريمينٽ مطابق ڪيل الوڪيشنز ترميم نہ ٿي سگهنديون يا اهڙيءَ طرح تبديل نہ ڪيون وينديون. پنهي پارٽين جي خاص قبوليت ڪانسواءِ.

(١٦) درياہ جي ڊيٽا وغيره:

درياہ جي وهڪري جون پوريون ماپون سنڌ ۽ پنجاب جي گڏيل انتظام هيٺ پوري بندوبست سان لاڳن جي شموليت سان سنڌ ۽ پنجاب ۾ جديد اوزارن جي ذريعي پاڻي جي وهڪري جي جاين تي ڪيون وينديون. انهيءَ مقصد واسطي هڪ يا وڌيڪ نگهبان رکڻ لاءِ سنڌ کي پنجاب طرفان اجازت ڏني ويندي، تہ اُها هر هڪ هنڌ تي تڪرين يا ميدانن تي چونڊيل جڳهين کي مقرر ڪري سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح هڪ يا وڌيڪ نگهبان پنجاب کي سنڌ ۾ رکڻ جي اجازت هوندي ۽ اهي پنجاب پنهنجي مرضيءَ موجب چونڊيل جڳهين تي رکندو. اهڙا نگهبان، گڏجي يا جدا جدا، جيئن کين مناسب نظر اچي. نيون ۽ چيڪ جون ماپون وٺندا. اُهي تڏهين صحيح سمجهيون وينديون، جڏهين انهن تي پنهي پارٽين طرفان صحيحون ٿيل هونديون.

٢- نديون، ڪئنالس ۽ اسٽوريجز جي گيج (گز) ۽ ڊسچارج ڊيٽا، پنهي پارٽين کي جلد ۽ قبول ڪيل وقتن تي مهيا ڪئي ويندي.

٣- جتي بہ وقت جو مدو مقرر ڪيو ويو آهي، هن قبوليت جي انگن مطابق اُهي انگ تجربي حاصل ڪرڻ بعد پنهي پارٽين جي منظوريءَ سان تبديل ٿي سگهندا.

٤- جڏهين بہ پاڻي جي گهٽتائي يا واڌ جا انگ اڪر هن قبوليت جي پورائيءَ لاءِ گهربل هوندا تہ اُهي انگ تجربي حاصل ٿيڻ بعد پنهي پارٽين جي قبوليت سان فيصلا ڪيا ويندا.

٥- ڪوبہ اختلاف جنهن لاءِ امانت جو انتظام ڪيو ويو آهي، ڪلاز ١٤ جي (١٤) ١١ (٢) - ١٤ (٢) ۽ ١٦ مطابق اُن کي هند سرڪار طرفان مقرر ڪيل امين جي سپرد ڪيو ويندو، جنهن جو فيصلو پنهي پارٽين کي قبول ڪرڻو پوندو ۽ اُن فيصلي مطابق هلڻ لاءِ پڌل هوندا.

٦- هيءَ قبوليت سيني ڪلازز (فقرن) تي مدار رکي ٿي معاوضي فيصل ٿيڻ تي ڪلاز ٣-٤-٥ گرانٽ ڪوسلا ميمورنڊم فيبروري ١٩٤٥ع يا ٻي ڪنهن طريقي تي جو پنهي ڌرين کي قبول هوندو.

هن اگريمينٽ تي هيٺين عملدارن جون صحيحون هيون.

جي ايل گرنٽ ای - ايل - پروٽيرو

چيف انجنيئر سنڌ سيڪريٽري پنجاب حڪومت

۽

ايف - ايف - هيگ، چيف انجنيئر پنجاب

٢٨ سيپٽمبر ١٩٤٥ع

(نوٽ)

هن اگريمينٽ ۾ هيٺيون چاٿايل ٽيبلون اختصار خاطر پيش نہ ڪيون ويون آهن:

ٽيبل نمبر ١ الف - ب - ت - ث - ج

ٽيبل نمبر ٢ الف - ب - ت - ث

ٽيبل نمبر ٣ الف - ب - ت - ث

ٽيبل نمبر ۴ الف - ب - ت - ث

ان بعد مسٽر پريٽرو، سيڪريٽري پنجاب سرڪار، پبلڪ ورڪس ۽ اريگيشن سنڌ جي فنانس ڊپارٽمينٽ جي سيڪريٽريءَ تي ١٣ آڪٽوبر ١٩٤٥ع تي قبوليت جو خط موڪليو.

آءٌ مٿي ڏيکاري آيو آهيان تہ هندستان جي ورهاڱي بعد اسان پاڪستان سرڪار جي ماتحت ٿياسون، جنهن تي مهاجر، پنجابي سامراج قائم ٿيو. جن پهرين بنگال جي اڪثريت گهٽائي ۽ مغربي پاڪستان کي ون يونٽ ۾ آندو ۽ ان کان پوءِ هيٺيون حالتون پيدا ٿيون:

١- ون يونٽ ٿيڻ بعد سنڌ جي جداگانہ حيثيت ختم ڪري سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ٿيل پاڻيءَ جي قبوليت کي ختم ڪيو ويو، جو قبوليت ۾ بہ صوبائي پارٽيون ڏيکاريل هيون، ۽ هاڻ هڪ پارٽي ٿيڻ ڪري سنڌ جو حق بحيثيت جداگانہ پارٽيءَ جي ختم ٿي ويو.

٢- ان قبوليت جي ختم ٿيڻ بعد سنڌ کي پاڻيءَ بابت هيٺيان نقصان پهچايا ويا آهن:

الف: هڪ طرفو فيصلو ڪري قبوليت ڪلاز ١٢ الف، ١۴ ٢، ١٥ جي خلاف ورزيءَ ڪري پنجاب ۾ پاڻي کڻي ڪرڻ لاءِ هيٺيان وڏا ڊئم بنايا ويا.

١- تربيلا ڊئم، ٢- منگلا ڊئم، ٣- چشمہ ڊئم، ۴- راول ڊئم، جن مان هر هڪ

۾ ڪيئي هزار ملين ايڪڙ فٽ پاڻي ڪٺو ڪري، پنجاب لاءِ ڪتب آندو وڃي ٿو.

ب- پنجاب جي ٽن ندين ستلج، بياس ۽ راويءَ جو پاڻي جنهن مان ٢٥ سيڪڙو پاڻي قبوليت موجب سنڌ کي مليو ٿي، سو پارت سرڪار کي وڪڻي هڪ هزار ڪروڙ روپيا مختلف ڊرين کان حاصل ڪري، انهن ندين جي وڃايل پاڻيءَ جي عيوض مٿي ذڪر ڪيل ڊئم ٻڌايا ويا ۽ سنڌونديءَ جو پاڻي منتقل ڪري پنجاب کي ڏنو ويو.

(ت) قبوليت جي خلاف سنڌونديءَ تي تونسا بيراج ٻڌايو ويو.

(ث) سنڌونديءَ جو ٧٥ سيڪڙو پاڻي، جو سنڌ لاءِ مقرر ٿيل هو، اُن مان نوان واهه کوٽائي، وڌيڪ ٢٥ سيڪڙو پاڻي پنجاب کي، سنڌ جي قبوليت بغير ڏنو ويو.

(ج) اڪريمينٽ جي ڪلاز ١٧ - موجب ٻنهي صوبن جي وچ ۾ پاڻي جي مسئلي تي اختلاف ٿيڻ بعد هند سرڪار (ٺياڪڙ) جي امانت تي فيصلي واري حق کي ڪسيو ويو.

(ح) پنجاب ۾ ساليانو ٢٠ کان ٤٠ انچ سراسري بارش پوي ٿي، سنڌ ۾ ساليانو ٤ کان ١٢ انچ سراسري بارش پوي ٿي. پنجاب ۾ اندر گرائونڊ مٺو پاڻي ٢٠٠٠ M-A-F ۽ سنڌ ۾ ٢٠٠ M-A-F هو. باوجود اُن جي ٻـ درياهن جو پاڻي زياده مقدار ۾ پنجاب کي ڏنو وڃي ٿو. اُن ڪري سنڌ ۾ آبادي گهٽ ٿئي ٿي.

(د) اُن جو نتيجو اهو نڪتو تہ ٻنهي صوبن جي زرعي آباديءَ ۾ وڏو تفاوت پيدا ٿي پيو.

١٩٧٣-٧٤ع ۾ ٻنهي صوبن جي آباد ايراضي هيٺينءَ طرح هئي:

پنجاب ۾ جملي آباد ايراضي ٢،١٩،٩٤،٨٠٠ ايڪڙ.

سنڌ ۾ جملي آباد ايراضي ١،١٨،٨١،٠٠٠ ايڪڙ.

سنڌ جي آبادي پنجاب کان ١،٠١،١٣،٨٠٠ ايڪڙ گهٽ ٿي.

مکيه پيداوار، هيٺينءَ طرح آباديءَ هيٺ آئي:

پنجاب ۾ ڪپهه هيٺ ايراضي ٢٣،٨٢،٠٠٠ ايڪڙ آباد ٿي.

ڪمند هيٺ ايراضي ۱۰,۹۱,۰۰۰ ايڪڙ آباد ٿي.

ڪٺڪ هيٺ ايراضي ۱,۰۹,۰۴,۰۰۰ ايڪڙ آباد ٿي.

پيداوار جا انگ اکر اڳيئي ڄاڻايل آهن. تنهنڪري ٻيهر نٿا ڏهرائجن.

سنڌ ۾ ڪپهه هيٺ ۱۱,٦٧,۰۰۰ ايڪڙ ايراضي آباد ٿي.

ڪمند هيٺ ۲,٥۱,۰۰۰ ايڪڙ ايراضي آباد ٿي.

ڪڻڪ هيٺ ۲۰,۷٦,۰۰۰ ايڪڙ ايراضي آباد ٿي.

پيداوار جا انگ اکر اڳيئي ڄاڻايل آهن.

(ڌ) سنڌ ۾ پاڻي جي کوٽ جي پورائيءَ لاءِ سنڌ سرڪار ندين مان ايندڙ بارش جي پاڻيءَ کي ڪٺي ڪرڻ لاءِ ۳۳ ڪروڙ روپين جي پنهنجي خرچ سان بند ٻڌائي آبادي ڪرائڻ جون، جي تجويزون تيار ڪيون هيون، جن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي، انهن کي رد ڪري، اهي پيسا پنجاب جي کاتي آندا ويا.

(ر) سنڌ مان اونهاري ۾ سنڌو درياهه جو گهڻو پاڻي بيڪار ضايع ٿي سمنڊ ۾ پيو ٿي. ان پاڻي کي بندن ۾ اسٽوريج ڪرڻ لاءِ سنڌ ائگريڪلچرل ڪميشن طرفان ڇهن هنڌن پاڻي بند ڪري ڪتب آڻڻ جي تجويز جي سفارش ڪيل هئي پر ون يونٽ سبب سمورو اختيار لاهور ۾ وڃڻ ڪري ان باري ۾ وڌيڪ ڪجهه نه ٿي سگهيو.

(ڙ) سنڌ ۾ ٻيلن جي ايراضي تمام گهٽ هئي، جو سنڌ ائگريڪلچرل ڪميشن اڳيان شاهدي ڏيندي ٻيلي کاتي وارن ظاهر ڪيو هو ته سنڌ ۾ ٻيلن هيٺ ايراضي ۲ - سيڪڙو هئي، جا دنيا جي گهڻن ملڪن کان گهٽ هئي، ويندي سعودي عرب جهڙي صحرائي ملڪ کان به ٿوري هئي. ان کي وڌائڻ لاءِ، جيڪي تجويزون تيار ڪيل هيون، تن جي تعميل لاءِ پاڻي جي مٿي ذڪر ڪيل طريقين سان گهٽجي وڃڻ سبب، ڪجهه بندوبست نه ٿي سگهيو.

(ڪتاب "سنڌوءَ جي ساڃاهه" تان ورتل)

شير محمد بلوچ

# پاڻيءَ منجهم پساهه

## باب پهريون

"مڙيا مڇ هزار اڃ پاڳا ٿيندي سهڻي"
(ڀٽائي)

الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي: "اسان هر جيئري شيءِ کي پاڻيءَ مان بڻايو آهي. پوءِ ڇو نٿا ايمان آڻين." سوره انبيا سيپارو ١٧.

ٻي جاءِ تي سوره بقر ۾ ٻئي سيپاري ۾ لکيل آهي تہ: "الله تعاليٰ آسمان مان پاڻي نازل فرمايو پوءِ ان منجهان ويران زمين کي آباد ڪيائين".

ٽي جاءِ تي ســوره الانعــام آيت ٩٩ ۾ لکيل آهي: "اهوئي الله آهي جنهن آسمان مان پاڻي لاٿو. پوءِ ان سان هر شيءِ جا سلا پيدا ڪياسين پوءِ ان منجهان ساوڪ ڪڍي سون جنهن منجهان ٻنا داڻا ڪڍياسون ۽ کجين جي گوشن منجهان لڙڪندڙ ڇڳا ڪڍياسون ۽ انگورن جا باغ. زيتون جا باغ ۽ ڏاڙهون هڪ ٻئي جهڙا ۽ مختلف قسمن جا ڪڍياسون. جڏهن ڦر ڏين ۽ پچن تڏهن انهن ڏانهن نهاريو. بيشڪ انهن ۾ ايمان وارن لاءِ نشانيون آهن".

مٿين آيتن مان پاڻيءَ جي ضرورت صاف صاف لفظن ۾ واضح ٿئي ٿي تہ دنيا جون وڏيون وڏيون بادشاهتون ماضيءَ ۾ وڏن وڏن دريائن جي ڪنارن سان وابستہ رهيون. البتہ ائين برابر آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ جي نعمتن جو ناجائز فائدو ورتو ويندو آهي، تڏهن قدرت جو رد عمل جنبش ۾ اچي ويندو آهي ۽ اهي ساڳيون نعمتون قومن لاءِ تباهيءَ ۽ بربا‌ديءَ جو باعث بڻجي وينديون آهن. انهيءَ پهلو تي مان اڳتي هلي گهڻو ڪجهہ لکندس پر هن وقت فقط ايترو چوندس تہ جيئن ناجائز طور ڪائڻ سبب انسان کي جلندڙ يا يرقان جي بيماري ٿيندي آهي تهڙيءَ طرح زمين تي پاڻيءَ جو ناجائز گهڻو استعمال سم، ڪلر ۽ واٽر لاگنگ جي صورت ۾ زمين کي اهڙي طرح جي بيماري ڏيندو آهي. انهيءَ ابتدا سان مان سنڌ ۽ پنجاب جي پاڻيءَ جي مسئلي تي اچان ٿو.

انگريزن تقريباً تقريباً سنڌ ۽ پنجاب ساڳئي وقت فتح ڪيا. لارڊ ايلنبرو ١٨٤٢ع ۾ مياڻي ۽ دبي جي جنگين ۾ سنڌ فتح ڪئي ۽ ٻن ٽن سالن بعد انگريزن مدڪي، فيروزپور، علي وال ۽ سوبران جي جنگين جي نتيجي ۾ پنجاب کي پنهنجي قبضي ۾ آندو.

رواجي طور ربيع جي آبادي لاءِ سنڌ ۾ زياده ڪارآمد فضا هئي جو ته سنڌ جا ماڻهو بيراجن جي اڻ هوند جي حالت ۾ به ڪن واهن تي ڪٽڪ جي آبادي ڪندا هئا. گورنمينٽ آف انڊيا کي بخوبي معلوم هو ته سنڌ ۾ آبپاشي وڌائڻ لاءِ حالتون ڪافي سازگار آهن ۽ سنڌ کي ڪڏهن به نظر انداز ڪري نه ٿو سگهجي. تاهم سياسي حالتن انگريزن کي مجبور ڪيو ته پهريائين پنجاب کي ترقي ڏياري وڃي. انهيءَ انداز فڪر لاءِ هيٺان سبب هئا:

١- انگريزن کي فوج جي ڀرتي هميشه پنجاب مان ملندي هئي ۽ اهو هڪ وڏو سبب هو جو پنجاب جي باشندن جي بهتري جو خيال انگريزن کي هميشه چيندو رهيو.

٢- پنجاب جا درياءَ سنڌونديءَ کان گهڻو ننڍا هئا ۽ انهيءَ ڪري انهن تي پليون ٻڌڻ يا بيراج ٺاهڻ بمقابل سنڌوندي جي بلڪل آسان ڪم هو جيتوڻيڪ دائمي پاڻيءَ جو مواد سنڌ ۾ زياده موجود هو ڇاڪاڻ ته پنجاب جا سڀ درياءَ مٿڻ ڪوٽ وٽ سنڌونديءَ ۾ جوڙ ڪندا هئا.

٣- انگريز سواءِ ڪن ٿوڙي گهراڻن جي سنڌ کي ڪڏهن به پنهنجو خير خواهه نه سمجهندا هئا. ان جو نتيجو اهو نڪتو ته پنجاب جا بيراج گهڻي ڀاڱي اڻويهين صديءَ ۾ ئي تيار ٿي ويا هئا ليڪن ان جي بمقابل سنڌ جا بيراج ويهين صديءَ جي شروعات تائين به هن خطه زمين تي نه پڌاريا هئا.

سر چالس نيپئر ١٨٤٣ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ بعد ڪرنل والڪرٽ اسڪاٽ جي هٿ هيٺ سنڌ ۾ واهن جو کاتو کوليو هو مگر اهو کاتو ١٨٤٨ع تائين مس هليو ان بعد جنرل فائيف ١٨٥٥ع ۾ سنڌ ۾ واهن سڌارڻ لاءِ ڪي رٿون ڏنيون ليڪن اهي به پنجاب جي فوقيت سبب سرد خاني جي حوالي ڪيون ويون. فائيف انهيءَ خيال جو هو ته سنڌس اندازي موجب ان وقت سنڌ کي گهٽ ۾ گهٽ ايڪٽيهه لک رپيا آبياني جو نقصان ٿي پيو ۽ اهو فقط غلط آبپاشي سبب. آبادي جا هيٺيان انگ اکر ڏيکاريندا ته سنڌ ۾ آبادي پنجاب کان گهڻو مٿي هئي.

| سال | پنجاب جي آبادي ايڪڙن ۾ | سنڌي جي آبادي ايڪڙن ۾ |
|---|---|---|
| ١٨٥٠ کان ١٨٥٥ | ٧٥٠٠٠٠ | ١٠٠٠٠٠٠ |
| ١٨٧٥ کان ١٨٨٠ | ١٥٠٠٠٠٠ | ١٥٠٠٠٠٠ |
| ١٨٨٠ کان ١٨٨٥ | ٢٠٠٠٠٠٠ | ١٦٠٠٠٠٠ |
| ١٩١٥ کان ١٩٢٠ تائين | ٩٠٠٠٠٠٠ | ٣٣٠٠٠٠٠ |

١٩١٠ع ۾ ڊاڪٽر سمرس سنڌ لاءِ روهڙي پراجيڪٽ ٺاهيو ليڪن سياسي نقطہ نظر سبب ڪو ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو. اهو پهريون شخص هو جنهن محسوس ڪيو تہ پنجاب جا پراجيڪٽ سنڌ جي آباديءَ تي بلڪل برو اثر وجهندا پر پنجاب جي سياسي اهميت سبب هن غريب ڪي ڪنهن ڪونہ ٻڌو.

يوپي جو باري دوآب ڪئنال پراجيڪٽ ١٨٨٤ع ۾ شروع ڪيو ويو. پنجاب جو لوور چناب ڪئنال پراجيڪٽ ١٨٨٩ع ۾ شروع ڪيو ويو. پنجاب جو لوور جهلم ڪئنال پراجيڪٽ ١٩٠٢ع ۾ شروع ڪيو ويو. ٻئي طرف سنڌ ۾ پهريون دفعو ١٩١٢ع ۾ مسٽو (A A Musto) چيف انجنيئر سنڌ جي هيٺيان فقط هڪ ايگزيڪيوٽو انجنيئر مقرر ڪيو ويو تہ جيئن سنڌ جي آبپاشيءَ جو ڪونہ ڪو حل ڳولي لهي. مسٽو سکر بيراج پراجيڪٽ تيار ڪري ڏنو جو بہ وڏي جدوجهد کان پوءِ جولائي ١٩٢٣ع ۾ منظور ٿيو ۽ ان تي ڪم جولائي ١٩٢٥ع ۾ شروع ٿيو.

هتي حالتن کي چڱي طرح سمجهڻ لاءِ سنڌ ۽ پنجاب جي باشندن جي ٿوري تفطيع ڪرڻ ضروري آهي. پنجاب جي ماڻهن جي رهڻي ڪرڻي جو رجحان ٻين ماڻهن کان ڪافي نرالو آهي.

جيتوڻيڪ دنيا جي رهواسين جي ابن بطوطي کان وٺي تاريخ نويس پنهنجي راءِ زني ڏيندا رهيا آهن.

جيئن شيخ سعدي فرمايو آهي؛

"اگر قحط الرجال افتد برسرتن خير کم گيري
اول افغان دوم ڪنبوه سوم بدذات ڪشميري
زافغان ڪينہ مي آيد، زڪنبوه حيلہ مي بايد
مگر ز ڪشميري نرسد خيرو واندوه دلگيري"

اهو بلڪل غلط ٿيندو جيڪڏهن ائين چئون تہ اسان سڀني پاڪستانين جي تهذيب، تمدن، اٿڻي وهڻي ۽ نظريات جذبات ساڳيا آهن. پنجاب جي ماڻهن ۾

جڏهن بہ سنڌن مادي لاڀ (Materialism) جو سوال پيدا ٿئي ٿو تڏهن وٽن زندگيءَ جي ڪنهن بہ ٻئي پهلو تي سوچڻ جي سوجهہ ئي نہ ٿي رهي. هو فقط هڪ طرفو سوچي يا ڏسي سگهن ٿا. "برادري" "اخوت" سڀ پروپيگنڊا جا ڍانچا آهن. مان تہ انهيءَ حد تائين وڃڻ لاءِ بہ تيار آهيان تہ شايد اسان جي خدا جي تصور ۾ بہ ڪو فرق آهي. علامہ اقبال مشهور پنجاب جو شاعر جو اڄ ڪلهہ شاعر مشرق ڪوليو وڃي ٿو سو پنهنجي بياض ۾ هڪ جاءِ تي هيٺين ريت فرمائي ٿو.

"خودي ڪو ڪر بلند اتنا ڪہ هر تقدير سي پهلي
خدا بنده سي خود پوچهي بتا تيري رضا ڪيا هي"

جو خدا پنهنجي بندي کان پڇي پوءِ هن جي قسمت متعين ڪري تہ پوءِ اهو خدا "عليٰ ڪل شيءِ قدير" تہ ڪونہ تصور ٿيندو ڇو تہ هنگي ڀهريائين بندي سان مشورو ڪرڻو پوندو. اسان سنڌ ۾ خدا کي بنده جو محتاج ڪونہ ٿا سمجهون. هو قادر مطلق آهي ۽ ڪابہ شيءِ سنڌس حڪمن کان سواءِ چري نہ ٿي سگهي.

چاڪاڻ تہ پاڻي جو مسئلو خاص پنجاب سان ئي تعلق رکي ٿو ان لاءِ مون پنهنجو ذڪر خير فقط پنجاب تي ئي مشتمل رکيو آهي. ممڪن آهي تہ پنجاب پنهنجي پراڻي فطرت کان مجبور هجي ليڪن في الحال سنڌس انهي پهلو کي اتي ئي مهمل رکون ٿا.

پنجاب جي باشندن کي چڱيءَ طرح معلوم هو تہ هو پنجاب جي پنجن ئي دريائين جهڙوڪ بياس، ستلج، راوي، چناب ۽ جهلم جو پاڻي پوري طرح آساني سان ڪم آڻي پيا سگهيا انهي ڪري هنن لاءِ فقط اها آتر ويلا هئي تہ ڪنهن بہ نموني سنڌو درياءَ مان پاڻي ڪنيو وڃي ۽ جيستائين سنڌ جا ماڻهو ننڊ مان اٿن ئي اٿن تيستائين ڪنهن بہ نموني اهو پاڻي جو ذخيرو اڳ ۾ ئي ختم ڪري ڇڏجي. انهيءَ دور انديشي يا ڪٽي چٽجي تہ احمقانہ دوربيني هيٺ پنجاب جي ماڻهن ١٨٧١ع کان وٺي سر توڙ ڪوشش ڪئي تہ جيئن کين سنڌو درياءَ مان ڪالاباغ وٽ پاڻي ڪڻڻ جي اجازت ڏني وڃي.

انڊيا اريگيشن ڪميشن (١٩٠٣ - ١٩٠١) جي احڪامن هيٺ پنجاب لاءِ سنڌ جو راضپو بلڪل ضروري هو. گورنمينٽ انڊيا ائڪٽ ١٩١٩ع جي ماتحت بہ اهو ضروري هو تہ اهو مسئلو پنجاب بدران گورنر جنرل يعني وائسراءِ فيصل ڪري.

ڪائن ڪميٽي جنهن ١٩١٩ع ۾ پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي ۽ واضح لفظن ۾ لکيو تہ پنجاب کي سنڌو درياءَ مان ڦڙو پاڻيءَ جو بہ نہ ڏنو وڃي جيستائين سکر

بيراج پراجيڪٽ جي پوري ٿيڻ بعد حالتن جو پورو اپياس نہ ڪيو ويو. آگسٽ ١٩١٩ع ۾ بمبئي سرڪار، گورنمينٽ آف انڊيا کي پنهنجي انديشن کان آگاهہ ڪيو تہ پنجاب سرڪار جا سنڌو دريا مان پاڻي ڪڍڻ نسبت ڪي نيڪ ارادا نظر ڪونہ ٿا اچن ۽ جيڪڏهن ڪي رٿون پنجاب گورنمينٽ کي دل ۾ آهن تہ پوءِ انهن کان بمبئي گورنمينٽ کي آگاهہ ڪيو وڃي. معلوم هجي تہ ان وقت سنڌ بمبئي پرڳڻي جو حصو هئي.

سيپٽمبر ١٩١٩ع ۾ سکر بيراج پراجيڪٽ جي مقابلي ۾ پنجاب گورنمينٽ ٿل پراجيڪٽ ٺاهي انڊيا گورنمينٽ کي موڪليو پر وقت جي وائسراءِ لارڊ چيلمسفورڊ پنجاب جي اها گهر بي واجبي سمجهي رد ڪري ڇڏي.

١٩٢٣ع ۾ سکر بيراج پراجيڪٽ گورنمينٽ آف انڊيا منظور ڪيو ۽ انهيءَ ئي وقت پنجاب گورنمينٽ پنهنجو اعتراض پيش ڪيو ۽ ان جي رد عمل جي جواب ۾ بمبئي گورنمينٽ سخت الفاظن ۾ احتجاج ڪيو ۽ گورنمينٽ آف انڊيا يقين دهاني ڪرائي تہ ٿيو ڪوبہ نئون پراجيڪٽ منظور نہ ڪبو. اجان ١٥ مهينا ئي مس گذريا تہ پنجاب گورنمينٽ سنڌو درياءَ تي پنهنجو حق ڄمائڻ لاءِ ٻيهر گورنمينٽ آف انڊيا کان گهر ڪئي تہ کين خالي آزمائشي طور ٿل ڪئنال واسطي ٧٥٠ ڪيوسڪ پاڻي ڏنو وڃي. انڊيا گورنمينٽ ان نسبت بمبئي گورنمينٽ کي اجان آگاهہ ئي نہ ڪيو هو تہ اوچتو سيپٽمبر ١٩٢٥ع ۾ پنجاب گورنمينٽ پنهنجي نئين عرضداشت وڏي ٿل پراجيڪٽ لاءِ گورنمينٽ آف انڊيا کي موڪلي ڏني. لارڊ ريڊنگ ان وقت جي وائسراءِ اها پنجاب جي عرضداشت نهايت ئي اهم دليلن سان رد ڪري ڇڏي ۽ فرمايو تہ ٿل پراجيڪٽ منظور ڪرڻ سان سنڌ سان نهايت سنگين بي انصافي ٿيندي. مگر بيراج ان کان اڳ منظور ٿي چڪي هئي ۽ ڪم بہ چالو ٿي چڪو هو.

اهو جيڪي ٿيو سو سکر بيراج جي واهن وهڻ کان اڳ. بيراج جي ٺهڻ بعد جا ٿيو سو سانحو نئين باب ۾ عرض رکبو.

# باب ٻيو

"جو تيون ٻجو ينڌ ٻيا وو ٻيرا.
واٽون ونڊر جون وڻ ٻيا ڏسيندا".
(ٻنائي).

هن المناڪ سانحي جي سمجهڻ لاءِ ڪا خاص مطالعي جي ضرورت ڪانہ آهي چو تہ ون يونٽ جي زماني ۾ صوبن کي هڪ ٻئي کي ويجهي ڪان سجاڻن جو موقعو مليو جيتوڻيڪ ننڍن صوبن کي ان لاءِ تمام وڏي قيمت ادا ڪرڻي پيئي. خير، مان هاڻي پنهنجي موضوع تي اچان ٿو. سکر بيراج ٺهڻ بعد ڇا ٿيو سو هڪ قسم جو عجب نوعيت جو داستان درد آهي. سکر بيراج سان گڏوگڏ ستلج پراجيڪٽ پڻ پورو ڪيو ويو هو. هن سيني ڪمن جي پوريءَ ٿيڻ بعد هڪ طرف بيڪانير ۽ بهاولپور رياستن جو پنجاب سان جهڳڙو پيدا ٿيو ۽ ٻئي طرف خيرپور رياست ربيع لاءِ وڌيڪ پاڻي گهرڻ شروع ڪيو. پنجاب پڻ حويلي پراجيڪٽ ۾ اجان وڌيڪ پاڻيءَ جي گهر ڪئي جيتوڻيڪ سنڌ جي هاءِ گهوڙا جو اجان تائين سينٽرل گورنمينٽ کو خاطرخواه علاج ڪونہ ڪيو هو.

بهرحال وفاقي حڪومت يو پيءَ جي هڪ چيف انجنيئر انڊرسن جي سرڪردگيءَ ۾ هڪ ڪميشن ويهاري تہ جيئن هن سيني مسئلن جو اپياس ڪري گورنمينٽ کي هڪ رپورٽ پيش ڪري. ڪميٽيءَ پنهنجي رپورٽ ١٦ سيپٽمبر ١٩١٥ع تي پيش ڪئي ۽ گورنمينٽ آف انڊيا پنهنجي ليٽر تاريخ ٢٠ مارچ ١٩٢٧ع هيٺ انهيءَ رپورٽ تي آرڊر پاس ڪيا ۽ تقريباً ڪميٽيءَ جون سفارشون قبول ڪيون. انهن سفارشن ماتحت سکر بيراج، پهاڙ پور ڪئنال ۽ ٿل واهہ جي هر هڪ مهيني جي پاڻي جي ڪوٽا مقرر ڪئي ويئي. اها قابل ذڪر پرولي آهي تہ ٿل واهہ جو مسئلو جيتوڻيڪ ڪميٽيءَ جي سپردئي ڪونہ هو تڏهن بہ پنجاب زور آزمائي ڏيکاري ٿل واهہ جي ڪوٽا ڪميٽيءَ کان مقرر ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. حقيقت ۾ ١٩٣٩ع تائين سکر بيراج جي جانچ پڙتال لاءِ ترسئو هو. ليڪن "ڏاڍي جي لٺ کي بہ مٿا" ۽ انهيءَ ڏس ۾ پنجاب ڪامياب ٿي ويو. پنجاب ان بعد بہ سنڌو درياءَ مان وڌيڪ پاڻي ڪڻڻ جي مهم تيز ڪئي. انهيءَ مهم جو نتيجو اهو نڪتو جو گورنمينٽ آف انڊيا ١٩٤٥ع جي ايڪٽ هيٺ، سنڌ گورنمينٽ پنهنجو اعتراض

پنجاب جي رويي خلاف ١٩٢٩ع ۾ وفاقي حڪومت کي پيش ڪيو. اهو اعتراض ٧ جون ١٩٤١ع تي گورنر جنرل آڏو پيش ڪيو ويو. گورنر جنرل سنڌ جي اعتراضن جي جانچ پڙتال لاءِ ١١ سيپٽمبر ١٩٤١ع تي هڪ ڪميشن ويهاري جنهن جو چيئرمين ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ جي جج بي اين راءِ کي مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ اها ڪميشن. راءِ ڪميشن جي نالي سان مشهور ٿي. راءِ ڪميشن اها راءِ ڏني ۽ محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن پنجاب جون گهرون سنڌونديءَ جي پاڻيءَ لاءِ زير غور ڪيون ويون تہ سنڌ جي واهن تي ازخود برو اثر پوندو ۽ خاص طور سيپٽمبر جي مهيني ۾. ان لاءِ ڪميشن اها راءِ ڏني تہ انهن مسئلن جو واحد علاج اهو آهي تہ اپر سنڌ ۽ لوئر سنڌ ۾ بہ نوان بيراج ٺاهيا وڃن. جن جي قيمت ڪميشن جي خيال ۾ اٽڪل سورهن ڪروڙ رپيا هئي جن مان ڪم از ڪم ٻہ ڪروڙ رپيا پنجاب کي سنڌ جي نقصان جو هرجانو ڀرڻ کپي. راءِ ڪميشن جي ٿي مرضيءَ پٽاندڙ پاڻيءَ نسبت ڪنهن سمجهوتي تي پهچڻ لاءِ سنڌ ۽ پنجاب گورنمينٽ وچ ۾ اپريل ١٩٤٣ع ۾ ڳالهيون شروع ٿيون. راءِ صاحب هڪ جج هو. هن جي مرضي هئي تہ طرفين جون پاڻيءَ جي ورهاست نسبت جيڪڏهن باهمي ڳالهيون هلن تہ شايد سيني تصفين جو سٺو نتيجو نڪري. ٻنهي صوبن يعني سنڌ ۽ پنجاب جي گڏيل ڪميٽيءَ کي بہ اهم ڳالهيون فيصل ڪرڻيون هيون. اهي هيون:

(الف) سيني دريائن جي پاڻي جي ورهاست.

(ب) پئسن جي رقم جو مقدار جا پنجاب کي هرجاني طور ڀرڻي هئي.

انهن ٻنهي صوبن جي ڪميٽي جن جا ٻہ چيف انجنيئر ميمبر هئا. ١٨ مهينن جي ڏي وٺ بعد ٢٨ سيپٽمبر ١٩٤٥ع تي پاڻيءَ جي ورهاست نسبت سمجهوتي تي صحيحون ڪيون ۽ انهي سمجهوتي کي ڪوٺيو ويو. Sindh Punjab ١٩٤٥ Agreement. اهو سمجهوتو خود پنجاب گورنمينٽ ١٣ آڪٽوبر ١٩٤٥ع جي ليٽر موجب قبول ڪيو ۽ ان سمجهوتي موجب پاڻيءَ جي ورهاست جو قطعي طور فيصلو ٿي چڪو هو. فقط پئسن جي رقم جو فيصلو رهيل هو. پنجاب جي مرضي هئي تہ وڏيڪ ڇهہ مهينا ڳالهيون هلن جيئن پئسن واري فقري تي بہ ڪو فيصلو ٿي وڃي. وائسراءِ پنجاب جي اها استدعا نا منظور ڪئي ۽ وڏيڪ ٻنهي صوبن کي حڪم ڏنو تہ "بهتر ائين آهي تہ "ثالثي" جو فقرو پئسن متعلق سمجهوتي ۾ وڌو وڃي ڇاڪاڻ تہ مکيہ ڳالهہ پاڻيءَ جي مقدار جي فيصلي جي اڳيئي فيصل ٿي چڪي هئي". سنڌ ٧ نومبر ١٩٤٥ع تي وائسراءِ جي اها رٿا قبول ڪئي تہ "جيئن تہ پاڻيءَ جي ورهاست جو فيصلو قطعي طور ٿي چڪو آهي جنهن صورت ۾ فقط انهيءَ فيصلي

ڪرڻ لاءِ ته پنجاب کي ڪيتري رقم سنڌ کي ڏيڻ کپي ان لاءِ پڻ "ثالثي" جو فقرو سمجهوتي ۾ وڌو ويو".

سنڌ پنجاب جي انهيءَ پاڻيءَ جي ورهاست واري معاهده جي فقري ١٥ ۽ ١٨ ۾ صاف صاف لکيو ويو آهي ته "اگر پئسن واري معاملي ۾ ڌريون نه به ٺهيون تڏهن به پاڻيءَ جي ورهاست آخري قبول سمجهي ويندي ۽ پئسن جي انداز جو فيصلو "ثالثي" ذريعي ڪيو ويندو".

بعد ۾ سياسي ۽ ملڪي تبديلين سبب پئسن جي انداز متعلق ڪو فيصلو ڪونه ٿيو. حقيقت اها آهي ته پاڻيءَ جي ورهاست وارو مسودو پنجاب جي انجنيئر ٺاهيو ۽ سنڌ جي انجنيئرن کي قبول ڪرڻو پيو. بهرحال انهيءَ پاڻيءَ جي ورهاست واري مسودي جي تعريف ۾ خود پنجاب جي انجنيئرن ڪيترا قصيدا لکيا آهن جي اڃان موجود آهن ۽ سنڌ گورنمينٽ پنهنجي Case ۾ فضل اڪبر ڪميشن سامهون پيش ڪيا آهن. اها ڳالهه واضح ڪرڻ ضروري آهي ته اڳتي هلي انهي پاڻيءَ واري ورهاست جي Agreement تان پنجاب منحرف ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته انگريزن جي وڃڻ بعد هينئر پنجاب پوري پاڪستان جو مالڪ آهي. پاڪستان ٺهڻ بعد پنجاب سنڌ سان ڪهڙا هاڃا ڪيا سو ايندڙ باب ۾ بيان ڪنداسون.

" هوگئي غالب بلائين سب تمام ايک مرگ ناگهاني اور هي".

# باب ٽيون

"هاڃا ٿــيـــا هزار پــيـنر هن پنيـــور ۾"

(پتائي)

سياست کي الڳ رکي مان فقط پاڻيءَ جي مسئلي جو ذڪر ڪري رهيو آهيان. اهو قدرت جو قانون آهي تہ جنهن بہ ڳالهہ جي ابتدا بدنيتي هوندي آهي ان ڳالهہ جو نتيجو بہ ڪو چڱو ڪونہ نڪرندو آهي. پاڪستان لهڻ سان مغربي پنجاب صوبائي گورنمينٽ کهڙو ڪردار ادا ڪيو تنهن تي ڪيترو بہ ماتم ڪجي اوترو ٿورو آهي. آئينده نسل اسان کي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندو تہ ڪيئن اسان تنگ دلي، شخصي ضد ۽ ڪم فهميءَ سبب سموري ملڪ جو خانو خراب ڪيو. مان جڏهن "اسان" جو لفظ استعمال ڪريان ٿو تہ سمجهڻ ائين کپي تہ مان فقط مغربي پنجاب کي مخاطب آهيان. مغربي پنجاب جيڪو پاڪستان جي ورهاڱي وقت ڪردار ادا ڪيو تنهن لاءِ ڪوبہ پاڪستان شرم کان ڪنڌ مٿي ڪٿي نہ سگهندو. ڪنهن بہ هڪ لکيل ڪتاب مان اوهان کي هي مواد ملي نہ سگهندو، تنهن ڪري عرض ڪندس تہ دل جي خوض ۽ ويچار سان هي باب پڙهيو وڃي.

"رب رسي مت ڪـــسي هٿي ڪونہ هٿـــيـــار،
ڏسي اهو پار جنهن ڪـــان جوکـــو جيءَ کي".

ريڊ ڪلف ايوارڊ هيٺ آگسٽ ١٩٤٧ع ۾ هندستان جو ورهاڱو ٿيو يعني پاڪستان ۽ ڀارت ٻہ ملڪ ٿيا. ريڊ ڪلف هڪ وڪيل هو. هو نہ روينيو جو ماڻهو هو ۽ نہ وري بي - ڊبليو- ڊي جو ماڻهو هو. انگريزن جي اها قومي خوبي يا خرابي ڪٿي چئجي تہ جڏهن بہ ڪو ڪم ڪندا آهن تہ ٻاهريون ڏيک اهوئي ڏيندا آهن تہ انصاف جي دائري کان ٻاهر وڃڻ نہ ٿا گهرن جيتوڻيڪ نيت بي انصافيءَ جي بہ ڪٿي هجين. ريڊ ڪلف نقشي تي هڪ لائن لڳائي ڀارت ۽ پاڪستان ٺاهيو. مگر هن کي بخوبي معلوم هو تہ انهيءَ لائين لڳائڻ نسبت طرفين کي گهڻيون ئي مشڪلاتون درپيش اينديون. لهاذا انهن مشڪلاتن جي حل ڳولڻ لاءِ هر هڪ ڪاتي لاءِ ٻنهي ڌرين جي ميمبرن تي هڪ ڪميٽي ٺاهي ويئي ۽ انهيءَ ڪاميٽيءَ جو معياد ٣١ مارچ ١٩٤٨ع تائين رکيو ويو. انهيءَ ڪاميٽيءَ جنهن کي پاڻيءَ جا مسئلا حل ڪرڻا هئا، ان جو نالو ڪميٽي "Committee B" رکيو ويو. جيئن تہ هن وقت

اسان فقط پاڻيءَ جي مسئلي جو ذڪر ڪري رهيا آهيون. اسان جو ذڪر خير ڪميٽي B نسبت ٿيندو. پاڪستان ٺهڻ تي اسان جي پنجابي ڀائرن ڪي سينٽرل گورنمينٽ خواهه مغربي پاڪستان ۾ ٻين ننڍن صوبن کان وڌيڪ سبقت حاصل هئي ۽ ٻين صوبن جي باشندن کي انهن ڪميشن جي ميمبر شپ لاءِ بلڪل نظر انداز ڪيو ويو. مغربي پنجاب جا ٽي باشندا گهٽي پاڳي سڄي پاڪستان جا نمائندا بڻجي ويا.

ملڪ جي ورهاست وقت مغربي پنجاب جي اريگيشن کاتي ۾ هيٺيان ٽي سيڪريٽري هئا. ١– خانبهادر شيخ عبدالحميد، ٢– پير محمد ابراهيم ۽ ٣– ايس – آءِ محبوب.

سيڪريٽري ايس – آءِ محبوب ڪميٽي B ۾ رڌا آندي تہ ستلج درياءَ مان هڪ واهه، جو فيروز پور هيڊ ورڪس وٽان نڪرندو هو ۽ ٻيو واهه جو راوي درياءَ جي ماڌوپور هيڊ ورڪس وٽان نڪرندو هو، سي ٻئي ناڪاره ثابت ٿيندا. جو ريڊ ڪلف ايوارڊ موجب ٻئي بيراج پارٽ ۾ اچي ويا آهن ۽ نڪرندڙ ٻئي واهه پاڪستان ۾ اچي ويا آهن. محبوب صاحب Committee B ۾ ان ڳالهه جو تصفيو ڪهريو ۽ اهو سوال ڪميٽي B جي ايجنڊا تي آندو ويو تہ ڪهڙي نموني هي پيچيده مسئلو طئي ڪيو وڃي.

هت اهو ذڪر ڪرڻ لازمي ٿيندو تہ اوير پنجاب (پارت) ۽ اولهہ پنجاب (پاڪستان) جا آفيسر ورهاڱي کان اڳ ۾ هڪ ئي صوبي يعني گڏيل پنجاب ۾ نوڪري ڪندا هئا. هو هڪ ٻئي کي چڱي طرح ڄاڻندا سڃاڻندا هئا ۽ هڪ ٻئي جا چڱي طرح اوتيل پوتيل هئا. اوير پنجاب جي اريگيشن آفيسرن کي بخوبي معلوم هو تہ مغربي پنجاب جا نيئي مسلمان سيڪريٽري اريگيشن هڪ ٻئي جي سخت خلاف آهن ۽ هڪ ٻئي جو منهن ڏسڻ بہ پسند نہ ڪندا آهن. ڪميٽي B ۾ مٿيون سوال مسٽر محبوب سيڪريٽري مغربي پنجاب پيش ڪيو. ليڪن جڏهن انهيءَ تصفيہ لاءِ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي تڏهن غلطي وچان يا ڄاڻي ٻجهي مغربي پنجاب گورنمينٽ محبوب بدران خان بهادر شيخ عبدالحميد (جو بہ سيڪريٽري اريگيشن هو) کي پاڪستان جو نمائندو ڪري موڪيلو. سنڌي زبان ۾ چوندا آهن تہ "جو جڻي سو نپائي" انهيءَ جي بمصداق محبوب کي ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ موڪلڻ کپندو هو ليڪن ائين نہ ڪيو ويو. آخر ڪار سوال تہ محبوب ئي پيش ڪيو هو. چو ائين ڪيو ويو؟ تنهن جو جواب انهيءَ وقت جي تاريخ کي ڏيڻ گهرجي.

جڏهن ميٽنگ لاءِ طرفين جا نمائندا گڏ ٿيا تڏهن پارت جي نمائندي

ڪنورسين. خانبهادر عبدالحميد کي فرمايو تہ "تسي اسي ڀائي ڀائي، اسان نون توٺاڊا پاڻي ٺهوڙائي بند ڪرنا هي. محبوب تئانون پتہ هي ڪہ اڃا بندا نهين او خواه مخواه اي مسئلہ ڪميٽي B وچ لاکي جهگڙا بڙها رها هي. بهتر هي ڪہ تسي ايجنڊا تون يہ Item واپس لي لو" خانبهادر عبدالحميد، جو شخصي طرح محبوب جو دشمن هو تنهن بنا ڪنهن سوچ ويچار جي ڪنورسين جي اها التجا يڪدم قبول ڪئي ۽ هي پاڻيءَ جو مسئلو ڪميٽي B جي ايجنڊا تان واپس ورتو ويو. ائين ڪرڻ سان خانبهادر عبدالحميد هڪ سنگين نقصانده ڪردار ادا ڪيو.

"انا لله و انا اليه راجعون".

نهرو صاحب ۳۱ مارچ ۱۹۴۸ع تائين پاڪستان جا پيٽي واهہ فل وهايا. پهرين اپريل ۱۹۴۸ع تي ڪميٽي B جي عمر ختم ٿي چڪي هئي ۽ ان ڪري ڀنهي واهن کي يڪدم بند ڪيو ويو. پوري پاڪستان ۾ هاءِ گهوڙا مچي ويئي نواب مظفر علي قزلباش ۽ پيا مغربي پنجاب جا ليڊر يڪدم شملا وڃي نهرو صاحب جي چرنن تي ڪريا. نهرو هنن کي فرمايو تہ "پاڪستان، راوي ۽ ستلج تي پارت جو حق قبول ڪري چڪو آهي ورنہ پاڻيءَ جو مسئلو ڪميٽي B جي ايجنڊا تان نہ ڪڍرائي ها. هاڻي پاڻيءَ جي قيمت جا پئسا ڀري ڏيو تہ پوءِ ڀنهي واهن ۾ پاڻي ڇڏيون".

نهرو صاحب جي اها فرمائش مغربي پنجاب جي هنن پاڪستاني نمائندن قبول ڪئي ۽ شملا اگريمينٽ تي صحيح ڪري پاڻيءَ جي عيوض پئسا ڀرڻ قبول ڪيائون. نہ پين صوبن کان پڇيو ويو ۽ نہ وري ڪنهن صوبائي سرڪار کان قبوليت ورتي ويئي. هڙو هاجو ملڪ سان ٿي گذريو ليڪن ساري پاڪستان ۾ ڪنهن بہ ان وقت چون چراڪ نہ ڪئي ڇو تہ پنجاب جي باشندن ٿي اها خطا ڪئي هئي ۽ قحط الرجالي ۽ مخبوط الحواسي جو عالم اهو هو جو سيني جي زبان تي قدرتي مهر لڳي ويئي. هڪ آمريڪي رسالي ۾ آرٽيڪل آيو جنهن ۾ ائين لکيل هو تہ "اسان کي تعجب آهي تہ پاڪستانين پاڻ ڪيئن پنهنجو پاڻي هڙي سستي نموني هندستان کي ڏيئي ڇڏيو ۽ اسان کي يقين آهي تہ جي شملا سمجهوتي تي پاڪستاني صحيح نہ ڪن ها ۽ هي مسئلو هيگ ورلڊ ڪورٽ ۾ کڻي وڃن ها تہ يقيني ڪٽي وڃن ها" ليڪن .....

للين ٿال جي دلچسپيءَ سبب عالمي بئنڪ هن مسئلي ۾ دخل انداز ٿي ۽ مارچ ۱۹۵۲ع ۾ اهو طئي ٿيو تہ جيستائين عالمي بئنڪ طرفين جو ڪو سمجهوتو ڪرائي تيستائين ڪم اينڊز گهرجن کي طرفين هيٺ مٿي نہ ڪندا. عالمي بئنڪ جي

دلچسپيءَ سبب "Indus Water Treaty" عمل ۾ آئي ۽ ان تو ذڪر ايندڙ باب ۾ ڪبو.

بي تڪلفي بي باڪي ڪلام معاف. هاڻي پوزيشن اها وڃي رهي هئي تہ مغربي پنجاب شملا معاهده تي صحيح ڪري پنهنجو ۽ ٻين سيني صوبن جو پاڻي وڃائي انهيءَ آترويلا ۾ اچي مبتلا ٿيو تہ ڪهڙي طريقي پنجاب جي پاڻيءَ جي ڪوٽ سنڌ جو پاڻي ڦري پوري ڪئي وڃي. سنڌ جي پاڻي ڦرڻ ۾ پنجاب کي نہ حجاب هو ۽ نہ تڪليف هئي ڇو تہ سنڌ هڪ سياسي يتيم هئي. توهان سنڌ جي ڪسمپرسيءَ جي حالت جو انهيءَ مان اندازو لڳايو تہ اٽڪل انهيءَ زماني ۾ ڪوٽڙي بيراج کليو ۽ انهيءَ کلڻ جي تقريب ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙي، غلام محمد جهڙي نااهل ۽ فالج زده پنجابي صدر کي هيٺينءَ ريت مخاطب ڪيو.

"Your excellency permit me to call this Barrage as Ghulam Mohammad Barrage for the Yeomen services rendered by You to the Province of Sindh.

شرم! شرم! شرم!

غلام محمد سنڌ جي ڪهڙي خدمت ڪئي سا سنڌ جي ٻار ٻچي کان بہ ڳجهي ڪانہ آهي. سنڌي وڏيرن کي سياسي لقمن تي پاڻ ۾ ويڙهائي هنن ڪان ميراثين جو ڪردار ادا ڪرايائين.

جڏهن پنجاب جي چوڌريءَ اهو محسوس ڪيو تہ ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سنڌونديءَ جو پاڻي پنجاب ۾ ڪم آڻبو آهي تڏهن هن آهستي آهستي سنڌ سان هٿ چراند ڪرڻ شروع ڪئي. هندستان جو پوت ڏيکاري پنجاب B.R.B.D (بماولا، راوي، بيديان لنڪ) لنڪ ٺاهڻ شروع ڪري ڏنو ۽ سنڌ کان ڪا اجازت نہ ورتي ويئي حتيٰ ڪ سنڌ پنجاب اڳريمينٽ موجب پنجاب پنهنجي جاگرافيائي حدن ۾ ڪوبہ ڪم سنڌ جي اجازت کان سواءِ نہ پئي ڪري سگهيو.

انهيءَ وقت آئين ساز اسيمبليءَ ۾ سنڌ پاران محمد هاشم گذدر ميمبر هو ۽ هن صاحب اسيمبليءَ ۾ تقرير ڪندي چيو تہ "پنجاب کي سنڌ پنجاب اڳريمينٽ موجب پنجاب ۾ ڪنهن بہ ڪم ڪرڻ جي اجازت ڪانہ آهي ۽ اها صريحاً بي انصافي آهي جو B.R.B.D لنڪ ٺاٿي ويئي آهي".

گذدر جي تقرير ٿوري چرپر پيدا ڪئي ۽ سينٽرل گورنمينٽ اعتراف ڪيو تہ هيءَ غلطي ٻيهر نہ ٿيندي. هن نسبت سينٽرل گورنمينٽ جو ڊي او ليٽر

نمبر P-19 (67) Dated 26-3-1953 ضميمي طور ڪتاب شامل آهي.

بهرحال پنجاب محسوس ڪيو ته سنڌ جو پاڻي مروج انتظامي ڍانچي هيٺ کڻي وڃڻ ڪو آسان ڪم ڪونه هو. لهاذا "ون يونٽ" ٺاهيو ويو. "نه رهندو بانس نه وڄندي بانسري" ظاهري سبب اهو ڏنو ويو ته مشرقي پاڪستان جي مقابلي ۾ ون يونٽ جو وجود بلڪل ضروري آهي. درحقيقت ون يونٽ ٺاهڻ سان:
١- سنڌ جو پاڻي ۽ زمينون بنا تڪليف جي پنجاب جي باشندن کي ملي پي سگهيون. ٢- سنڌين کي سرڪاري نوڪرين جي حقن کان محروم ڪري پي سگهيا. ٣- سنڌين کي واپار وغيره ۾ ڪابه اوليت ملي ڪانه پي سگهي. مطلب ته مغربي پاڪستان جا نئدا صوبا پنجاب جا پوريءَ طرح چراگاهه بڻجي پي سگهيا.

اها حڪمت عملي غلام محمد جي ڏاڍي هٺ جو کيل هئي جنهن کهڙي ۽ علي محمد راشديءَ جي پٺي ٺپري سنڌي وڏيرن کان موچڙن سان ون يونٽ جي قرارداد سنڌ اسيمبلي ۾ پاس ڪرائي ۽ ان بعد سنڌي وڏيرو رڳو "پدرم سلطان بود" جا گيت ڳائيندو رهيو.

تعجب ته اهو آهي ته آخرڪار سنڌي ليڊرشپ جو اهو حشر ڇو ٿيو؟ الله تعاليٰ جي ذات بي نياز آهي. نااهل قومن کي فنا ڪري اهل قومن کي بقا ڏيندو آهي. سوره ياسين سيپاري ٢٢ ۾ فرمائي ٿو: "الم يروڪم اهلڪنا قبلهم من القرون انهم اليهم، لايرجعون".

پٺي باب ۾ مان ٻڌائيندس ته ون يونٽ ٺهڻ بعد ۽ عالمي بئنڪ جي وچ ۾ پوڻ تي ڇا وهيو واپريو.

# باب چوٿون

"وڪـــــر ســـــو وهاءِ جو پنهنجي پرائو نہ ٿـــــئي،
ويچيندي ولايت ۾ ذرو ٿـــــئي نہ ضـــــاءِ،
ســـــا ڪا هڙ هلاءِ اڳ جنهين جي ابهين"
(ڀٽائي).

ڏيل هندستان جي ورهاڱي بعد ڇا وهيو واپريو تنهن جو ذڪر اڳين باب ۾ سرسري طرح ڏنو ويو آهي. هن باب ۾ عالمي بئنڪ جي هن مسئلي ۾ پير پائڻ بعد جيڪي وهيو واپريو تنهن جو ذڪر ڏنو ويندو.

ڏيل هندستان جي ورهاڱي بعد ٽيئي درياءَ يعني راوي، ستلج ۽ بياس ڀارت جي حوالي مغربي پنجاب جي غلطين سبب اچي ويا جيئن مٿي ٻڌايو ويو آهي.

مغربي پنجاب جڏهن ڏٺو تہ هنن ٽنهي دريائن جي وڃڻ سبب سندن ٿورو کي گهڻو پاڻي جو نقصان ٿيو آهي تڏهن انهيءَ اترويلا ۾ مبتلا رهيا تہ ڪهڙي طرح سنڌوندي ءَ مان سنڌ جي حصي جو پاڻي پنجاب ۾ ڪم آندو وڃي. هن مسئلي جي سمجهڻ لاءِ اهو ضروري ٿيندو تہ هنن ٽنهي دريائن جي وڃڻ سبب پاڪستان جي هر هڪ صوبي تي ڪهڙو اثر پيو ان جو مطالعو ڪيو وڃي. خوش قسمتاً راوي ۽ ستلج تي بلڪل پاڪستاني سرحدن وٽ پاڻي ماپ ڪرڻ جا گز سو سالن کان لڳل هئا. ستلج درياءَ تي سرحد وٽ سليمانڪي بيراج آهي ۽ راويءَ جي سرحد وٽ جسر پل آهي. آباديءَ لاءِ پاڻيءَ جي خاص ضرورت اوائل خريف ۽ ربيع موسم ۾ ٿيندي آهي. مٿين ٻن جاين وٽ پاڻيءَ جي ڊسچارج جي مقدار جا انگ اکر سو سالن کان اسان وٽ موجود آهن. انهن ٻنهي جاين جي سراسري ڊسچارج جو ٽوٽل هر سال ۾ ۳ ملين ايڪڙ فوٽ رهي آهي ۽ انهن ۳ ملين ايڪڙ فوٽن مان سو سالن کان پنجند جي هيٺان ڊسچارج جو مقدار ٻہ ملين ايڪڙ فوٽ سنڌونديءَ ۾ وهندو رهيو آهي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ جيڪڏهن انهن ٽنهي دريائن جي وڃڻ ڪري ڪو نقصان ٿيو ہہ تہ پنجاب جو هڪ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ويو ۽ سنڌ جو ٻہ ملين ايڪڙ فوٽ جو تہ ٽوٽل ڊسچارج ٽي انهن دريائن ۾ ٽي ملين ايڪڙ فوٽ رهي آهي. هاڻي جڏهن پنجاب کي قلت جي عرصي ۾ هنن دريائن مان پاڻي ملندو ٽي هڪ ملين ايڪڙ فوٽ هو تہ پوءِ وڌيڪ پاڻي ڪيڏانهن ويو؟ ان بعد پنجاب .B.R.B.D لنڪ جبراً سنڌ جي اجازت کان سواءِ ڪڍي پنجن دريائن جي پاڻي مان ڏيڍ ملين ايڪڙ

فوٽ پاڻي کٽي ورتو يعني حقيقت ۾ هندستان جي ورهاڱي بعد مغربي پنجاب کي پاڻيءَ جي کوٽ نسبت فائدو ٿي پيو ۽ نه نقصان. جي نقصان ٿيو ته اهو سنڌ جوئي ٿيو ۽ نه ڪنهن ٻئي صوبي جو. بهرحال مغربي پنجاب جو پاڻيءَ جي قلت جو ٻنڪو فقط سنڌ جي پاڻي ڦٻائڻ لاءِ ڍونگ ٿي هو ۽ نه هڪ حقيقت.

عالمي بئنڪ جي پاڪستاني وفد ۾ سنڌ طرفان ڊاڪٽر قريشي کي موڪليو ويو ۽ هن صاحب واشنگٽن پهچڻ بعد جو سنڌ گورنمينٽ کي خط لکيو هو. ان ۾ واضع طور هن انهي ماجرا ڏانهن اشارو ڏيندي لکيو ته "واشنگٽن پهچڻ بعد مون محسوس ڪيو آهي ته مون کي سنڌ ۽ پنجاب جي پاڻيءَ جي جهيڙي نسبت هت موڪليو ويو آهي ۽ نه هندستان ۽ پاڪستان جي جهيڙي نسبت". انهي نسبت سندس ليٽر جي ڪاپي ڪتاب ۾ شامل آهي جا نظر مان ڪڍي وڃي.

پاڪستان جا پنجابي نمائندا سمورو وقت انهيءَ فڪر ۾ رهيا ته ڪهڙي طرح سنڌونديءَ جو پاڻي پنجاب ۾ ڪم آندو وڃي.

هندستان سان پاڻيءَ جو جهيڙو ته هنن لاءِ هڪ Side Issue بڻجي پيو. هي اهو تاثير هو جڏهن محمد هاشم گذدر پاڪستان دستور ساز اسيمبلي ۾ سنڌ طرفان شڪوه ۽ شڪايت جو آواز بلند ڪيو. انهيءَ جي نتيجي ۾ ون يونٽ جو آغاز ٿيو.

ون يونٽ ٽهڻ بعد جو پهريون وار ننڍن صوبن تي ڪيو ويو سو اهو هو ته عالمي بئنڪ جي وفد ۾ جيڪي ننڍن صوبن جا نمائنده هئا انهن کي واشنگٽن مان گهرايو ويو ۽ پاڪستان جي سموري نمائندگي پنجاب جي حوالي ڪئي ويئي. ڊاڪٽر محمد صالح قريشي جو سنڌ جو نمائندو هو سو به خير خوبيءَ سان بوري بستري سميت ڪراچي اچي پهتو. "نه هوندو بانس نه وڄندي بانسري" هڪڙي ٿي ڌڪ سان سڀ مسئلا طئي ڪيا ويا.

بهرحال عالمي بئنڪ جي ڪوشش سان گهڻي ڏي وٺ بعد سنڌ طاس معاهدو ۱۹ سيپٽمبر ۱۹٦۰ع تي هندستان ۽ پاڪستان درميان صحيح ٿيو. انهيءَ معاهدي موجب جهلم، چناب ۽ سنڌو درياءَ پاڪستان کي مليا ۽ راوي، بياس ۽ ستلج هندستان کي مليا. اهو اصول قبول ڪيو ويو ته "هندستان مقرر شده رقم پاڪستان کي پري ڏيندو ۽ عالمي بئنڪ به مقرر رقم قرض ۽ مدد طور پاڪستان جي حوالي ڪندي. پاڪستان کي فل اختيار ڏنو ويو ته جيڪي وٿيس سي منصوبا پاڪستان ۾ ٺاهي ۽ ان مسئلي ۾ ٻئي ڪنهن جو دخل ڪونه رهيو. خالي خانه

پوري، لاءِ ڪمن جي لسٽ عالمي بينڪ کي ڏيڻي هئي. انڊيا ۱۷۵ ملين ڊالر ڏنا ڪيا. ٻين همدرد ملڪن به ۱۷۵ ملين ڊالر پاڪستان کي مدد طور ڏنا ڪيا ۽ ۱۵۰ ملين ڊالر پاڪستان کي قرض طور ملڻا ٿيا. بعد ۾ هن رقم کان وڌيڪ ۳۱۵ ملين ڊالر ۱۹۶۴ع ۾ پاڪستان کي مليا.

ڪمن جي لسٽ ٺاهڻ ۽ عالمي بئنڪ کي رابطي رکڻ لاءِ هڪ بورڊ مرتب ڪيو ويو جنهن کي انڊس بيسن اڊوائيزري بورڊ (Indus Basinadvisory Board) چيو ويندو آهي ۽ مروج طور انکي IBAB ائباب ڪوٺيو ويندو آهي. IBAB ۾ سڀ پنجابي آفيسر مقرر ڪيا ويا جن جا نالا پٺي باب ۾ ڏنا ويا آهن. ون يونٽ ٺهڻ بعد محبوب نالي پنجابي آفيسر پاٺيءَ جو آفيسر مقرر ڪيو ويو. IBAB جي ميمبرن کي فقط مغربي پنجاب جو مفاد ئي عزيز هو ۽ انهيءَ هڪ خيال کي سيني ڳالهين جي مٿان اوليت حاصل هئي. لهاذا IBAB مغربي پنجاب لاءِ اهو ڪي ڪيو جو گڏيل پنجاب هڪ سو سالن ۾ انگريزن جي حڪومت ۾ پنجاب لاءِ حاصل ڪري نه سگهيو هو. سنڌ طاس معاهدي وقت ڪوبه سنڌي آفيسر انهي پوزيشن ۾ نه هو ته ڪو دانهن ڪري سگهي، ۽ جن ٿوري چون چرا ڪئي انهن کي قانوني طرح زبان بنديءَ تي مجبور ڪيو ويو ۽ معاهده تي تبصرو ڪرڻ قانوني طرح ڏوهه ٺهرايو ويو. تعجب جي ڳالهه اها آهي ته وقت بوقت ننڍن صوبن اهو خدشو اظهار پي ڪيو ته هن معاهده جي آڙ ۾ پنجاب سنڌن حق تلفي ڪندو ۽ وفاقي حڪومت کي انهن حالتن جي اڳيڻي ڄاڻ هئي. انهن انديشن کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ وفاقي حڪومت صوبائي گورنمينٽ کي D.O LETTER NO (IND) 735/54 DATED 6-11-1954 ذريعي آگاهه ڪيو ته اهي انديشا غلط آهن ليڪن وقت ثابت ڪري ڏيکاريو ته اهي انديشا بلڪل صحيح هئا ۽ صحيح نڪتا.

سنڌ طاس معاهدي وقت فنڊ انگريمينٽ به صحيح ڪئي ويئي هئي ليڪن اها انهيءَ معاهدي جو حصو ڪانه هئي. اها فقط پئسن جي هٿ ڪرڻ جو ذريعو هئي.

هن بعد ون يونٽ جو ٺهڻ ڪيتري قدر حالتن تي اثر انداز ٿيو تنهن جو ذڪر ايندڙ باب ۾ ڏنو ويندو.

چون قلم در دست غدار بود،
لا جرم منصور بردار بود.

# باب پنجون

"پاڻيءَ مــٿي جهــويڙا ۽ مـــورک اڄ مـــرن"

(ڀٽائي).

ون يونٽ جو حالتن تي ڇا اثر ٿيو تنهن جو ذڪر هن باب ۾ ڪنداسون.

ون يونٽ وارو زمــانو يعني ۱۴ آڪٽــوبر ۱۹۵۵ع کــان وٺي ۳۰ جون ۱۹۷۰ع پاڪســتـان جي تاريخ جو هڪ دلخراش باب آهي. ون يونٽ کـان ٿي اڳ ۾ عــالمي بئنڪ جي مدد سان هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ پاڻيءَ جي جهيڙي نبيرڻ لاءِ ڳالهيون هلي رهيون هيون. سنڌ جي پاران نمائندگي ڊاڪٽر محمد صالح قريشي ڪري رهيو هو ۽ ون يونٽ ٺهڻ سان هن صاحب کي واپس گهرايو ويو ۽ اهڙيءَ طرح ٻين ننڍن صوبن وانگر سنڌ جي نمائندگي پاڪستاني وفد تان ختم ڪئي ويئي. انڊس بيسن ائڊوائيزري بورڊ "INDUS BASIN ADVISORY BOARD" ٺاهيو ويو جنهن جا ميمبر هيٺيان پنجابي صاحب رکيا ويا.

۱- جي معين الدين.
۲- خانبهادر ايم - اي حميد چيف انجنيئر پنجاب.
۳- خليل رحمان.
۴- ايس - ڪرماني.
۵- ايس - آءِ - محبوب.
٦- ايس - ايم نياز.
۷- الطاف حسين.

اهي سيئي پنجاب جا باشندا هئا ۽ انهن کي پاڪستان پاران رٿائن ٺاهڻ جو پروانو ڏنو ويو. ويسٽ پاڪستان گورنمنٽ کي ڪوبہ غير پنجابي انجنيئر ان ڪم لاءِ موزون نظر آيو ئي ڪونہ. انهن سيني رٿائن جو مول مقصد اهو هو تہ ڪهڙيءَ طرح سنڌ جو پاڻي پنجاب ۾ ڪم آندو وڃي، نہ فقط سنڌ، پنجاب اڪريمينٽ ٿي نظر انداز ڪيو ويو پر جي رٿائون آباديءَ جي ليول جون خود هندستان ئي قبول نہ ڪون هيون سي فقط پنجاب لاءِ خيال ۾ رکي گهرون ڪيون ويون. خليل الرحمان جنهن جي نوڪري جو گهڻو حصو فقط سنڌ پنجاب جي پاڻيءَ واري جهيڙي واري ڪيس تي گذريو هو ۽ جنهن جي غلط ايسٽيمينٽ جي بناءَ تي ٽرمون براڄ ۽ پنجند

بيراج کي سنڌ درياءَ تي رکيو ويو ۽ سنڌ بلوچستان جي گهرجن کي بلڪل نظر انداز ڪيو ويو.

اڳئين باب ۾ رائو ڪميشن جو ذڪر ڪري آيا آهيون. انهي ڪميشن اهو فيصلو ڪيو هو ته سکر بيراج ۽ ٻين سنڌ جي بيراجن جي وهڪري جي آزمودي تي نئين طرح پاڻيءَ جي ورهاست ڪئي ويندي جيئن سنڌ نقصان هيٺ نه اچي.

سنڌ جي شڪايتن کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ هڪ "Water Allocation and Rates Committee" نالي ويٺي جنهن جو چيئرمين اختر حسين سابق گورنر ويسٽ پاڪستان کي ڪيو ويو. انهيءَ ڪميٽي تي پاڻيءَ جي ورهاست جو بار به رکيو ويو جنهن "أنڌه جا ابا" تنهن صوبن ۾ ٻئي ڪنهن اداري کي ٺي شڪايت ڪري نه سگهن. ٻهرياڻين ته هن ڪميٽي جا سڀ ميمبر سواءِ شير محمد بلوچ سيڪريٽري اريگيشن جو اتفاقاً سنڌي هو. پنجاب جا باشندا هئا. بعد ۾ انصاف جي ڊونگ رچائڻ لاءِ ٻي ميمبر سنڌ مان ۽ هڪ ميمبر سرحد مان ٻڻ کنيا ويا. سنڌي ميمبر هئا هر هڪ شيخ عبدالغفور، شيخ عبدالباقي ۽ بلوچ شير محمد. فرنٽيئر مان سرور جان خان کي ميمبر ڪري کنيو ويو. ان وقت پنجاب مان يارهن ميمبر هئا.

ون يونٽ جي ٽٽڻ جو اعلان ٿي چڪو هو ۽ ان ڪري هن مٿئين ڪميٽي جي بيڪار بڻجڻ جا آثار نمودار ٿي چڪا هئا. گورنر ويسٽ پاڪستان هي ڪميٽي ٽوڙي ڇڏي ۽ ان جي جاءِ تي صدر پاڪستان هڪ ڪميشن مقرر ڪئي. تنهن صوبن جي گهر هئي ته هن ڪميشن جو چيئرمن هڪ بنگالي گهٽ ۾ گهٽ هاءِ ڪورٽ جو جج هجي. ڪميشن جا Terms of Reference هيٺيان هئا.

١- پاڪستان جي پاڻيءَ جي ورهاست ڪرڻ

(الف) مقرر ڪيل پاڻيءَ جي مقدار يعني Allocation جو خيال رکڻ.

(ب) پرائين Committments جو خيال رکڻ.

(ت) زير زمين پاڻيءَ جي قسم ۽ انهيءَ جي ڪم آڻڻ جو خيال رکڻ. خاص طور سنڌ جي گهر هئي ته ڪميشن جو چيئرمين هڪ بنگالي هجي. يحيٰ خان پريزيڊنٽ پاڪستان سڀ ڳالهيون قبول ڪيون ۽ ان وقت محڪمي جو سيڪريٽري هڪ سنڌي اي جي اين قاضي هو. يحيٰ خان جي قبوليت واري ذميواري پنجاب اي - جي - اين تي عائد ڪئي ۽ ٿوري ٺي عرصي ۾ ڪيس هن محڪمي مان بدلي ڪرايو ويو. قاضيءَ جي جاءِ تي هڪ ڪٽر پنجابي قمرالاسلام کي سيڪريٽري ڪري مقرر ڪيو ويو. قمرالاسلام اچڻ شرط جسٽس فضل اڪبر کي چيئرمين ڪرايو ڇاڪاڻ

تہ هن جو گهر ۽ پڪي رهائش گاهہ لاهور ۾ هئي. ان سان گڏ چيئرمين کي خليل الرحمان چيف انجنيئر پنجاب پي - اي مقرر ڪري ڏنو ويو. خليل الرحمان جي گهٽي سروس خالي سنڌ. پنجاب ڪيس لڙڻ ۾ گذري هئي ۽ خواہ مخواہ مخالفت ڪرڻ هن جو مذهب بڻجي چڪو هو. هو IBAB جو باني ميمبر هو.

بدقسمتيءَ جو عالم اهو هو جڏهن هيءَ فتويٰ لکي ڏيئي هئي تڏهن ڍاڪا پيش پئجي رهيو هو. جج صاحب کي پاڪستان جي مسئلن ۾ ڪابہ دلچسپي ڪونہ رهي. جج صاحب اڪيون پوري سواءِ ڪنهن سوچ ۽ سمجهہ جي پنهنجي پي - اي خليل الرحمان جي لکيل فتويٰ تي صحيح ڪئي ۽ اها اميد رکي تہ شايد سنڌ جو عيوضي شير محمد بلوچ جدا فتويٰ لکڻ جي زحمت گوارا نہ ڪندو ۽ اکيون پوري سندس پي - اي واري لکيل فتويٰ تي ڪٿي صحيح ڪندو. ليڪن سندس اهو خيال خام نڪتو ۽ شير محمد نہ فقط پنهنجو فيصلو جدا ڏنو پر وقت جي پريزيڊنٽ کي بہ آگاهہ ڪيو تہ چيئرمن جي صحيح ڪيل فتويٰ حقيقت ۾ سندس پي - اي خليل الرحمان جي لکيل فتويٰ آهي ۽ نہ جسٽس فضل اڪبر جي پنهنجي. سنڌ سرڪار پريزيڊنٽ صاحب کي اهو بہ لکيو تہ پي - اي بدران چيئرمن صاحب کي ڪو بنگالي انجنيئر مدد طور ڏنو وڃي. اها استدعا سينٽرل گورنمينٽ قبول ڪئي ۽ جي - ايم عباس کي ڍاڪا مان گهرايو ويو. جي - ايم عباس واعدو ڪيو تہ گورنمينٽ کي حقيقتن کان روشناس ڪرڻ لاءِ هو ڍاڪا پهچي ليٽر روانو ڪندو. بدقسمتاً جي- ايم عباس جي پهچندي ئي ڍاڪا هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ ڪيس پاڪستان گورنمينٽ کي پنهنجي تاثرات کان آگاهہ ڪرڻ جو موقعو ئي ڪونہ ملي سگهيو ۽ هن غريب جي ڳالهہ دل جي دل ۾ رهي. حتيٰ ڪہ هن سنڌ جي نمائنده شير محمد بلوچ سيڪريٽري اريگيشن سان واضح طور اظهار ڪيو هو تہ جسٽس فضل اڪبر جي فتويٰ حقيقت ۾ سندس پي - اي خليل الرحمان جي فتوي سمجهڻ گهرجي ۽ هو ليٽر ذريعي اهي لفظ پاڪستان گورنمينٽ کي لکڻ وارو هو جو ڍاڪا جي جدا ٿيڻ سبب لکي نہ سگهيو.

مان فضل اڪبر ڪميشن تي ٿوري راءِ زني هنئي باب ۾ ڪندس جيئن سنڌ جو عام باشندو سمجهي سگهي تہ ڪهڙي نموني سنڌ جي حقن کي پائمال ڪيو ويو آهي.

# باب ڇهون

"وليون ڪمائيون ۽ رلا ڪوه ڪندا"

(ڀٽائي).

اڳين بابن ۾ چڱي طرح واضح ڪيو ويو آهي ته پنجاب ڪهڙي طرح سنڌ کي ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ پهچايو. سنڌ ۽ پنجاب جي تعلقاتن کي چڱي طرح Sindh Punjab Agreement ذريعي سلجهايو ويو هو ليڪن پنجاب جي هٺ ڌرمي حالتن کي سڌارڻ بدران گهڻو خراب ڪيو. فضل اڪبر ڪميٽي پنهنجي ليٽر تاريخ ٨ نومبر ١٩٧٠ع موجب سيني صوبن کان پنهنجي ڪيس پيش ڪرڻ جي گهر ڪئي ۽ پهريون نمبر سوال هو موجوده گهرجن جو. هر هڪ صوبي کي پنهنجي حاضر ضرورتن جو اپياس ڪري ڪميٽيءَ کي آگاهه ڪرڻو هو. سنڌ لاءِ هن مسئلي کي سمجهڻ لاءِ سنڌ پنجاب ٺاهه ئي اهم مسودو هو. انهيءَ مسودي کي وقت بوقت وفاقي حڪومت قبول ڪندي رهي هئي. ايتري قدر جو جڏهن پاڪستان ٺهڻ بعد B.S Link جڏهن پنجاب ڪڍي تڏهن محمد هاشم گذدر سنڌ طرفان سنڌ پنجاب اگريمينٽ جي فقرن ڏي ڌيان ڇڪائيندي دستور ساز اسيمبلي ۾ سخت اعتراض ورتو ۽ ان اعتراض جي جواب ۾ سنڌ گورنمينٽ کي سينٽرل گورنمينٽ ڊي او ليٽر تاريخ ٢٦ مارچ ١٩٥٣ع ذريعي (چيف سيڪريٽري فاروقي ڏانهن لکيل) معافي ورتي ۽ يقين ڏياريو ته آئينده سنڌ پنجاب اگريمينٽ جي ڪابه پڇڪڙي ڪانه ٿيندي ۽ هر ڳالهه ۾ سنڌ کان راضپو حاصل ڪرڻ اولين فرض سمجهيو ويندو. انهيءَ D.O ليٽر ۾ سينٽرل گورنمينٽ جي اڳوڻن ڊي او ليٽرن تاريخ ١٢/١١ مارچ ١٩٥٣ع ۽ ١٦ جنوري ١٩٥٣ع جو به پيهر ذڪر ڪيو ويو هو. بهرحال واضح طور وفاقي حڪومت Sindh Punjab Agreement تي عمل ڪرڻ لاءِ پاڻ کي پڌل رکڻ قبول ڪيو.

ٻئي طرف تونسا بيراج تي سنڌ ان ڪري اعتراض نه ورتو جو اهو بيراج سنڌ پنجاب اگريمينٽ جي فقرن هيٺ ٺي ٺهي رهيو هو. سنڌ پنجاب اگريمينٽ جنهن کان پنجاب هن وقت منحرف ٿيڻ گهري ٿو خود واپڊا جي ماهرن جهڙوڪ هنٽنگ ٽيڪنيڪل سروسز، هرزا ۽ آءِ سي اي وارن پروسي جوڳو دستاويز سمجهي

پنهنجي ٽيڪنيڪل اپياس جو بنياد بڻايو ۽ واضح طور سنڌ پنجاب اگريمينٽ کي پنهنجي رپورٽ ۾ هر جڳهه ڪتب آندو.

نه رڳو ايترو پر ون يونٽ جي زماني ۾ ٿي سنڌ پنجاب اگريمينٽ تي عمل ڪيو ويو ۽ ڪاهن جي پاڻيءَ جو وارو وغيره ان بنياد تي عمل ۾ آيا. ان ۾ ڪوبه شبهه ڪونهي ته ١٩٤٥ع کان وٺي ١٩٧٠ع تائين سنڌ پنجاب اگريمينٽ تي ڏرين بنا ڪنهن انڪاءِ جي عمل ڪيو. فقط مالي "نڪتو" ئي هو جو فيصلہ طلب هو. پنجاب کي ڪيتري رقم سنڌ کي هرجاڻي طور ادا ڪرڻي هئي سو فيصلو ڪونہ ٿيو هو. راٺو ڪميشن ٻن ڪروڙ روپين جو انداز لڳايو هو. پنجاب ٽي ڪروڙ رپيا ڀري ڏيڻ لاءِ تيار هو پر سنڌ جي گهر چار ڪروڙ رپيا هئي. اڄ ڏينهن تائين سنڌ کي پاڻي نہ مليو آهي ۽ ان حالت ۾ اگر شڪايت جو سبب هو ٻہ ته اهو سنڌ کي هو ۽ نہ پنجاب کي جنهن ون يونٽ جي زماني ۾ سنڌ جي قيادت ئي ختم ڪري ڇڏي هئي. انهيءَ پاڻيءَ مان جو پارٽ ڪٽي ويو هو ان مان ويسٽ پنجاب کي ملندو ٿي هو هڪ ملين ايڪڙ فوٽ هو جنهن جي عيوض پنجاب ڏنڊي جي زور تي B.R.B.D لنڪ ڪڍي ڏيڍ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي پنجاب جي دريائن مان ڪم آڻي ڇڏيو. نتيجو ورهاڱي جو ان صورت ۾ اهو هو جو پنجاب کي پاڻيءَ جو ڪوبہ نقصان ڪونہ پهتو پر ٻين صوبن جو پاڻي پنجاب ۽ انڊيا ٻئي ڪٽي ويا. انڊس بيسن بورڊ جو عالمي بئنڪ سان رابطي رکڻ لاءِ بنايو ويو هو سو سمورو پنجابي آفيسرن سان ڀريو ويو. ننڍن صوبن مان ڪوبہ نمائندو رکيو ڪونہ ويو هو. سمورو قصو "ناني رڌڻ واري ۽ ڏوهٽا کائڻ وارا" جي بمصداق بڻايو ويو هو. اها حقيقت آهي ته هندستان پاڪستان معاهدي موجب ايرندا ٽي درياءَ هندستان کي مليا ۽ الهندا ٽي درياءَ پاڪستان کي مليا ليڪن انهن هرگز نہ هو ته ڪو ڪنهن واهہ يا بيراج جي پاڻيءَ جي مقدار ۾ ڪا تبديلي آندي ويئي هئي. انهيءَ مقدار کي ڪنهن بہ حالت ۾ تبديل ڪرڻو ڪونہ هو. فقط مقرر ڪيل پاڻيءَ جي مقدار کي مغربي دريائن ۽ "ٻين معقول طريقن" سان پورو ڪرڻو هو. اهي معقول طريقا ڪهڙا هئا ان جو ذڪر تفصيل سان ڪرڻو پوندو. اهي معقول طريقا هئا ٽيوب ويل ۽ پاڻي جا ڊيم. مان پهريائين ٽيوب ويلن جو ذڪر ڪندس.

**ٽيوب ويل:** ٽيوب ويل پاڻيءَ جي ذخيري پيدا ڪرڻ لاءِ اتي ڪامياب ٿيندا جتي پاڻي مٺو هوندو. هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو ته پنجاب ۾ مٺي پاڻيءَ جو ذخيرو ڪيترو آهي؟ ۽ ساڳي وقت سنڌ ۾ ڪيترو آهي؟ ڪوجنائن مان انهن اندازو ڪيو ويو آهي ته پنجاب ۾ زمين جي سطح کان ١٠٠ فوٽ هيٺ وڃڻ سان ٥٠٠ ملين ايڪڙ فوٽ

مٺو پاڻي ملي سگهي ٿو. اگر ٥٠٠ فوٽ هيٺ وڃجي ته ڪل ٻه هزار پنج سو ملين ايڪڙ فوٽ مٺو پاڻي ملي سگهي ٿو. پنجاب هميشه اهو سوال ئي اٿاريو آهي ته ٥٠٠ فوٽ هيٺ ٽيوب ويل ڪم آڻڻ ممڪن ڪونه آهي. جيڪڏهن پنجاب جو چوڻ سچ پچ صحيح آهي ته پوءِ سوال پيدا ٿئي ٿو ته پنجاب پنهنجي سيني سڪارپ جي پراجيڪٽن ۾ هيڏو سارو وڏو خرچ ڪري ڇو پنج سو فوٽ اونها ٽيوب ويل هنيا. جيڪڏهن ٥٠٠ فوٽن تان پاڻي ڪڍڻو ئي ڪونه هو ته پوءِ ايڏي ساري خرچ تي انهن ٽيوب ويلن هڻن جو پنجاب کي ڪو جواز ئي ڪونه هو.

حقيقت ائين آهي ته ٥٠٠ فوٽ عمق تان پاڻي ڪڍي سگهجي ٿو ۽ انهيءَ حساب سان پنجاب ۾ ٢٥٠٠ ملين ايڪڙ فوٽ جو پاڻيءَ جو ذخيرو موجود آهي. هن مقدار جو اندازو هن ڳالهه مان ڪري سگهجي ٿو ته پاڪستان جي سيني دريائن جو پاڻي هڪ سال ۾ ١٦٠ ملين ايڪڙ فوٽ کان وڌيڪ آهي ئي ڪونه. هن مان صاف صاف ظاهر آهي ته جيڪڏهن پنجاب کي دريائن جي پاڻيءَ جو هڪ قطرو به نه ڏجي تڏهن به پنجاب کي ڪا پاڻي جي گهرج ڪانه آهي. ٻئي طرف هنٽنگ رپورٽ موجب سنڌ جي زير زمين پاڻيءَ جو ذخيرو سال ۾ ٣ ملين ايڪڙ فوٽ آهي. انهيءَ حساب تي آڌار رکي خيرپور سڪارپ ٺاهي ويئي. خيرپور سڪارپ تيار ٿيڻ بعد اهو ظاهر ٿيو ته ٽن حصن پاڻيءَ مان ٻه حصا پاڻي سمنڊ جي پاڻيءَ جهڙو ئي ڪڙو پاڻي هو ۽ سڄي سنڌ ۾ ان اندازه موجب ڪم آڻڻ جهڙو مٺي پاڻيءَ جو ذخيرو فقط هڪ ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

هاڻي صورتحال اتي وڃي بيٺي ته پنجاب ۾ مٺي پاڻيءَ جو زير زمين ذخيرو ٢٥٠٠ ملين ايڪڙ فوٽ آهي ۽ ان جي مقابل سنڌ ۾ فقط هڪ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي آهي. جيڪڏهن پنجاب کي دريائن جي پاڻيءَ جو اگر هڪ قطرو به نه ڏنو وڃي ته پنجاب کي هاڻوڪين ضرورتن خواه آئينده جي Development لاءِ پاڻي جي ڪا کوٽ نه ٿيندي. جڏهين پاڻيءَ جي موجودگيءَ جو صورت حال اها آهي تڏهن سنڌو درياءَ مان (چشمه جهلم لنڪ، تونسا پنجند لنڪ وغيره وغيره) لنڪون ۽ ڊئم (تربيلا، چشمه ۽ ڪالاباغ وغيره) ٺاهڻ جو گهٽ ۾ گهٽ پنجاب کي ڪنهن به قسم جو جواز ڪونه هو. ننڍن صوبن کي ائين چئي بيوقوف بنايو ويو ته "عالمي بئنڪ کي ڏنل ڪمن جي لسٽ فقط پئسن هٿ ڪرڻ لاءِ آهي ۽ نه انکي عملي جامون پهرائڻو آهي". ليڪن ٿيو ڇا؟ ون يونٽ جي دوران اهي سڀ ڪم جن تي گهٽ ۾ گهٽ چار هزار ڪروڙ رپيا خرچ ڪيا ويا سي ٺاهيا ويا ۽ انهن ڪمن جي ٺاهڻ جي هن ملڪ کي ڪا ضرورت ئي ڪانه هئي. پاڻيءَ ملڻ لاءِ نه منگلا نه

تربيلا نہ چشمہ ۽ نہ وري سنڌ درياءَ مان لنڪن جي ڪا ضرورت هئي. ظاهر آهي تہ اهو خرچ فقط ان لاءِ ڪيو ويو تہ جيئن ڪنهن خاص صوبي جي ماڻهن کي پئسن خرچڻ سان فائدو ملي. ضرورت جو تہ بلڪل سوال ئي ڪونہ هو.

چون قــلــم در دســت غدار بــود،
لا جرم منــصــور بــردار بــود.

شرم پرچائڻ لاءِ ايوب صاحب پنهنجي ڪتاب "Friends Not Masters" ۾ لکيو تہ تربيلا فقط صوبي جي ڏاکڻي پاسي (يعني سنڌ ۽ بلوچستان) جي گهرجن مد نظر رکندي منظور ڪيو ويو هو. ليڪن ائين چئي انهن ٿي ملڪ جي حصن جي ماڻهن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي ويٺي. هينئر پنجاب سڀ کان وڌيڪ پاڻ کي تربيلا جي پاڻيءَ جو حقدار سمجهي ٿو. اهو وقت پري ناهي تہ اهي ڪم جن تي چار هزار ڪروڙ عوام جي رت مان ڪٺا ڪيل خرچ ڪيا ويا سي پنجاب ۽ فرنٽيئر ۾ فقط اهو ڪم ڏيندا جو "موهن جو دڙو" سنڌ ۾ ڏيئي رهيو آهي.

جيتوڻيڪ پنجاب کي ورهاڱي بعد بہ دريائي پاڻيءَ جي ڪا ضرورت ڪانہ هئي تہ بہ خوا مخواہ هاءِ گهوڙا مچائي پهريائين تہ ننڍن صوبن جي عوام کي بيوقوف بڻايو ويو ۽ ان سان گڏوگڏ عالمي بئنڪ ۽ ٻين قرض ڏيندڙ ملڪن کي بہ سونکي يقين آهي تہ ايجان بہ جيڪڏهن مسئلي جي جانچ پڙتال لاءِ ڪا "International Committee" ويهاري وڃي تہ ڪيترا فرد جن هن مسئلي ۾ بد ديانتيءَ جو ڪردار ادا ڪيو ۽ غلط انگ اکر ڏيئي غلط ڪم ڪري ملڪ کي ٻي حال ڪيو سي ڦاسيءَ جي تختي تي لٽڪايا وڃن پر ..........................

چاڪاڻ تہ ايندرسن ڪميٽي پاڪستان ٺهڻ کان اڳ يقين ڏهاني ڪرائي هئي تہ ننڍن صوبن سان پاڻيءَ جي ورهاست ۾ انصاف ڪيو ويندو. ان لاءِ فضل اڪبر ڪميشن ويهاري ويئي.

ڪميشن جي ميمبرن جدا جدا فتوي لکي، ان نسبت اڳيئي بيان ڪري چڪا آهيون تہ جسٽس فضل اڪبر جي فتوي سنڌ/س پنجابي ٻي - اي خليل الرحمان لکي ۽ شير محمد بلوچ هن سان شامل راءِ نہ ٿي پنهنجي فتوي پاڻ لکي. اهي ٻئي ڇپيل ڪتاب گورنمينٽ وٽ موجود آهن ۽ انهن تي ڪا عوامي گورنمينٽ فيصلو ڏيئي ٻي سگهي ليڪن پنجاب کي ڪاهہ وقت جي گورنمينٽ ناراض ڪرڻ نہ ٻي گهري ۽ ان ڪري وري هڪ نئين ڪميٽي جي تشڪيل ٿي هن سموري مسئلي کي سرد خاني ۾ رکيو ويو.

هن ٽئين ڪاميٽي جا ميمبر سيني صوبن جي چيف ججن تي مشتمل آهن ۽ هن مهل تائين هن ڪميٽي جي ڪارڪردگي مان ڪو ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو آهي. عقل ۽ ديانتداري جي تقاضا اها هئي تہ جيستائين اها ڪميٽي پاڻيءَ جي ورهاست جو فيصلو ڪري تيستائين ڪنهن بہ صوبي ۾ ڪو نئون پراجيڪٽ نہ رٿيو وڃي. ليڪن حال ڇا آهي.

"جسڪي لاٺهي اسڪي ڀهــــينس"

چشم ڪشا ضيا مارشل لا حڪومت ۾ شروع تي ويو ڇاڪاڻ تہ "ايشين بئنڪ کان اوچتو مليل رقم ويچاري گورنمينٽ ڪٿي ڀيءَ جاءِ تي خرچ ڪري سگهي ها؟".

جنرل ضيا انجنيئرن جي ساليانين ڪانگريس ۾ لاهور ۾ فرمايو هو تہ هن وڏي ٿل "Greater Thal Project" جي بہ سنڌو درياءَ مان منظوري ڏني آهي. پنجاب جي باشندن خوشي وچان ڏاڍا ڪڪرات ڪري تاڙيون وڄايون ۽ ضيا جي گفتار تي وهوا ٿي ويئي ۽ انهي مٿين نموني پاڻيءَ جي ورهاست کي عملي جامون پهرايو ويو ڄڻڪ پاڻي ڪنهن خاص فرد جي ڪا خانگي ملڪيت هئي. آخر ڪميٽي مقرر ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي جڏهن صاحب اقتدار پاڻ پاڻيءَ جي ورهاست عملي طرح ڪري ٿا ڇڏين. واه سائين واهہ! واهہ جو انصاف ٿيو!.

چشم بڪشا قدرت حق را بہ بين،
صورت اعمال ما شامت نادر گرفت.

(ليکڪ جي ڪتاب "پاڻي منجهہ پساهہ" جا ڪجهہ باب).

حافظ محمد صديق ميمڻ

# سنڌو جي پاڻيءَ جو مسئلو

## پاڻيءَ مٿي جهوپڙا مورک اڄ مرن (شاهه)

مشهور پهاڪو آهي ته ”ڇا ڪانو مري ويا آهن جو لولو حج تي ويندو؟“ سو اسانجو خيال هئو ته شايد اسلام جي نالي تي ورتل ملڪ ۾ اسانکي پنهنجا فطري حق پلئه پوندا پر ڪانون چيو ته ڇا اسان مري ويا آهيون؟ سنڌ لاءِ پاڻيءَ جو مسئلو اڄ جو نه آهي پر اجايلن کي اهي ايذاءَ ڪئين سالن ڪان رسايا پيا وڃن.

سنڌ لاءِ پاڻيءَ جي مسئلي اڻويهين صدي جي وچ ڌاري وڏي اهميت حاصل ڪئي هئي. جو ان وقت پنجاب سرڪار سنڌو نديءَ جي مددي ندين تي بئراج ٺاهي پاڻيءَ تي ڪنٽرول حاصل ڪيو هو. ان وقت سنڌ بمبئي سان مليل هئي. تنهن ڪري ڪو خاص داد فرياد ڪونه ٿيو پر جيئن ته سنڌ زراعت جي لحاظ سان انگريزن لاءِ سون جي ڪاڻ هئي ۽ هن جڏهن پاڻيءَ جي کوٽ کي ڏسي محسوس ڪيو ته جيڪڏهن سنڌ جي زراعت ائين تباهه ٿيندي رهي ته پوءِ هن کي اتان ڪجهه حاصل ٿي ڪونه سگهندو. ان ڪارڻ هن ۱۹۰۱ ڌاري ”انڊين اريگيشن ڪميشن“ قائم ڪئي، جنهن حالتن معلوم ڪرڻ ڪانپوءِ هيءُ فيصلو ڏنو ته ”ڪوبه علائقو، ٻين واسطي ان علائقن جي حقن کي ويچارڻ ۽ انهن علائقن سان صلاح مشوري کان سواءِ، دريائن جو پاڻي ڪٽي نه سگهندو“ ۽ اهڙوئي فيصلو سال ۱۹۱۹ ۾ ”گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ“ تحت جاري ڪيو ويو هو.

پر انهيءَ کان اڳ بمبئي سرڪار سنڌ جي اهڙي زبون حاليءَ کي ڏسي فيصلو ڪيو ته سنڌ جي زراعت کي تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ ضروري آهي ته سنڌ ۾ به پنجاب وانگر بئريج ٺاهيا وڃن نتيجي ۾ ان سنڌ لاءِ سکر بئريج ٺاهڻ واري رٿا، گورنمينٽ آف انڊيا جي منظوريءَ واسطي موڪلي، جنهن کي انڊيا سرڪار سال ۱۹۰۳ ۾ بحال ڪيو پر ان تي عمل نه ٿي سگهيو، ڇو ته انگريز سرڪار سگهوئي پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ ڦاسي پئي. ان ڪارڻ اهو پروجيڪٽ تعطل جو شڪار بڻجي ويو.

پوءِ جيئن ئي حالتون سازگار ٿيون ته پنجاب سرڪار ۱۹۱۹ ڌاري، سنڌو نديءَ مان ۷۷۵ ڪيوسڪ پاڻي وڌيڪ حاصل ڪرڻ لاءِ ”ٿل پروجيڪٽ“

نالي هڪ رٿا گورنمينٽ آف انڊيا کي منظوري لاءِ ڏياري موڪلي ۽ سنڌس خيال هو ته انهيءَ پروجيڪٽ کي، سکر بئريج تي اوليت ملندي. مگر اها رٿا هندستان سرڪار رد ڪري ڇڏي. هندستان سرڪار جو اهو خيال هئو ته سنڌو نديءَ تي "سکربئريج پروجيڪٽ" جو پهريون حق آهي پر انهيءَ سان گڏ پنجاب، بهاولپور ۽ بيڪانير کي پاڻي ڏيڻ لاءِ "ستلج وئلي پروجيڪٽ" پڻ منظور ڪيو ويو. پر پنجاب سرڪار جنهن کي سنڌو نديءَ منجهان واڌو پاڻي کڻڻ جو ڏاڍو شوق هئو، تنهن سکر بئريج ۽ ان لاءِ بحال ڪيل في ڪيوسڪ ايراضي جي حد (Duty)خلاف هڪ مهيني جي اندر هيءَ اعتراض داخل ڪيو ته سنڌ سان پاسخاطري ڪئي ويئي آهي.

ان جي جواب ۾ بمبئي سرڪار هيءَ حجت پيش ڪئي ته، پنجاب کي اڳيئي پنهنجي حصي کان وڌيڪ مدامي (Perennial يعني ٻنهي خريف ۽ ربيع ۾ ملندڙ) پاڻي ملي چڪو آهي ۽ سنڌ، جنهن کي سنڌو نديءَ جي پاڻي تي حق آهي، تنهن لاءِ اهو سکر وارو پروجيڪٽ پهريون پروجيڪٽ آهي.

هندستان سرڪار، ڳوڙهي ويچار ڪرڻ کان پوءِ هيءَ فيصلو ڏنو ته "سکر پروجيڪٽ" برقرار رکيو وڃي ۽ سنڌ سرڪار جي مٿئين موقف کي تسليم ڪندي سنڌو نديءَ تي سنڌ جي ترجيحي حق کي جائز قرار ڏنو ۽ ان لاءِ بحال ڪيل في ڪيوسڪ ايراضي واري حد کي به واجبي قرار ڏنو .

انهن فيصلن جي باوجود پنجاب سرڪار پنهنجي مخالفت واري روش ۾ ڪابه تبديلي ڪانه آندي ۽ وقت به وقت هندستان سرڪار کي "ٿل پروجيڪٽ" لاءِ پنهنجو سفارشون موڪليندي رهي، آخر هندستان سرڪار تنگ ٿي هيءَ فيصلو ڏنو ته:

(الف) "سکر بئريج پروجيڪٽ" هيٺ مدامي (Perennial) پيچ بابت پورو آزمودو حاصل ڪرڻ بلڪل ضروري آهي، تنهن ڪري انهيءَ پروجيڪٽ جي ضرورتن جو سوال سال ١٩٣٩ تائين نه ٿو اٿاري سگهجي.

(ب) بمبئي سرڪار کي حق آهي ته، سنڌو ندي ۽ ان جي مددي ندين مان پاڻي کڻڻ تي اعتراض اٿاري، جيستائين ندين ۾ پاڻي جي ماپ جا صحيح انگ اکر ثابت ڪري ڏيکارين ته انهيءَ وڌيڪ پاڻي کڻڻ سان سکر بئرايج پروجيڪٽ لاءِ گهربل پاڻيءَ جي انداز کي ڪوبه جوکو نه ٿيندو.

پر پنجاب سرڪار ان تي به راضي نه ٿي ايجان به اڳتي قدم وڌائي، "سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا" وٽ وڃي هندستان سرڪار جي فيصلي خلاف اپيل داخل ڪئي. پر "سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا" به هندستان سرڪار جي

ڪيل فيصلي کي صحيح قرار ڏيئي، انهي اپيل کي خارج ڪري ڇڏيو. انهن سمورن فيصلن جو مول متو هي؛ هو تہ "سکر بئريج پروجيڪٽ" جو سنڌو نديءَ جي پاڻي تي پهريون ۽ ترجيحي حق آهي.

پر جيئن ئي، "ستلج وئلي پروجيڪٽ" ١٩٢٧ ۾ نهي راس ٿيو ۽ سکر بئريج ١٩٣٢ ۾ جڙي راس ٿيو تہ ستلج وئلي جي پاڻي واري ورهاست تي پنجاب، بهاولپور ۽ بيڪانير جي وچ ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي. ۽ ٻئي طرف وري خيرپور بہ سکر بئريج مان ربيع لاءِ وڌيڪ پاڻيءَ جي گهر ڪئي. ساڳي وقت پنجاب سرڪار هڪ ٻئي رٿا "هويلي پروجيڪٽ" لاءِ بہ پاڻي جي گهر ڪئي. تنهن ڪري هندستان سرڪار سال ١٩٣٥ ۾ "اينڊرسن ڪاميٽي" مقرر ڪئي تہ انهن مسئلن جو جوڳو حل ڳولهي ۽ پاڻيءَ جي ورچ متعلق اهڙيون سفارشون مرتب ڪري جيڪي انصاف پريون هجن ۽ سمورين ڌرين لاءِ قابل قبول بہ هجن ۽ ساڳئي وقت اڳيئي هلندڙ سکر پروجيڪٽ ۽ ستلج وئلي پروجيڪٽ لاءِ مقرر ٿيل پاڻيءَ تي اثر انداز بہ نہ ٿين.

اينڊرسن ڪاميٽي پنهنجي رپورٽ ١٩٣٥ ۾ پيش ڪئي پر رپورٽ ۾ پنهنجي حدن کي اورانگهي، هندستان سرڪار جي ڪيل اڳين فيصلن کي بہ رد ڪندي هي بہ سفارش ڪئي تہ ٿل پروجيڪٽ لاءِ سنڌو نديءَ مان ڇهہ هزار ڪيوسڪ پاڻي مهيا ڪيو وڃي. حالانڪ اسان متي ٻڌائي آيا آهيون تہ خود پنجاب سرڪار ئي ٿل پروجيڪٽ لاءِ وقت بہ وقت فقط ٧٧٥ ڪيوسڪ جي گهر هوندي هئي ۽ انکي هندستان سرڪار هميشہ رد ڪندي رهي هئي پر خبر ناهي ڪهڙي مصلحت خاطر هندستان سرڪار اڳي تہ "ٿل پروجيڪٽ" لاءِ رڳو ٧٧٥ ڪيوسڪ ئي قبول ڪونہ ڪيا هئا، پر اينڊرسن ڪاميٽيءَ جي سفارشن کي سال ١٩٣٧ ۾ قبول ڪيو.

پر جيئن تہ ان وقت سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿي رهي هئي تنهن ڪري بمبئي سرڪار انهيءَ مسئلي تي توجهہ نہ ڏني ۽ سنڌ سرڪار بہ بمبئي کان ڪراچيءَ منتقلي ۽ رڪارڊ جي لڏ پلاڻ ۾ رڌل هئڻ سبب انهيءَ تي ڌيان نہ ڏئي سگهي پر پنهنجي پيرن تي بيهڻ کان هڪدم پوءِ پنجاب سرڪار جي نون منصوبن کي سامهون رکندي ۽ هندستان سرڪار جي سال ١٩٣٥ واري ائڪٽ ۾ مليل قانوني حق کي استعمال ڪندي ١٩٣٩ ۾ گورنر جنرل وٽ انهيءَ فيصلي خلاف اپيل داخل ڪئي.

جيئن ١٩٣٥ واري ائڪٽ ۾ چيو ويو هئو تہ "جيڪڏهن ڪنهن پرڳڻي

کي ڀٽي ڀرڳتي ڪان ندين جي پاڻي بابت ڪتھن جوکم رسڻ جو انديشو ھجي تہ.
ھو اھو معاملو گورنر جنرل وٽ فيصلي لاءِ کڻي وڃي سگھي ٿو".

گورنر جنرل سنڌ جي انھيءَ شڪايت جي نبيري لاءِ ١٩٤١ ۾ "رائو ڪميشن" مقرر ڪئي جنھن وري پنھنجي رپورٽ سال ١٩٤٢ ۾ پيش ڪئي.

رپورٽ ۾ چيو ويو ھئو تہ سنڌ سرڪار انڊرسن ڪاميٽي جي سفارشن بابت شڪايت پيش ڪرڻ ۾ دير ڪئي آھي، جنھن وچ ۾ پنجاب سرڪار پنھنجي ٿل پروجيڪٽ ۽ ھويلي پروجيڪٽ تي وڏو خرچ ڪري چڪي آھي. تنھن ڪري في الحال انھيءَ تي روڪ وجھڻ ممڪن نہ آھي تنھن ڪري انھن کي بحال رکيو وڃي ۾ ڪميشن وڏيک ھيءَ ڳالھہ بہ ڄاڻائي ھئي تہ. ٿل پروجيڪٽ ۽ ھويلي پروجيڪٽ کي پاڻي ڏيڻ سان سنڌ جي پاڻي جي ضرورتن کي وڏو نقصان رسندو. انجي بجاءِ جو ھيءَ ھڪ علاج آھي تہ، سنڌ ۾ سنڌو نديءَ تي بہ بئراجون ٺاھيون وڃن. ھڪ اترئين پاڳي ۾ (ھاٿي گڊو بئريج) ۽ ٻي ڏاکڻي پاڳي ۾ (ھاٿي غلام محمد بئريج) ۾ جيئن تہ انھن بئراجن جي جوڙڻ لاءِ گھربل خرچ سنڌ جي مالي حالت تي ڳرو بار وجھندو، پنجاب سرڪار جملي لاکت جو ١٥ سيڪڙو رقم سنڌ کي عيوضي طور ڀري ڏيندي . نيٺ اپريل ١٩٤٣ ۾ رائو ڪميشن جي بنيادي نقطن جي روشني ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي چيف انجنيئرن وچ ۾ ڳالھيون شروع ٿيون. آخر ٻنھي ڌرين جي رضامندي سان سنڌو ۽ انجي مددي ندين جو سمورو پاڻي ورچ جي دائري اندر آندو ويو.

ھلندي ھلندي ٻئي ڌريون، عيوضي طور پئسن ڏيڻ جي شق ڪانسواءِ ٻين ڳالھين تي متفق ٿيون ۽ ٢٨ سيپٽمبر ١٩٤٥ تي ٻنھي ڌرين جي چيف انجنيئرن صحيحون ڪيون. انھيءَ ٺاھہ ۾ ھيءَ شق رکي وئي ھئي تہ، عيوضي طور سنڌ کي جيڪي پئسا ملڻا آھن اھي ٻئي صوبائي حڪومتون پاڻ ۾ ڳالھين ذريعي طئي ڪنديون.

اھو ٺاھہ آھي جنھن کي سنڌ - پنجاب ايگريمينٽ ١٩٤٥ چيو وڃي ٿو. جنھن جا مکيہ فقرا ھيٺين ريت آھن:

(الف) اھي رٿائون جيڪي انوقت عمل ۾ ھيون يا زير تعمير ھيون تن لاءِ پاڻيءَ جي کوٽا ترجيحي ترتيب ۾ مقرر ڪئي وئي. انھيءَ ترتيب مطابق سکر بئريج ۽ ٿل پھرئين درجي ۾ رکيا ويا.

(ب) جيڪي رٿائون ان وقت تياري ھيٺ ھيون، تن لاءِ پاڻيءَ جي ورچ مقرر ڪئي وئي. ان وقت سنڌ ۾ غلام محمد بئريج ۽ گڊو بئريج رٿجڻ جي

مرحلن ۾ هيون انهي لاءِ ترتيب وار (١) لوئر سنڌ جي بئريج لاءِ ستيتاليهه هزار ڪيوسڪ فٽ پاڻي (٢) اپر سنڌ جي بئريج لاءِ چاليهه هزار ڪيوسڪ فٽ پاڻي طئي ڪيو ويو.

(پ) ڪابه ڊَر ٻيءَ ڊَر جي اجازت سان نوان پراجيڪٽ اڏي سگهندي. ٻيءَ ڊَر کي اهڙن پراجيڪٽن ٺاهڻ تي اعتراض جو حق هوندو. ان حالت ۾ جڏهن اهو ثابت ڪري سگهي ته اهڙن پراجيڪٽن ٺاهڻ ڪري هن ٺاهه موجب سندس حقن کي نقصان رسڻ جو انديشو آهي.

(ت) زير عمل رٿائن کي سندن مقرر ٿيل مقدار کان وڌيڪ جيڪو به تلائن ۾ گڏ ٿيل ۽ نهري پاڻي ٿيندو، انهيءَ ۾ ٻنهي پرڳڻن جا حصا مقرر ڪيا ويا.

(ج) ڊرين جي وچ ۾ جيڪڏهن ڪي اختلاف پيدا ٿين ته انهن جي فيصلي لاءِ طريقي ڪار مقرر ڪيا ويا.

(د) پاڻيءَ جي ڪوٽ واري زماني ۾ پنجاب کي اختيار هوندو ته ٿل لاءِ سنڌو نديءَ جو پاڻي ڪالاباغ وٽان ڪٽب آڻي پر ان ۾ شرط اهو هوندو ته ساڳئي مقدار جيترو پاڻي پنجند وٽ پنجاب واري حصي کان هيٺ سنڌ کي ڏنو ويندو.

قدرتي اتفاق اهڙو ٿيو جو انهيءَ ٺاهه تي اڃا مس عمل شروع ٿيو ته ١٩٤٧ ۾ نندي کنڊ جو ورهاڱو ٿيو ۽ پاڪستان وجود ۾ آيو. جنهن جي نتيجي ۾ پنجاب به ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هڪ اوڀر پنجاب ٻيو اولهه پنجاب جيڪو پاڪستان جي حصي ۾ آيو.

انهي ورهاڱي جي ڪري پنجاب جي پنجن درياهن منجهان هڪ درياهه بياس ته مڪمل طرح ڀارتي پنجاب ۾ هليو ويو، باقي ٻن درياهن ستلج، راويءَ جا به مهڙ وارا حصا هندستاني پنجاب ۾ هليا ويا، جنهن ڪري ٻنهي ۾ ڇڪتاڻ جي امڪانن کي نظر ۾ رکندي، "انڊين انڊيپينڊنس ائڪٽ" هيٺ هڪ ادارو قائم ڪيو ويو ته جيڪڏهن ٻنهي ڊرين وچ ۾ ڪو جهيڙو ٿئي ته ان کي نبيري سگهجي. انهيءَ اداري جو مدو تاريخ ٣١ مارچ ١٩٤٨ تائين مقرر ڪيو ويو.

پاڪستاني پنجاب سرڪار انهيءَ جو فائدو نه ورتو ۽ سندس انهيءَ ڪوتاهيءَ ڪري هندستان سان ڪوبه درياهي تقسيم جو مستقل معاهدو نه ٿي سگهيو. ۽ ڀارت سرڪار پهرين اپريل ١٩٤٨ تي سمورن درياهن کي بند ڪري ڇڏيو اتان ئي پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ پاڻيءَ جي مسئلي تي ڇڪتاڻ شروع ٿي. آخر عالمي بئنڪ وچ ۾ ٿيي پيئي ۽ ١٩٥٢ ۾ عارضي طرح فيصلو ڪرايو ته "جيستائين ڪو مستقل حل نڪري تيستائين جيئن اڳ ۾ هلندو رهيو آهي تيئن ئي

ورهاست هلندي رهي".

پر سگهوئي هڪ وڏي سازش هيٺ ون يونٽ ائڪٽ نافذ ٿيو ۽ ۱۹۵۵ ۾ پاڪستان جي الهندي حصي وارن پرڳڻن کي ملائي هڪ صوبو ٺاهيو ويو جنهن جي گادي ـــ هنڌ لاهور کي ٺاهيو ويو. اِڪتي هلي ۱۹۵۸ ۾ ايوب خان جي مارشل لا لاڳو ٿي ننهن ته ويتر سنڌ جي حيثيت کي ئي ختم ڪري ڇڏيو. پوءِ اهڙي ماحول ۾ عالمي بئنڪ جي نگرانيءَ هيٺ پاڻيءَ جي ورهاست جو مسئلو طئي ٿيو جنهن ۾ سنڌ ۽ ـن ڪنهن به قسم جي نمائندگي ڪانه هئي.

ان وقت عالمي بئنڪ جي اجازت سان پاڪستان سرڪار هڪ ادارو "انڊس بيسن ائڊوائيزري بورڊ" (IBAB) ٺاهيو جنهن جو سربراهه جي معين الدين کي ٺاهيو ويو جنهن جو تعلق پنجاب سان هئو. ان جا جيڪي ٻيا ميمبر کنيا ويا انهن ۾ به سنڌ جي نمائندگي نه رکي ويئي. ان ڪانسواءِ ان وقت ايريگيشن کاتي جو سربراهه ۽ واپڊا جو سربراهه پڻ پنجاب سان تعلق رکندڙ هئا. نيٺ انهيءَ اداري ڳالهين پولهين کانپوءِ سيپٽمبر ۱۹٦۰ ۾ پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ هڪ معاهدو تيار ڪيو جنهن کي "انڊس واٽر ٽريٽي ۱۹٦۰" سڏيو وڃي ٿو. ٻين لفظنِ۾ ان کي "سنڌ ـاس" معاهدو به چيو ويندو آهي. انهيءَ معاهدي مطابق:

(الف) ايرندي وارين ٽن ندين ستلج، راوي ۽ بياس تي ڀارت جو مڪمل حق رهندو ۽ الهندي وارين ٽن ندين سنڌو، چناب ۽ جهلم تي پاڪستان جو حق هوندو.

(ب) بنا ڪنهن دير جي پاڪستان ڪوشش ڪري پنهنجي آبپاشيءَ لاءِ اهڙا ذريعا عمل ۾ آڻيندو جن سان کيس اوترو ئي پاڻي ميسر ٿي سگهي جيترو ۱۵ آگسٽ ۱۹۴۷ تي هن لاءِ موجود هئو.

(ج) انهن ذريعن پيدا ڪرڻ لاءِ پاڪستان کي جيڪي آبپاشيءَ جا ڪم ڪرڻا پوندا تن جي خرچ ۾ ڀارت ۱۷۵۰ لک ڊالر حصو پري ڏيندو.

(د) انهن آبپاشيءَ جي ڪمن جي نمونن پسند ڪرڻ ۽ اڏاوت ڪرڻ لاءِ پاڪستان بلڪل آزاد هوندو. انهيءَ معاهدي ۾ پنجاب جي ٽن ندين جو پاڻي هندستان کي ۱۷۵۰ لک ڊالرن ۾ جڻ ته وڪرو ڪري ڏنو ويو ۽ انهيءَ ۾ سنڌ جو به ۵۰ سيڪڙو پاڻي هندستان کي وڪرو ڪيو ويو.

انهن پٽسن منجهان رڳو پنجاب جي وڃايل پاڻي جي پورائي لاءِ مختلف "ڊيم" ٻڌايا ويا جن ۾ سنڌو جو پاڻي سنڌودرياهه مان منتقل ڪري پنجاب کي ڏنو ويو. سنڌو نديءَ جو ۷۵ سيڪڙو پاڻي جيڪو سنڌ لاءِ مقرر ٿيل هئو ان

منجهان ٻه. نوان واهه کوٽائي ٢٥ سيڪڙو وڌاو پاڻي پنجاب لاءِ مهيا ڪيو ويو.

حالانڪه " سنڌ طاس " واري معاهدي مطابق پنجاب کي فقط ستلج راوي ۽ بياس ندين واري پاڻي جي کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ اوترو پاڻي ڏيڻو هئو جيڪو هو نندي ڪنهه جي تقسيم کان اڳ ڪندو هئو. انهيءَ کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ منگلا ڊيم اڏيو ويو ۽ انجي گنجائش، انهن ٽنهي ندين سان پنجاب ۽ سنڌ کي ملندڙ (انهن ٽنهي ندين جو پاڻي پنجاب رڳو اڌ کان ٿوري گهٽ استعمال ڪندو هئو باقي پاڻي پنجنندو وٽ وچي سنڌ نديءَ ۾ پوندو هئو جيڪو سنڌ جي استعمال لاءِ هوندو هئو) سموري پاڻي کان ٦٠ سيڪڙو وڌيڪ آهي.

انهيءَ حقيقت منجهان هيءَ ڳالهه. واضح ٿئي ٿي ته سنڌ طاس واري معاهدي مطابق منگلا ڊيم منجهان به پنجاب کي فقط پنهنجي وچايل پاڻي جيترو حق حاصل آهي ۽ باقي پاڻي سنڌ کي ڏيڻو آهي.

پوءِ اهڙي صورتحال ۾ کين اهو حق ڪٿان ٿو حاصل ٿئي جو هنن مختلف جاين تي ايترا سارا ڊيم ۽ بئريج ڪئي ٺاهيا اٿن؟ جيڪي هيٺين طرح آهن:

(١) تربيلا ڊيم (٢) منگلاڊيم (٣) راول ڊيم (۴) چشمه ڊيم (٥) چشمه بئريج (٦) چشمه - جهلم لنڪ واهه (٧) تونسا بئريج (٨ )تونسا - پنجنند لنڪ واهه (٩) چشمه رائيٽ بينڪ ڪينال (١٠)نئين اسڪيم تحت ڪالا باغ وٽ سنڌو درياهه تي ڪالا باغ ڊيم.

پهتل خبرن مطابق، انڊس بيسن انڊوائيزري بورڊ " تربيلا ڊيم" جي اسڪيم جڏهن عالمي بئنڪ ڏي منظوري لاءِ موڪلي هئي ته عالمي بئنڪ انهيءَ جي اجازت نه ڏني هئي، جو ته هنن کي يقين هو ته پارٽ جي ٽن ندين، ستلج، راوي ۽ بياس جو پاڻي جيڪو پاڪستان کان ڇڏايو ويو آهي، تنهن کان گهڻو وڌيڪ پاڻي، ٻين منظور ٿيل رٿائن وسيلي ميسر ٿي ويندو تنهن ڪري هن رٿا جي ضرورت ڪانه آهي. پر ڪجهه وقت کانپوءِ وري "مغربي پاڪستان واپڊا" پيهر اها رٿ منظوري لاءِ موڪلي. جنهن ۾ چيو ويو هو ته "انهيءَ رٿا سان سنڌ جي خاص ضرورتن لاءِ پاڻيءَ جي پورائي ڪئي ويندي" انهن ڳالهين کي نظر ۾ رکندي عالمي بئنڪ انهي رٿا جي منظوري سال ١٩٦۴ ۾ ڏئي ڇڏي. انهيءَ رٿا منظور ٿيڻ کان اڳ جيڪي رٿون رٿيون ويون هيون، سنڌ جي ماڻهن انهن کي سنڌ جي مفادن ۽ ١٩۴٥ واري ٺاهه جي خلاف ورزي سمجهندي، زوردار پڪارون شروع ڪري ڏنيون. ون يونٽ جي ڪري سنڌ جو تشخص ته اڳيئي ختم ٿيل هو پر انهيءَ هڪ هنيءَ جي آڌار تي سنڌ جي زراعت کي به تباهه ڪرڻ جا منصوبا سٽيا پئي ويا، تن پٽاندڙ هيءَ الڪل رٿي

هڪ ڪاميٽي ٺهائي وئي جنهن پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ ١٩٤٥ واري سنڌ - پنجاب اگريمينٽ مطابق سفارشون مرتب ڪري، جنهن جو نالو "اختر حسين ڪاميٽي" تجويز ڪيو ويو. جنهن سنڌ ۽ ٻين صوبن مان ڪوبه عيوضي نه ڪنيو ته جيئن ٻنهجي من ماني ڪري سهگجي ۽ ماڻهن جي احتجاج تي ٻه ميمبر سنڌ مان ڪنيا ويا ۽ هڪ ميمبر سرحد مان ڪنيو ويو. انهيءَ ڪاميٽي ۾ ڪل ميمبرن جو تعداد پندرهن هو جنهن ۾ ٻارهن پنجاب جا هئا. جيڪي پنهنجي اڪثريت جي ٻل بوتي تي ڪارروائي کي هلائيندا رهيا ۽ ٻين ميمبرن جي اعتراضن کي نظر انداز ڪندا رهيا. پر اتفاق اهو ٿيو جو سنڌ جي ماڻهن ون يونٽ جي خلاف جدوجهد ڪري انهيءَ جي ٽوڙڻ لاءِ ٢٨ نومبر ١٩٦٩ تي آرڊر پاس ڪرائي ورتو.

انهيءَ ڪري اختر حسين ڪاميٽي کي اچي فڪر لاحق ٿيو ته سندن هڪ هٿي اجهو ٿي ڍهي ناس ٿئي تنهن ڪري هن انهيءَ خيال کان تڪڙ ڪري ڪارروائي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيئن پنهنجين حرڪتن کي ون يونٽ ٽوڙڻ واري ايڪٽ جي لاڳو ٿيڻ کان اڳ پاس ڪرائي وٺن. تنهن ڪري هن اها رپورٽ پنهنجي مرضي مطابق مڪمل ڪري سنڌ جي عيوضين جي صحيحن ڪرڻ کان بغير ئي مٿي موڪلي ڇڏي. پر انهن جي سازش کي عملي جامي پائڻ جو موقعو نصيب ڪونه ٿيو ۽ ون يونٽ ٽوڙيو ويو ۽ پهرين جولاءِ ١٩٧٠ کان اڳوڻا صوبا بحال ٿيا ۽ عوام جي اعتراضن کي سامهون رکي سرڪار انهيءَ ڪاميٽيءَ جي فيصلي کي رد ڪري ڇڏيو ١٥ آڪٽوبر ١٩٧٠ تي جسٽس فضل اڪبر جي سربراهيءَ هيٺ هڪ ٻي ڪميٽي جوڙي وئي ۽ سندس ڪم لاءِ دائرو مقرر ڪيو ويو جنهن جو ذڪر اڳتي ڪنداسين. پڻ انهيءَ ڪميٽيءَ جي سفارشن کي به سنڌ جي عيوضيءَ شير محمد بلوچ غير منصافاڻو ڪوٺي ڪاميٽيءَ تان استعفا ڏيئي ڇڏي.

انهيءَ ڪانپوءِ وري مرحوم ڀٽي جي دور ۾ مارچ ١٩٧٧ تي هڪ ڪاميٽي جوڙي وئي جنهن جو سربراه چيف جسٽس آف پاڪستان مسٽر انوارالحق کي مقرر ڪيو ويو ۽ هر صوبي جي هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس کي ميمبر طور ڪميٽيءَ ۾ ڪنيو ويو. اها اڄ تائين ڪوبه فيصلو نه ڏئي سگهي آهي ۽ هن وقت پاڻي جي صورتحال سڀني جي سامهون آهي. زراعت ته ڇڏيو ماڻهن جي پيئڻ لاءِ پاڻي نه آهي گولاڙچي جي خبر آهي ته پنجين ريٽي مٽ پاڻيءَ جو ملي رهيو آهي. شايد اهو وقت پري ڪونهي جو سنڌ اندر به آفريڪا واريون حالتون پيدا ٿين ۽ سنڌ جا ماڻهو به پيلا، پيلا چهرا ڪئي هٿن ۾ وٽا جهليو قطارون ٺاهي ني وي جو سينگار ٺجن. ماضيءَ ۾ جڏهن سنڌ لاءِ سنڌو نديءَ تي ايترا حق تسليم ڪيا ويا هئا ۽ ١٩٤٥ ۾ پنجاب سرڪار به انهن حقن کي تسليم ڪيو هو ته پوءِ آخر انهن حقن

کي کھڙي قانون پٽاندڙ غصب ڪيو ويو وڃي؟ جڏهن ته مٿي بيان ڪيل " راؤ ڪميشن" اهو فيصلو ڏيئي چڪي آهي ته "جتي به ڌرين جي درميان ڪو معاهدو يا ايگريمينٽ آهي، ته اها خود واسطيدارن جي حقن معلوم ڪرڻ لاءِ " پرمننٽ ڪورٽ آف انٽرنيشنل جسٽس جو ذريعو موجود ڪري ٿي"

راؤ ڪميشن هيءَ به فيصلو ڏنو هئو ته "اها ڳالهه ظاهر آهي ته. گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ١٩٣٥ ۾ ڏنل تجويز، جيڪا دنيا جي ٻين ڀاڱن ۾. ويجهي ماضي ۾، قبول ڪيل اصولن جي عين مطابق آهي، تنهن موجب ڪنهن به مهڙ واري ڀرڳٽي کي ڪو به حق نہ آهي ته نديءَ جي پاڻي سان جيئن وڻيس تيئن هلت ڪري، ائين ڪرڻ سان هيٺين ڀرڳٽن کي نقصان رسندو."

انهن فيصلن کي سامهون رکندي آسان هيءَ چوڻ ۾ پاڻ کي حق بجانب سمجهون ٿا ته پنجاب سرڪار نہ رڳو ١٩٤٥ واري ٺاهه جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي، بلڪ بين الاقوامي ڏوهه جي ڏوهاري پڻ بڻي آهي پر اجا به جيڪڏهن هيٺن ڇنڇي ته اسلامي نقطہ نظر کي به هن پائمال ڪيو آهي ڇو ته حديث شريف ۾ ايندو آهي ته "انسان گاهه، باهه ۽ پاڻيءَ ۾ هڪ جيترا حقدار آهن"

تنهن ڪري پنجاب سرڪار مٿي جيڪي به ڊيم ۽ بئريج سنڌ جي اجازت کانسواءِ جوڙيا آهن اهي سڀ غير قانوني ۽ غيراسلامي آهن ۽ اهي بيجا دخل اندازي ۾ اچيو وڃن ٿا تنهن ڪري انهن سمورن کي رد ڪيو وڃي. باقي رڳو اهو ظاهر ڪرڻ ته سنڌ جي پاڻيءَ ۾ لاٽ رڳو "جهلم ننڪ ڪينال" جي ڪري ٿي آهي تنهن ڪري رڳو ان کي بند ڪيو وڃي، اها سنڌ جي حق تلفين تي چشم پوشي ڇٽبي ۽ اها به هڪ اٽڪل آهي ته، جيئن باقي ڊيمن ۽ بئريجن تان توجهه هٽائي وڃي ته اهي جيئن آهن تيئن قائم ۽ دائم رهن ۽ انهن کي قانوني جواز ملي وڃي. سنڌ جي پاڻي جي مسئلي جو مڪمل حل اهوئي آهي ته انهن غير قانوني دخل اندازين کي ختم ڪيو وڃي. باقي ان کان ڪنهن به گهٽ ڳالهه تي سنڌ جي مسئلي جو حل ممڪن ئي ڪونہ آهي، نڪو سنڌ جا ماڻهو ٻئي ڪنهن ڳالهه تي مطمئن ٿيندا.

سنڌ واسين لاءِ هيءَ ڳالهه سمجهه کان ٻاهر آهي ته آخر پاڻيءَ جي قدرتي اثاث جو اثر به رڳو سنڌ تي پيو آهي جڏهن ته پنجاب ۽ سرحد جي درياهن ۾ پاڻي موجود آهي. اتان جي ماڻهن طرفان ڪابہ شڪايت سامهون ڪانہ آئي آهي. يا وري ائين ڇنجي ته ڊيمن ۾ گڏ ڪيل پاڻي به رڳو انهن کي ڏنو پيو وڃي، جڏهن ڊيم ڀريل آهن ته پوءِ سنڌ لاءِ پاڻي ڇو نہ ٿو ڇڏيو وڃي. تنهن جي معنيٰ ته سنڌ جي پاڻيءَ تي بنايل ڊيمن ۾ بہ سنڌ جو حصو نہ آهي. اهو ڪٿان جو انصاف آهي؟ ۽

ڪئنال جي اسلامي برادري آهي جنهن جون اڄ وڏيون، وڏيون دعوائون ڪيون پيون وڃن ۽ ٻين کي متعصب، ملڪ دشمن، قوم پرست، اسلام دشمن سڏيو پيو وڃي. انصاف پسند ٿوڙهو ٿو هي، ڳالهه پڌري پٽ تي چڪي آهي ته اصل ملڪ دشمن، عصبيت پرست، اسلام دشمن ڪير آهن؟

تنهن ڪري اسان هيءَ گهر ڪرڻ ۾ حق بجانب آهيون ته اهي ناانصافيون ختم ڪيون وڃن جن جا اڳ ۾ به ڏاڍا اگرا نتيجا نڪري چڪا آهن ۽ هيٺئر به نڪري سگهن ٿا. اسان انصاف ۽ اسلام جي علمبردارن کي اپيل ٿا ڪيون ته هو اڳتي وڌن ۽ سنڌ سان ٿيندڙ زيادتي جي خلاف حق جو آواز اٿارين. وقت جي حاڪمن کان گهر ڪن ته، موجوده حالتن ۾ سنڌ جو لکين ايڪڙن تي ٿيندڙ فصل تباهه ٿي چڪو آهي (جنهن جو تفصيل اڄ ڪالهه جي اخبارن ۾ شايع ٿي رهيو آهي) جنهن جا اثر سنڌ ۾ ڏڪر جي بدترين شڪل ۾ ظاهر ٿيندا. تنهن ڪري سموري سنڌ کي آفت زده علائقو قرار ڏنو وڃي ۽ اتي هنگامي حالتن وارا اپاءَ ورتا وڃن.

سنڌ ۾ پاڻي جي کوٽ واري مسئلي تي به چشمه جهلم لنڪ ڪئنال وارو مسئلو هٿرادو اٿاريل آهي. ته جيئن ماڻهن جي توجهه سنڌو نديءَ مٿان بئاپل ڪيترن ئي ٻين ڊيمن ۽ بئراجن تان هٽائي انهن کي قانوني حيثيت ڏياري وڃي، ۽ منگلا ڊيم تي به رڳو پنجاب جي حق کي تسليم ڪيو وڃي. پوءِ وري رهندو واويلا ڪري پنهنجي ڏاڍ مڙسيءَ جي زور تي چشمه جهلم لنڪ ڪئنال جي واسطي سان سنڌو نديءَ جي پاڻي تي به پنهنجو حق ڄاڻايو وڃي.

"جهلم ڪئنال" جا بند ٿي- جڻ قيامت اچي ويئي. زور دار هائيتال مچايو ويو ته انهيءَ جي بند ٿيڻ جي ڪري، جڻ ته سمورو پنجاب ريگستان بڻجي ويندو. حالانڪه اهو ڪئنال ڪو سڄي پنجاب کي سيراب نه ڪرائيندو آهي. بلڪه پنجاب جي هڪ محدود حصي مان هن جو گذر ٿيندو آهي. باقي پوري پنجاب لاءِ ته گهڻائي ڊيم ۽ ڪئنالون آهن جيڪي پنجاب جي پنهنجن درياهن کان علاوه آهن ۽ ٽيوب ويلن جو چار الڳ آهي جنهن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي هيٺ ايندو. جڏهن ته سنڌ جي حالت هيءَ آهي جو هتان جي زراعت جو سمورو دارو مدار سنڌو نديءَ تي آهي ۽ ان ۾ تاريخي کوٽ ڪري سنڌ جي سمورن بئراجن مان نڪرندڙ مختلف ڪئنال مڪمل طرح بند پيا آهن. باقي ڪجهه پاسي وارن ڪئنالن ۾ به وارا بندي آهي. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ لاءِ ڪيترو مشڪل وقت اچي چڪو آهي، جنهن ڪري اسانجون سرسبز ۽ من کي موهيندڙ، پنيون اڄ ويران آهن .

انهيءَ صورتحال جو جائزو، سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر حسين هارون

پنهنجين اکين سان وٺي چڪو آهي. جنهن انهيءَ تباهه ڪندڙ حالتن کي ڏسي هيءُ مطالبو ڪيو آهي ته سنڌ کي آفت ستيل علائقو قرار ڏنو وڃي.

اهڙي حالت هوندي به وڏي پاڻ کي ڪهل ڪانه آئي ۽ ائلندو هن هيءُ چتاءُ ڏنو ته جيڪڏهن جهلم لنڪ ڪئنال نه کولي وئي ته سنڌن سمورا ميمبر استعفائون ڏيندا. جڏهن سنڌ ين طرفان هيءُ مطالبو ڪيو ويو ته سنڌ کي اهڙي خطرناڪ تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ انساني همدردي جي بنياد تي ذخيري ڪيل پاڻيءَ منجهان ڪجهه حصو ڏنو وڃي. جيڪو سنڌ جو حق به اهي. جڏهن ته منگلا ڊيم منجهه پاڻيءَ جو ذخيرو ضرورتن کان ٦٠ سيڪڙو واڌو به آهي، ان کي هنگامي حالتن ۾ سنڌ کي ڏيئي کيس مڪمل تباهيءَ کان بچايو وڃي. مگر افسوس ان جو جواب مليو ته. اسان کي ربيع لاءِ پاڻي کپي. جيڪڏهن اهو اوهانکي ڏيئي ڇڏيون ته پوءِ اسان ربيع ڪيئن پوکي سگهنداسون. حالانڪ سنڌ کي خريف لاءِ پاڻي کونه آهي. هوڏي وري ربيع جون تياريون آهين. جڏهن ته اهڙوئي ذخيرو جولاءِ مهيني کان پوءِ ڪري سگهجي ٿو ۽ عام طرح ائين ٿي ڪيو ويندو آهي.

حقيقت ۾ انهيءَ ناڪار ۽ هٺ ڌرميءَ جي پٺيان هڪ وڏو مقصد آهي جيڪو لڪائڻ جي باوجود به لڪي نه سگهيو آهي انهيءَ جو اظهار هنن لفظن ۾ ٿيو آهي جيڪو پنجاب جي وڏي وزير جي هڪ بيان منجهان ظاهر ٿي رهيو آهي. جو جڏهن وڏي وزير کي، وزير اعظم هڪ گڏجاڻي ۾ گهرايو هئو. جنهن ۾ سنڌ جو وڏو وزير. واپڊا جو چيئرمين ۽ مرڪزي سيڪريٽري پڻ موجود هئا ۽ کيس جڏهن ڏهه سال اڳ ٿيل هڪ معاهدو ڏيکاريو ويو. جنهن ۾ چيو ويو هئو ته. سنڌو درياهه جو پاڻي پنجاب کي، سنڌ جي وڏي وزير جي اجازت کان سواءِ نٿو ملي سگهي ان وقت سندس مٿان هيءُ به زور وڌو ويو هئو ته. سنڌ کي سندس حق مطابق منگلا ڊيم منجهان پاڻيءَ ڏنو وڃي. آن وقت هن صاحب هيءُ جواب ڏنو هو ته "منگلا تي رڳو پنجاب جو حق آهي. توهان سنڌوءَ جي ڳالهه ڪريو. اسان ته ان مان به حصو وٺڻ چاهيون ٿا. اسان کي اهو معاهدو قبول ڪو نه آهي. اڄ اسان جيڪڏهن دپاءَ ۾ اچي پنجاب جي نهرن ۾ منگلا ڊيم منجهان پاڻي ڇڏيو ته پوءِ اسان کي سنڌو نديءَ مان ڪڏهن به پاڻي نه ملندو.

حقيقت ۾ اهو ڪئنال دائمي نه آهي بلڪه ان ۾ سنڌوءَ جو واڌو پاڻي وهائنو آهي، ۾ ان سان گڏوگڏ انهيءَ ڪئنال جي حيثيت به رڳو لنڪ واري آهي جيڪا سنڌوءَ جو پاڻي کڻي "جهلم نديءَ ۾ پهچائي ٿي. قانوني طرح انهيءَ لنڪ منجهان ڪابه آبادي ڪرڻي ٿي ڪانه آهي. اهڙو اظهار گذريل حڪومت جي هڪ

وزير عبدالحفيظ پيرزادي پڻ پنهنجي هڪ خط ۾ ڪيو آهي. جيڪو ڄڻ جنگ ڪراچي. ۾ لکيو هئو ۽ ان ۾ ان جو ذڪر هئو تہ "لنڪ ڪئنال" جو مقصد هي: هجي سو تہ هڪ درياهہ جي واڌو پاڻيءَ کي ٻئي درياهہ تائين پهچائجي. انهن مان سنڌو سنئون هڪ ايڪڙ ايراضي بہ آبادي ڪرائڻ غلط آهي."

جشما جهلم لنڪ ڪئنال بہ انهيءَ ڪارڻ هيٺ ٺاهي ويئي هئي (حالانڪہ ان جي ٺهڻ وقت بہ سنڌ واسين سخت احتجاج ڪيو هئو. پر انڌن آڏو روئڻ اکين جو زيان) تہ سنڌوءَ جي واڌو پاڻيءَ کي انهيءَ لنڪ جي ذريعي جهلم نديءَ ۾ وهايو وڃي. تان تہ پنجاب ۾ وڇايل نهرن جي ڄار جي ذريعي انهيءَ سيلابي پاڻيءَ جو رخ موڙي سگهجي. اِها ان ڪري تہ ٺاهي ويئي هئي تہ. سنڌو نديءَ جي عام وهڪري منجهان هن کي پاڻي مهيا ڪيو ويندو. جنهن تي رڳو سنڌ جو حق آهي.

هن وقت اهو بہ چوڻ غلط ٿيندو تہ ڪو انهي لنڪ منجهان ٣ ملين ايڪڙ ايراضي آبادي ڪرائي پيئي وڃي جيڪا متاثر ٿي رهي آهي. ۽ جيڪڏهن ائين ڪيو بہ ويو آهي تہ پوءِ اهو سراسري طرح غير قانوني عمل آهي. انهيءَ ڪري ئي ان کي ڪئين دفعا بند ڪيو ويو آهي اخباري خبرن جي مطابق اها نهر پنهنجي چمار ۾ هن وقت تائين پنجاهہ دفعا بند ٿي چڪي آهي. (جنگ ڪراچي تاريخ ٧ جون ١٩٨٥ع)

اسان جي معلومات مطابق انهيءَ ڪئنال تي اڳ ۾ تہ ڪڏهن بہ اهڙي واويلا ڪانہ ڪئي ويئي هئي پوءِ هاڻي ڪهڙي ڪارڻ اهڙو پائيتال پاريو ويو آهي؟

ان جي ڪارڻن متعلق ڪجهہ تہ مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون پر جيڪڏهن تاريخ تي نظر وجهجي تہ اهڙين حرڪتن جو سلسلو نظر ايندو. جن جو ڪجهہ ذڪر پوئتي ڪري چڪا آهيون پر نئين معلومات مطابق اڳئين صورتحال کي واضح ڪرڻ گهرون ٿا تہ جيئن تاريخ ۾ ڪيل ڪلورن تان بہ پردو هٽي ۽ اهڙين سٽائن جي سلسلي کي اڄ جي حالتن سان ملائي سگهجي.

سنڌ جي هڪ ماهر آبپاشي (شير محمد بلوچ. جيڪو سنڌ جي آبپاشيءَ جو سيڪريٽري هجڻ سان گڏوگڏ اولهہ پاڪستان جو بہ آبپاشيءَ جو سيڪريٽري رهي چڪو آهي) جي ٻڌايل انگن اکرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ جڏهن گڏيل هندستان جو ورهاڱو ڪيو ويو ۽ ان ۾ پنجاب جا ٽي درياهہ يعني راوي، ستلج ۽ بياس پنجاب جي ئي غلطين جي ڪري هندستان جي حوالي ٿي ويا. تڏهن مغربي پنجاب سرڪار ڏٺو تہ هاڻي ٽنهي درياهن جي کسجڻ جي ڪري جيڪو ٿورو گهڻو نقصان ٿيو آهي، انجو فائدو وٺي، سنڌو درياهہ تي بہ پنهنجو حق ڄاڻائجي. پوءِ پنجاب سرڪار انهيءَ

سٽاءِ ذريعي انڪلن ۾ شروع ٿي ويئي ته ڪهڙي نموني سنڌوءَ جي پاڻي کي ڦٻائجي.

پنجاب جي ٿيل نقصان معلوم ڪرڻ ۽ ٻين صوبن کي ٿيل نقصان جي جاچ رکڻ لاءِ پاڪستان جي سرحدن وٽ ستلج نديءَ تي "سليمانڪي بئريج" ۽ راوي نديءَ تي "جسرپل" وٽ سؤ سالن کان لڳل ماپ جي گڙن منجهان معلومات ڪجي ٿي ته مٿين ٻنهي جاين وٽ پاڻيءَ جو جيڪو وهڪرو پاڪستان پهچندو هئو ان جا سؤ سالن جا انگ اکر موجود آهن. جنهن مان هيءَ ڳالهه پڌري آهي ته، انهن ٻنهي جاين وٽ پاڻيءَ جو سراسري وهڪرو هر سال ٣ ملين ايڪڙ فوٽ رهيو آهي. ۽ انهن "٣" ملين ايڪڙ فوٽن منجهان سؤ سالن کان وٺي پنجند وٽ ٻه ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سدائين سنڌو نديءَ ۾ وهندو رهيو آهي. انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ته جيڪڏهن انهن ٻنهي درياهن جي کسجڻ ڪري پنجاب جو جيڪڏهن نقصان ٿيو به آهي ته اهو هڪ ملين فوٽ پاڻيءَ جو ٿيو آهي. ان جو اثر سنڌ تي وڌيڪ پيو آهي جو هن جو ته ٻه ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي کسجي ويو.

پوءِ جڏهن پنجاب کي انهن درياهن منجهان، هڪ ملين ايڪڙ فوٽ ئي پاڻي ملندو هئو ته پوءِ وڌيڪ پاڻي ڪيڏانهن ويو؟ پنجاب ان صورتحال جو فائدو هيٺن ورتو جو هن ڏنڊي جي زور تي سنڌ جي اجازت کان سواءِ بي - آر- ڊي - لنڪ زوري ٺهرائي ورتي جنهن جي ذريعي هن پنجن ئي درياهن منجهان ڏيڍ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي کڻي ورتو. حالانڪ سندس پاڻي رڳو هڪ ملين ايڪڙ فوٽ کسيو ويو هئو. جنهن مان معلوم ٿيو ته ورهاڱي کانپوءِ پنجاب کي پاڻيءَ جي کوٽا مطابق فائدو ٿي پيو نقصان نه. اهي ئي ڏينهن هئا جو سنڌ جي هڪ عيوضيءَ مرحوم محمد هاشم گذدر دستور ساز اسيمبليءَ ۾ انهيءَ لنڪ جي ٺاهڻ تي اعتراض ورتو ۽ ان کي سنڌ، پنجاب ٺاهه ١٩٤٥ جي ڀڃڪڙي ڪوٺيو هئو. ان اعتراض جي جواب ۾ سنڌ سرڪار کي مرڪزي سرڪار ڊي او ليٽر تاريخ ٢٦ مارچ ١٩٥٣ ع ذريعي (چيف سيڪريٽري مسٽر فاروقي ڏانهن لکيل) معافي ورتي ۽ يقين ڏياريو هئو ته "آئنده سنڌ - پنجاب ٺاهه جي ڪابه ڀڃڪڙي نه ڪئي ويندي ۽ هر ڳالهه ۾ سنڌ کان راضپو حاصل ڪرڻ اولين فرض سمجهيو ويندو."

انهن حالتن کان پوءِ به پنجاب ماٺ نه ڪئي ۽ پنهنجي پاڻيءَ جي کسجڻ جون دانهون ڪندو رهيو. حقيقت ۾ اهي دانهون رڳو سنڌ جي پاڻيءَ ڦٻائڻ لاءِ هڪ ڍونگ هيون نه ڪه حقيقت. ڇو ته پنجاب ته پنهنجي کوٽ کان به وڌيڪ پاڻي بي آر بي ڊي لنڪ جي ذريعي حاصل ڪري چڪو هئو. نتيجي ۾ انهن جون اهي

انڪلون ڪامياب ٿيون. جو عالمي بئنڪ وچ ۾ پئي هڪ معاهدو ڪرايو جنهن کي سنڌ طاس وارو معاهدو چيو وڃي ٿو. اصل ۾ اهو زمانو ون يونٽ جو زمانو هئو ۽ عالمي بئنڪ جي وفد ۾ سنڌ جو عيوضي ڊاڪٽر محمد صالح قريشي هو- جنهن کي هڪ سازش جي تحت وايس موڪلي پنهنجي من ماني قائم ڪري اهو معاهدو ڪيو ويو هئو.

انهن حقيقتن معلوم ڪرڻ کان پوءِ هي ڳالهه پڌري پٽ ٿي پئي آهي ته پيا ڊيم ۽ بئريج ته ڇڏيو پر منگلا ڊيم جنهن تي رڳو پنجاب جو حق سمجهيو وڃي ٿو، حقيقت ۾ اهو به سنڌ جي پاڻيءَ ڦٻائڻ لاءِ جوڙيو ويو آهي. انهن حقيقتن منجهان هيءَ ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي ته هن وقت به. پنجاب ۾ پاڻيءَ جي کوٽ جو ڪوڙو ڍنڍورو ڳهمائي، اڳي وانگيان سنڌو نديءَ تي پنهنجي واڌاو حق ثابت ڪرڻ لاءِ اهو ڊرامو رچيو ويو آهي. سنڌ واسين لاءِ اها ڪا نئين ڳالهه ڪانه آهي. ساڳي تاريخ دهرائي پيئي وڃي. اڳي به اهڙين نڪتين سان سنڌ جو استحصال ڪيو ويو هئو، هاڻي به ڪيو پيو وڃي. نه ته ڀي صورت ۾ جيڪڏهن کوٽ آهي به ته، پنجاب وٽ پاڻيءَ جي کوٽ پوري ڪرڻ جا ڪيترائي ذريعا آهن. انهن ذريعن ڏانهن سنڌ وارا وقت بوقت ڌيان ڇڪرائيندا رهيا آهن. جن جو ذڪر فضل اڪبر ڪاميٽي جي ضمن ۾ ايندو.

تاريخ ۱۵ آڪٽوبر ۱۹۷۰ تي جيڪا فضل اڪبر ڪاميٽي ناهي وئي هئي انکي به اهڙي قسم جون ذميواريون سونپيون ويون هيون ته هوءَ:

(الف) سنڌو ندي ۽ انجي مددي ندين جي وهندڙ. توڙي تلائن ۾ ڪٺو ڪيل، پاڻيءَ جي ورڇ بابت سفارشون ڪري ۽ ائين ڪرڻ ۾ هيٺين نقطن تي ڌيان ڏئي.

(۱) چئني صوبن کي ورڇ ۾ حصو ملي. (۲) انڊس واٽر ٽريٽيءَ جي اثرن تي به غور ڪري. يعني سنڌ طاس واري معاهدي تي به غور ڪري.(۳) زير زمين پاڻيءَ جي ذخيرن کي نظر ۾ رکي ۽ انهن کي نهري پاڻيءَ سان ملائي ڪتب آڻڻ لاءِ تجويزون ڏئي. (۴) صوبن جي زراعت، ڪارخانن ۽ شهري استعمال لاءِ پاڻيءَ جون ضرورتون سامهون رکي.

انهيءَ ڪاميٽيءَ جي هڪ ميمبر شير محمد بلوچ جو هي رايو ۽ تجويز هئي ته "نندي کند جي ورهاڱي جي ڪري جيڪو پاڻيءَ جو مسئلو پيدا ٿيو هو ۽ ان جي ڪري سنڌ طاس وارو ناهه عمل ۾ آيو، جنهن ۾ چيو ويو هو ته "پاڪستان کي هيءَ اختيار رهندو ته هو مختلف طريقن سان پنهنجي کوٽ کي پورو ڪري."

انهيءَ جو مطلب اهو آهي ته پاڪستان لاءِ جيڪا پاڻيءَ جي ڪوٽ ٿي انجي مقدار کي، مغربي درياهن يا وري ٻين معقول طريقن سان پورو ڪيو وڃي.

انجو مطلب اهو ڪونه هئو ته ڪنهن به بئراج يا واهه ۾ وهندڙ پاڻيءَ جي مقدار ۾ ڪا تبديلي آندي وڃي (جيئن پنجاب سرڪار ناجائز نموني مخالف ڊيم ۽ بئراج ٺاهي پاڻي جي مقدار ۾ تبديلي آڻي چڪي آهي) اهي جائز ۽ معقول طريقا هئا ٽيوب ويل ۽ ڊيم ٺاهڻ.

**ٽيوب ويل اسڪيم جو تفصيل هن ريت آهي:**

ٽيوب ويل پاڻيءَ جي ذخيري پيدا ڪرڻ لاءِ اتي ڪامياب ٿيندا جتي پاڻي مٺو هوندو. هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو ته پنجاب ۾ مٺي پاڻيءَ جو ڪيترو ذخيرو آهي؟ ۽ ساڳي وقت سنڌ ۾ ڪيترو آهي؟ ڪوجناڻن مان اڻين اندازو ڪيو ويو آهي ته پنجاب ۾ زمين جي سطح کان ۱۰۰ فوٽ هيٺ وڃڻ سان ۵۰۰ ملين ايڪڙ فوٽ مٺو پاڻي ملي سگهي ٿو، جيڪڏهن ۵۰۰ فوٽ هيٺ وڃجي ته ڪل ۲۵۰۰ ملين ايڪڙ فوٽ مٺو پاڻي ملي سگهي ٿو.

پنجاب هميشه اهو سوال پئي اٿاريو آهي ته ۵۰۰ فوٽ هيٺ ٽيوب ويل لڳائڻ ممڪن نه آهي. جيڪڏهن پنجاب جو چوڻ صحيح آهي ته پوءِ سوال پيدا ٿئي ٿو ته، پنجاب جو پنهنجي سيني اسڪارپ جي پراجيڪٽن ۾ هيڏو سارو وڏو خرچ ڪري، پنج سئو فٽ اونها ٽيوب ويل هٿايا آهن؟ جيڪڏهن پنج سؤ فوٽن کان پاڻي ڪڍڻو ئي ڪونه هئو ته پوءِ ايڏي ساري خرچ تي اونهن ٽيوب ويلن هڻڻ جو پنجاب کي ڪو جواز ئي ڪونه آهي.

حقيقت اڻين آهي ته، ۵۰۰ فوٽ گهرائي تان پاڻي ڪڍي سگهجي ٿو ۽ انهيءَ حساب سان پنجاب ۾ ۲۵۰۰ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جو ذخيرو موجود آهي.

هن مقدار جو اندازو هن ڳالهه مان ڪري سگهجي ٿو ته پاڪستان جي سمورن درياهن جو پاڻي هڪ سال ۾ ۱۶۰ ملين ايڪڙ فوٽ کان وڌيڪ ڪونه آهي. هن مان صاف ظاهر آهي ته جيڪڏهن پنجاب کي درياهن جو پاڻي هڪ قطرو به نه ملي تڏهن به پنجاب کي ڪا پاڻيءَ جي گهرج ڪانه آهي.

ٻئي طرف "هنٽنگ" رپورٽ موجب سنڌ جي زير زمين مٺي پاڻيءَ جو ذخيرو سال ۾ ۳ ملين ايڪڙ فوٽ آهي. انهيءَ حساب جي آڌاري تي خيرپور اسڪارپ ٺاهي وئي. خيرپور اسڪارپ تيار ٿيڻ بعد اهو ظاهر ٿيو ته ٽن حصن پاڻيءَ مان ٻه حصا پاڻي سمنڊ جي پاڻيءَ جهڙوئي ڪڙو هو. ساري سنڌ ۾ ان اندازي موجب ڪم آڻڻ جهڙي مٺي پاڻيءَ جو ذخيرو فقط هڪ ملين ايڪڙ فوٽ

آهي.

هائي صورتحال اتي وڃي پهتي تہ پنجاب ۾ مٺي پاڻي جو زير زمين ذخيرو ٢٥٠٠ ملين ايڪڙ فوٽ آهي ۽ ان جي مقابلي ۾ سنڌ جي زير زمين پاڻيءَ جو ذخيرو هڪ ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

جيڪڏهن پنجاب ڪي درياهن جي پاڻي جو هڪ قطرو بہ نہ ملي تہ بہ هن لاءِ هاڻوڪين ضرورتن ۽ توڙي آئيندي واڌاري Devlopment لاءِ پاڻيءَ جي ڪابہ کوٽ ڪانہ ٿيندي. پوءِ جڏهن پاڻي جي صورتحال اها آهي تہ پوءِ ڊيمن ۽ بئراجن ٺاهڻ جي ڪهڙي ضروت آهي ۽ هئي.

سنڌ طاس واري ٺاهہ وقت، ننڍن صوبن کي ائين چئي بيوقوف بڻايو ويو هئو تہ، اهي اسڪيمون رڳو عالمي بئنڪ کان پئسن وٺڻ لاءِ بڻايون پيون وڃن. مگر ٿيو چا اهو سمورو دنيا جي آڏو آهي ۽ اهي سڀ ڪم ون يونٽ واري عرصي دوران ڪيا ويا جنهن ۾ ڪنهن بہ ننڍي صوبي جو ڪو وجود ۽ اثر ئي ڪونہ هئو.

اخباري خبرن منجهان ڄاڻ ٿي چڪي آهي تہ انهيءَ سلسلي ۾ پنجاب ۾ تقريبا ٢ لک ٽيوب ويل ڪم ڪري رهيا آهن ۽ انهن کي اڃا بہ وڌائي سگهجي ٿو. پر ان جي مقابلي ۾ سنڌ ۾ فقط ڏهہ هزار ٽيوب ويل لڳل آهن. جن جو بہ زير زمين پاڻيءَ جي کاري هجڻ ڪري استعمال مشڪل آهي.

انهي سموري صورتحال پيدائش کان پوءِ اسان چئي سگهون ٿا تہ پنجاب سرڪار جي واويلا اجائي آهي. ۽ هن جو مقصد رڳو هي آهي تہ ڪهڙي بہ طريقي سان سنڌو درياهہ مان گهڻي کان گهڻو پاڻي حاصل ڪيو وڃي. ۽ سنڌو کي پريشان ڪيو وڃي يا وري هيڻن چئجي تہ بليڪ ميل ڪيو وڃي . حالانڪہ پنجاب وٽ پاڻيءَ جي کوٽ کي پوري ڪرڻ جا تمام گهڻا ذريعا آهن جن کي استعمال ڪرڻ سان انهيءَ جهيڙي کي آسانيءَ سان ٽاري سگهجي ٿو.

پر پنجاب پنهنجي ڌڻ دونس ۽ اثر رسوخ جي زور تي چشمہ جهلم لنڪ ڪئنال لاءِ بہ سنڌو منجهان پنهنجو دائمي حق ثابت ڪرائي ورتو. جو سنڌ ۾ پاڻيءَ جي خطرناڪ صورتحال جي باوجود ڪئنال کي ٨ جون تي کوليو ويو ۽ ان جو سنڌ کي اطلاع بہ ڪونہ ڏنو ويو. جنهن تي سنڌ جي وڏي وزير دانهن ڪئي تہ ڪئنال کي اسان جي مشوري کان سواءِ کوليو ويو آهي.

خبر نہ آهي تہ وزير اعظم کي بہ اطلاع ڏنو ويو يا نہ. هيءَ ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي تہ سنڌو نديءَ تي ٺاهيل غير قانوني ڪئنال کي تہ سنڌ جي مشوري کان سواءِ کولي. سنڌو ندي تي انجي قانوني حق کي تسليم ڪيو پيو وڃي. پر

سنڌ لاءِ وري انجي برائي اسڪيم يعني سيوهڻ بئراج کي به هن مهل تائين نظر انداز ڪيو پيو وڃي. انهيءَ سلسلي ۾ اڀياسي جي وفاقي وزير سچ چيو هئو ته "جڏهن هيٺ پاڻي پهچندوئي ڪونه" پوءِ بئراج وري ڇا جو."

حالانڪ سيوهڻ بئراج جي اسڪيم ڪا اڄ جي اسڪيم ڪانه آهي بلڪه اها ته انگريزن جي زماني جي رٿا آهي جنهن کي اڄ تائين نظر انداز ڪيو ويو آهي. انهيءَ وچ ۾ پنجاب ۾ ڪيترائي ڊيم ۽ بئراج ٺهي چڪا آهن ۽ اڃا به وڏاو اسڪيمون تياريءَ جي مرحلن ۾ آهن.

سيوهڻ بئراج جي اسڪيم ١٨٥٥ ۾ جنرل نائق رٿي هئي. ان کان پوءِ وري هڪ بين الاقوامي شهرت يافته انگريز صلاحڪار جماعت به پنهنجي لوئر انڊس رپورٽ ۾ واضح طور تي مشورو ڏنو ته "سنڌ جي اندروني علائقي کي سرسبز ۽ آباد ڪرڻ لاءِ سيوهڻ بئراج ٺاهڻ ضروري آهي. جنهن جو هڪ هيءُ به فائدو پوندو ته ٻوڏن جي زماني ۾ سمنڊ ۾ ويندڙ پاڻي به زيان ٿيڻ کان بچي ويندو جيڪو وڏو قومي زيان آهي." حقيقت ۾سنڌ جا ماڻهو به ڪيترن سالن کان انهيءَ رٿا تي عمل ڪرائڻ ۽ انکي پنج ساله منصوبي ۾ شامل ڪرائڻ لاءِ مطالبا ڪندا رهيا آهن.

انصاف جي تقاضا به اهائي آهي ته هن سائنسي دور ۾ سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين کي برباد ٿيڻ کان بچايو وڃي. حقيقي صورتحال هيءَ آهي ته سکر بئريج منجهان نڪتل واهن جي ڊيگهه پن يا ٽن سؤ ميلن کان گهٽ ڪانه آهي جيڪو هڪ عالمي مثال آهي. انهن جي انهيءَ ڊيگهه جي ڪري اندروني علائقا يا پڇڙيءَ وارا علائقا هميشه پريشان رهن ٿا. هن وقت سکر بئريج مان نڪرندڙ دادو ڪئنال جي ڊيگهه ١٣٤٤٨ ڪلوميٽر آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن سيوهڻ تي بئريج ٺاهيو وڃي ته، هڪ طرف سکر بئراج تان بار هلڪو ڪري سگهبو ۽ ٻئي طرف وري سيوهڻ بئريج جي پاڻي کي ٻين ڪئنالن جي مدد لاءِ به استعمال ڪري سگهبو ۽ دادو ڪئنال جي پڇڙي واري لکين ايڪڙ ايراضي کي به سيراب ڪري سرسبز بڻائي سگهجي ٿو. سيوهڻ بئريج جو هڪ وڏو فائدو هيءُ به ٿي سگهي ٿو ته بئراج جو پاڻي آبڪلائيءَ جا پنج مهينا وهڻ کان پوءِ جڏهن ختم ٿي وڃي تڏهن وري انهيءَ ٿي بئريج منجهان پريل منڇر ڍنڍ جي پاڻي سان چشمه وانگر گڏ ڪيل پاڻيءَ کي ربيع جي موسم ۾ به استعمال ڪري سگهبو ۽ انهيءَ گڏ ڪيل پاڻي منجهان لاڙ کي به ربيع جو پاڻي آسانيءَ سان مهيا ڪري سگهبو. پر اهي به سمورا خيالي پلاءُ آهن. ڇو ته جيڪڏهن مٿي پنجاب ۾ ناجائز دخل اندازين جي اها صورتحال رهي ته

پوءِ سيوهڻ بئراج تہ ڇڏيو پر سکر، ڪوٽڙي بئراج جو بہ الله حافظ آهي.

هن سال جيڪا پاڻي جي اڻاٺ ٿي آهي ۽ ان ۾ پنجاب سرڪار جو جيڪو رويو سامهون آيو آهي. اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن اسان رڳو اخباري بيانن تائين ڪفايت ڪري ويٺاسون تہ پوءِ، سموري سنڌ چند سالن ۾ ريسگتان بڻجي ويندي ۽ سنڌي مارووڙا بوند پاڻي لاءِ ٻاڪارون ڪندا وتندا. تنهن ڪري هن وقت سنڌ جي قومي مفاد جي تقاضا اها آهي تہ سنڌ جي قيادت اڳيان اچي ۽ انهيءَ مسئلي جي نبيري لاءِ ڪي عملي اپاءَ وٺي ۽ پنجاب سرڪار کي قوت سان جواب ڏيئي چئي سگهي تہ، جيڪڏهن پنجاب جو وڏو وزير پنجاب منجهان سنڌ جي پاڻيءَ بند ڪرڻ جي ڌمڪي ڏيئي سگهي ٿو تہ، اسان بہ پنجاب جي سامونڊي ڪاروبار واري اچ وڃ کي بند ڪري سگهون ٿا ۽ جيڪڏهن پنجاب جو وڏو وزير اهڙوبيان ڏيئي بہ محب وطن آهي تہ پوءِ اسان بہ چوري ڪانہ ڪئي آهي.

سنڌي ماڻهن کان اڃا گذريل سال واري پاڻيءَ جي کوٽ وسري ناهي ان جي پيل اثرن منجهان ئي جان نہ ڇڏائي سگهيا آهن تہ وري سندس مٿان ڪالا باغ ڊيم جي نالي ڪاريهر نانگ اچي کپ کوڙيو آهي. هي ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي تہ جڏهن ١٩٤٥ وارو تاريخي معاهدو موجود آهي ۽ ان کان پوءِ سنڌ طاس وار معاهدو بہ اڃا پراڻو ڪونہ ٿيو آهي تہ پوءِ آخر مرڪزي سرڪار کي هي حق ڪٿا ٿو پهچي تہ هو سنڌ جي اجازت کان سواءِ سنڌو نديءَ تي ڪوبہ ڊيم يا ٻي ڪا بہ هٽ چراند ڪري سگهي؟ پوءِ جڏهن وڏن ڪي ٿي پنهنجن معاهدن ۽ ناهن پوري ڪرڻ جو خيال ناهي ۽ سندن دل ۾ ٺڳي آهي تہ، پوءِ ننڍن تي وري پگ آڇا جو هر وقت پيا وڏن جي غلاميءَ ۾ گذاريندا.

هيءَ تاريخي حقيقت آهي تہ پاڻي جي مسئلي جي نبيري لاءِ ايوب خان جي زماني ۾ يعني ١٩٥٥ ۾ سڪ بورڊ ٺاهيو ويو هو جنهن جو نالو انڊس بيسن ايڊوائزري بورڊ رکيو ويو هو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ان بورڊ جي ذريعي ڪهڙيون بدمعاشيون ڪيو ويون انهن جو ڪجهہ تفصيل تہ آءٌ پوئتي ڏيئي چڪو آهيان پيهر دهرائڻ جي ڪا ضرورت ڪانہ آهي، هن وقت رڳو هي ٻڌائڻو آهي تہ ، ان بورڊ تربيلا ڊيم جي منظوريءَ لاءِ عالمي بئنڪ سان لهہ وچڙ ڪئي هئي پر عالمي بئنڪ انهيءَ اسڪيم کي رد ڪري ڇڏيو هئو، پر پيهر منظوريءَ لاءِ عالمي بئنڪ کي ٻڌايو ويو هئو تہ انهيءَ ڊيم منجهان سنڌ جي ضرورتن جو خيال رکيو ويندو. نيٺ ان صورتحال کي ڏسي عالمي بئنڪ ان اسڪيم جي منظوري ڏني هئي پر ان ڊيم سان سنڌ کي جيڪو فائدو پهتو اهو، دنيا ڏسي چڪي آهي ۽ اڃان بہ ڏسندي.

هن وقت به ساڳي صورتحال آهي. ڇيو ٿو وڃي ته ڪاباغ ڊيم منجهان سنڌ کي فائدو رسندو. بجليءَ جي پيداوار وڌندي.

پر سمجهڻ جوڳي ڳالهه هي آهي ته جيڪڏهن سنڌ کي فائدي پهچائڻ جو سرڪار کي ايترو اونو آهي ته پوءِ سنڌ جي پراڻي اسڪيم جيڪا سئو سال پراڻي آهي انتي ڇو نٿو عمل ڪيو وڃي يعني سيوهڻ بئراج جنهن جي سنڌ کي سخت گهرج آهي جنهن سان هڪ ته پاڻي ضايع ٿيڻ کان بچي ويندو جيڪو اجايو عربي سمنڊ ۾ وڃي ٿو پوي ۽ ٻيو ته سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين آباديءَ جي لائق بڻجي پوندي.

باقي رهيو بجليءَ جي واڌاري جو مسئلو، سو ته سيوهڻ ۾ ڊيم ٺاهڻ سان به حل ٿي ويندو.

باقي ايتري پراڻي اسڪيم کي ڇڏي (جنهن جي انگريزن جا مشهور ماهر به سخت ضرورت محسوس ڪري چڪا هئا) ٻيون نيون اسڪيمون بڻائڻ، جن تي ڪيترن ماڻهن کي سخت اعتراض آهي، ڪٿان جو انصاف ڇئبو.

باقي انهن اسڪيمن تي ايترين مخالفتن جي باوجود به زور ڏيڻ سان ته اهوئي ٿو سمجهه ۾ اچي ته انجي پٺيان ڪي خاص مقصد ۽ ارادا آهن جنکي پوري ڪرڻ لاءِ ان ڊيم جو ٺهڻ ضروري سمجهيو ٿو وڃي.

(ماهوار الصادق ڪراچي ١٩٨٥)
اپريل مئي، جون ۽ ڊسمبر .

پيٽرڪ مڪ ڪُلي

# وڏا ڊئم: فني ناڪاميءَ جو ثبوت

ڊيم ۽ مسئلا هميشه گڏوگڏ رهيا آهن انهن مان ڪجهه جو واسطو ٽيڪنالاجي سان آهي ته ڪن جو ڳانڍاپو ڊيم ٺاهڻ دوران بي ڏياني سان آهي، بهرحال مسئلا ڊيم جي تعميراتي عمل ۾ رڪاوٽ وجهن ٿا ۽ منصوبي جي موثر ٿيڻ کي پڻ روڪن ٿا. ان کان سواءِ ڊيم سان لاڳاپيل اقتصاديات تي پڻ برو اثر وجهن ٿا. ڊيم ان ڪري ناڪام ٿين ٿا جو انهن جي فائدي جي ڪٿ انهيءَ منصوبي ٺاهڻ وقت هنيا وڃن ٿا. انجنيئر ۽ سياستدان ڊيمن جي افاديت بابت بيان بنا ڪنهن فني جاڻ ۽ انگ اکرن جهڙوڪ ڊيم واري هنڌ جي جيالاجي جي خبرچار، مختلف موسمن ۾ پاڻي جي مقدار جي جاڻ ۽ ندي جي پاڻ سان آئيندڙ لٽ جو مقدار وغيره کانسواءِ ڏيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته ائين به ٿيندو آهي جو انگ اکر گڏ ڪرڻ وقت منصوبي جي ناڪام ٿيڻ وارن انگ اکرن ۽ شاهدين کي لڪايو ويندو آهي يا صرف منصوبي جي فائدي وارن انگ اکرن جي تشريح ڪئي ويندي آهي. ورلڊ بينڪ جي سوشولاجسٽ مائيڪل سيرينيا ڊيم ٺهڻ واري هنڌ کان ماڻهن کي لڏائڻ پٺي هنڌ واري صورتحال تي ڳالهائيندي چيو ته ڊيم جي صنعت ڊيمن جي تعمير مان پئسا ڪمائي ٿي پر عام طرح ڪابه ڪمپني انهنجي ناڪامي جي قيمت ادا نه ٿي ڪري، اهو پڻ ڏٺو ويو آهي ته ڊيمن جي صنعت انهن ڳالهين کان بي نياز آهي ته سندن منصوبه فني ۽ اقتصادي طرح ڪيترا مضبوط آهن.

## ڊيم ۽ جيالاجي:

هڪ جيالاجسٽ جي نظر ۾ اها جڳهه هڪ ڊئم ٺاهڻ لاءِ غير مناسب هئي، خبر نه آهي ته اسان جي ڪامورن جي عام فهم کي ڇا ٿي ويو آهي).

(مونٽينا يونيورسٽيءَ جي رابرٽ ڪَري جا ٽيٽون ڊئم ١٩٧٨ع بابت خيال).

هر اها جڳهه جتي ڊئم ٺهندو آهي، انهيءَ جون جيالاجيءَ سبجيڪٽ جي حوالي سان ڪي مخصوص خاصيتون هونديون آهن. ان ڪري اهو لازمي هوندو آهي ته ڊئم جو تعميراتي ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ انهيءَ جڳهه ۽ علائقي جي جيالاجيڪل سروي ڪئي وڃي. انهي سروي ۾ ڪيترائي پئسا ۽ وقت لڳي سگهي

ٿو. اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ ڪانپوءِ به اهو عين ممڪن آهي ته جيالاجيڪل سروي جا نتيجا انهيءَ جڳهه تي ڊئم ٺاهڻ جي حق ۾ نه هجن. انهي رقم ۽ وقت جي خرچ ڪان بچڻ لاءِ ڊئم ٺاهيندڙ ڪوشش ڪري. جيالاجيڪل سروي ڪرائڻ بغير ئي ڊئم جي تعمير شروع ڪندا آهن. انهيءَ لاپرواهي جي ڪري ڪيترائي ڊئم ويهي ويا ۽ سندن ترن ۾ وڏيون ڏارون ۽ روڻيون پئجي ويون. ١٩٩٠ ۾ ورلڊ بئنڪ جي ڪرايل هائڊرو پاور ڊئمن جي سروي وارن ۴٩ پراجيڪٽن ۾ ڪونه ڪونه جيالاجيڪل مسئلو لڌو ويو. ورلڊ بئنڪ انهيءَ مطالعي کي هيٺين لفظن تي ختم ڪيو ته "هائڊرو ڊئمن ۾ جيالاجيڪل مسئلي جي غير موجودگيءَ واري صورتحال هڪ غير معمولي واقعو آهي".

ري ڪليمشين بيورو اڳ ۾ ئي باخبر هو ته ٽيٽون نديءَ تي ٺهندڙ ڊئم ۾ جيالاجيڪل مسئلا آهن. ڇو ته اها ڳالهه ڪين تڏهن ئي معلوم ٿي هئي جڏهن هُن تجرباتي کوٽائي شروع ڪئي. بيورو جي جيالاجسٽ ڪين ١٩٧٠ع ۾ اڳواٽ ٻڌايو هو ته ڦوٽ جي ڪري ڊئم مان پاڻي سمندو. پر پوءِ به ان راءِ کي درگذر ڪيو ويو.

جڏهن انهيءَ ڊئم جي ٺيڪيدارن ١٩٧۴ع ۾ بُنياد کوٽڻ شروع ڪيا ته هُن ڊئم واري هنڌ جي اترئين حصي ڪجهه ڏارون ڏٺيون پر انهي کي نظر انداز ڪيو ويو ڇو ته هو اڳي ئي پنهنجي شيڊول کان پوئتي هئا.

نوي فٽن جي اوچائي وارو ٽيٽون ڊيم آڪٽومبر ١٩٧٥ع ۾ ٺهي راس ٿيو جيئن ئي بهار جي مند آئي ته ٽيٽون نديءَ ۾ برف ڳرڻ شروع ٿي ۽ پاڻي ڊئم ۾ گڏ ٿيڻ لڳو. نديءَ ۾ پاڻي هڪ اندازي موجب امير جي حساب سان وڌڻ لڳو ۽ ڊئم ۾ هڪ ڏينهن ۾ ۴ ميٽر پاڻي جي سطح بلند ٿيڻ لڳي. جون ١٩٧٦ع ۾ ڊئم تي ڪم ڪندڙ عملدارن ڏٺو ته ڊئم جي اترئين پٽ مان پاڻي سمي رهيو هو. ۵ جون تي صبح جو هُن ڏٺو ته باقاعدي هڪ گهارو پئجي چڪو هُئو. ڪجهه ڪلاڪن کان پوءِ ته صورتحال ئي ٻي هئي. ڊئم جي اوچي پٽ ۾ هڪ وڏو شگاف پئجي چُڪو هيو.

انهيءَ ٻوڏ ۴,٠٠٠ گهرن ۽ ٣۵٠ ڪاروبارن کي مڪمل مليا ميٽ ڪري ڇڏيو. انڪانسواءِ، ڪيترا هزار هيڪٽر زرعي زمين جو مٿيون تهه بلڪل تبديل ٿي ويو. انهيءَ ٻوڏ اڳواٽ اطلاعن جي باوجود به ١۴ ماڻهو ماري وڌا. انهي ٻوڏ جي نقصان جو تخمينو اُن وقت هڪ ارب آمريڪي ڊالر لڳايو ويو هُيو. انهيءَ ٻوڏ جي ڪري ايجان به وڏيڪ جاني نقصان ٿئي ها، جيڪڏهن فجر جو ئي ١٢,٠٠٠ ماڻهن کي لڏايو نه وڃي ها.

جرمن، سٽز، آمريڪي گڏيل ڪمپني ايل اي اير آء کي خبر هئي تہ چڪسائي chixoy نديءَ تي ٺهندڙ ڊئم بہ اڳتي هلي مشڪلاتون ئي سگهن ٿيون، جو تہ انهيءَ هنڌ اڳ بہ ٿي پرندڙ جبل موجود هيا ۽ شروعات واري مطالعي بہ ڪين اڻ لڪا زلزلي جا جهٽڪا پڻ نظر آيا هئا، پر پوءِ بہ انهن سڀني ڳالهين کي رد ڪندي گوئٽيمالا جي بجلي پيدا ڪندڙ اداري آءِ اين ڊي اي کي صلاح ڏني تہ هو چڪسائي ندي تي پوئبلوويهو واري هنڌ تي ڊئم ٺاهن. آخر فيبروري ١٩٧٦ع بہ انٽر، آمريڪن ڊولپمينٽ بئنڪ کان ١٠٥ ملين آمريڪي ڊالر قرض ورتو ويو ۽ ڪم اڃان شروع ئي ٿيڻ وارو هيو جو گوئٽيمالا بہ هڪ خطرناڪ زلزلو آيو. جنهن جي ڪري اختيارين وري ڀيهر زلزلي کي مد نظر رکي انهيءَ ڏسيل ڊئم واري هنڌ جو سائنسي مطالعو ڪرايو. انهيءَ مطالعي جي نتيجي بہ ڊئم جي جوڙ جڪ ۽ نقشي بہ تبديليون بہ آنديون ويون. انهيءَ سڄي عرصي بہ ١٥ مهينا لڳي ويا ۽ غير مستحڪم معيشت جي ڪري پراجيڪٽ جي ٽوٽل لاڳت بہ ڏهہ سيڪڙو واڌ اچي چڪي هئي. مئي ١٩٧٧ع بہ انن مُلڪن ڪان قرض ورتا ويا ۽ چڪسائي ڊئم تي ڪم شروع ڪيو ويو. جرمن، سٽز ۽ آمريڪي ڪمپني ايل اي اير آء کي انهيءَ ڊئم جي انجنيئرنگ حصو جانچڻ لاءِ هڪ وڏي منافعي وارو حصو مليو تہ جيئن هو ڊئم جي فني جانچ ڪندا رهن.

جڏهن ڊئم تي ڪم شروع ٿيو ۽ بُنياد پوڻ شروع ٿا تہ معلوم ٿيو تہ ايل اي اير آءِ جو ڪيل مطالعو بہ اڻ پورو هيو ۽ هيٺ جبل بہ تمام گهڻا ڏار ۽ اڳ بہ آيل زلزلي جي ڪري پور لڌا ويا. اهي سڀ ايترا تہ گهڻا هيا جو ڪم کي روڪي ڊئم جي وري نئين سر ڊزائن ٺاهڻي پئي. انهي جو نتيجو اهو نڪتو تہ ڊئم جي پٽ تي ١٩٧٧ع جي حساب ڪتاب ڪان ٣٥٠ سيڪڙو وڌيڪ خرچ آيو. ان ڪان وڌيڪ اها ڳالهہ ٿي تہ انهن سڀني تبديلن جي ڪري پاور هائوس بہ بہ مَڪيہ تبديليون آڻيون پيون، جنهن جي ڪري پاور هائوس جي قيمت بہ ٻيڻي ٿي ويئي. آخرڪار ڳالهہ وڃي اتي پهتي جو پاڻيءَ جي دٻاءَ پيدا ڪرڻ لاءِ ٢٠ ڪلوميٽر ڊگهو چئنل بہ ٻيهر ٺاهڻو پيو جنهن جي ڪري ڊئم جو منصوبو ١٤ مهينا وري بہ پوئتي رهجي ويو.

بهرحال چڪسائي ڊئم جولاءِ ١٩٨٣ع بہ پاور پيدا ڪرڻ شروع ڪيو پر صرف پنجن مهينن ڪانپوءِ دٻاءَ لاءِ ٺاهيل چينل بہ مَڪيہ خرابيءَ جي ڪري آءِ اين ڊي اي کي پاور پلانٽ بند ڪرڻو پيو ۽ انکي درست ڪرڻ لاءِ اداري جا ٢ سال ۽ ٥٧ ملين رپيا خرچ ٿيا. اها رقم ورلڊ بئنڪ کان قرض طور ورتي وئي. چڪسائي پاور

هائوس جا ٦٠ ٽربائين اپريل ١٩٨٦ تائين هلي نہ سگهيا. ١٩٧۴ع ۾ ايل اي ايم آءِ کاٽــو لڳايو هو تہ ڊئم تي ٢٧٠ ملين آمـريڪي ڊالر خرچ ايندو پر ١٩٨٨ع تائين انهي تي ٩۴۴ ملين آمريڪي ڊالر خرچ اچي چڪو هيو.

اهڙي طرح ٩٠ ميگاواٽ اوچايا هائيڊرو پاور هائوس سان بہ اهڙئي قسم جو مسئلو درپيش آيو. اهو منصوبو گونٽي مالاجي ڏاکڻي حصي ۾ شروع ٿيو هيو. انهي منصوبي ۾ ٺيڪيدارن کي جبل جي پرسان تعمير ڪرڻ وقت تمام هيٺ بنياد وجهڻا هيا پر هنن ائين نہ ڪيو. جڏهن پاڻيءَ جو دٻاءُ ٽربائن ڏانهن ويندڙ چئنل ڏانهن ويو تہ اهو ٽٽي پيو. جنهن جي نتيجي ۾ پاور هائوس ڪنهن ڪم جو نہ رهيو. ٺهڻ وقت ئي اُن ۾ پاڻي پرجي ويو. جنهن جي ڪري جيتري عرصي ۾ انهيءَ کي ٺهڻو هيو ان کان وڌيڪ وقت لڳي ويو ۽ قيمت جيڪا ١٠٠ ملين آمريڪي ڊالر ڄڻي ويٺي هُئي انهيءَ ۾ بہ ٨٣ سيڪڙو اضافو آيو. انهيءَ ڊيم جو پيو ٽربائن تہ چڻ شروع کان هيو ئي نہ. نتيجي ۾ ڊئم ٢/٣ جي حساب سان ڪم ڪري رهيو آهي.

## (هائيڊرو لاجي) جو سياسي استعمال Political Hydrology

(ڊئم ٺيڪ آهي، پر مسئلو پاڻي آهي)

(پال بئڪ، چيف ٽڪنيڪل ڊائريڪٽر، سر اليگزينڊر گب ۽ پارٽنرس جا ١٩٩۴ ۾ وڪٽوريا ڊئم، سري لنڪا جي ناقص ڪارڪردگيءَ تي بحث ڪندي چيل لفظ)

جيئن ڊئم اڏيندڙ جيالاجيءَ کي نظر انداز ڪندا آيا آهن، تيئن اهي شروع کان پاڻي جي انگن اکرن کي بہ غور هيٺ نہ آڻندا آهن. ڇو تہ ڊئم ۾ پاڻي يا سوڪ جو دارو مدار قدرت تي آهي تہ انهيءَ کي پري ڇڏي يا انهيءَ ۾ واري آڏاري. پاڻيءَ جي ماهرن جو اڳ ڪٿيون گهڻو ڪري اڳ ۾ ورتل انگن اکرن تي ٻڌل هونديون آهن. پر اهي ڪابہ ڳالهہ خاطر خواهہ ۽ اعتماد سان نٿا چئي سگهن. ڇو تہ هڪ عقلي اندازو لڳائڻ لاءِ بہ توهان کي سَوَ سالن جا انگ اکر گهرجن. ڪڏهن ڪڏهن ٥٠ سال ساڳيا انگ ملي سگهن ٿا تہ ڏهن سالن ۾ بہ تبديلي اچي سگهي ٿي. انڪانسواءِ موسمي تبديلين ۽ برساتن کي بہ نظر ۾ رکڻو آهي. هاڻي تہ گرمي پد ۾ بين الاقوامي واڌ جي ڪري انهن نڪتن کي ذهن ۾ رکڻ انتهائي ضروري آهي.

ضرورت تہ انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ دُرست اندازي لڳائڻ لاءِ موسمي، مهيني وار ۽ ڏهاڙي انگ اکر هجن. پر ندين جي وهڪري بابت پروسي وارا انگ اکر گڏ ڪرڻ هڪ مهانگو ۽ ڏکيو عمل آهي. جيڪڏهن اهڙا انگ اکر موجود نہ آهن تہ پوءِ

ڊئم تعمير ڪندڙن کي هڪ ڊگهي عرصي تائين انتظار ڪري هڪ ٽائيم سيريز ٺاهڻي پوندي. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته پاڻي جا ماهر پاڻيءَ جي وهڪري جو اندازو برسات جي انگن اکرن مان لڳائيندا آهن. جيڪو هڪ سنئون ۽ عام طريقو آهي پر انهي طريقي ۾ به ڪافي پيچيد گيون آهن جو ته اهي انگ اکر به وري پنهنجي اندازن سان واسطو رکن ٿا جيئن برسات جو پوڻ، برسات جي پاڻي جو وهي وڃڻ، پاڻي جو ٻاڦ ٿي وڃڻ ۽ زمين ۾ جذب ٿي وڃڻ وغيره.

خاص ته وارياسي باراني علائقن ته سالن جي پروسي وارا انگ اکر به ڪم جا نه ٿيندا آهن، جن جي بُنياد تي توهان مستقبل بابت اڳ ڪٿيون ڪري سگهو. انهيءَ صورتحال جي وضاحت جاگرافيءَ جي ماهر وليم ائڊم هن ريت ڪئي آهي.

" ڪو جيڪڏهن وارياسي ۽ بياباني علائقن جي صورتحال کي عام علائقن سان ڀيٽي ٿو ته انهيءَ تي صرف ڪل ئي اچي سگهي ٿي جو ته اهو هڪ چنگو عمل آهي. عام رواجي برسات جو اندازو سراسري برسات جي بُنياد تي هنيو ويندو آهي. اهو طريقو شايد عام علائقن لاءِ ته بهتر هُجي پر وارياسي علائقن ۽ بياني پرڳڻن لاءِ نا مناسب آهي. انهيءَ جي مدد سان توهان آفريڪا ۾ منصوبا بندي نٿا ڪري سگهو. ڪمپيوٽر جي مدد سان ٺاهيل خيالي صورتحال هڪ رٿا بندي ڪندڙ کي ته مدد ڏئي سگهي ٿي پر ان سان آفريڪا جي ماحول ۾ منصوبا بندي نٿي ٿي سگهي".

پروسي وارن انگ اکرن جي کوٽ ڊئم ٺاهيندڙ کي ڊئم ٺاهڻ کان نه ٿي روڪي ۽ هو چند ڏهاڪن جي انگن اکرن تي عمل ڪندي ڊئم ٺاهڻ شروع ڪندا آهن. هو اڪثر ڪري عمل ڪري پوءِ چڱائي جي اُميد ڪندا آهن ته اهو ڊئم ڪهربل نتيجا ڏيندو. جڏهن هو غلطي ڪندا آهن ته پوءِ ساليانی وهڪري کي گهٽو ڪري ٻُڌائيندا آهن ۽ وڏين ٻوڏن کي گهٽ ڪري ڳڻائيندا آهن.

ساليانی سراسري پاڻيءَ کي حد کان وڌيڪ گهٽو ڪري ٻڌائڻ جي ڏس ۾ اهو ڏٺو ويو آهي ته دئم ايترو پاور پيدا نٿا ڪن جيترو انهن مان توقع ڪئي ويندي آهي. ١٩٥٠ع جي آخر ۾ جنرل فرانڪو جي دور ۾ ٽنگس ۽ گنڊيلا ندين تي ڊئم ٺاهيو ويو. پر انهيءَ پنهنجي صلاحيت ۽ سگهه جيترو پاور پيدا نه ڪيو. ١٩٩٤ع ۾ انهيءَ جي سگهه، ١٧ سيڪڙو ئي رهي.

هڪ ١٩٧٧ع ۾ ٺهيل سَريوناڪاسن ڊئم ڪڏهن به پاڻي سان ڀرجي نه سگهيو جو ته پاڻيءَ جي ماهرن ڊئم ٺاهڻ دوران برسات بابت جيڪو سراسريءَ بُنياد تي اندازو هنيو هيو، اوتري برسات نه ٿي سگهي. ١٩٩١ع دوران اها

صورتحال ٿائي لينڊ جي ٢٥ وڏن ڊئمن سان آهي حالت لاڳو ٿئي ۽ ٻي سال انهن ۾ ٢/٣ حصو پاڻي به نه هيو. اهڙي طرح ٿائيلنڊ جا به پمي پول ۽ سري ڪٽ ڊئم جن جي ٺهڻ ۾ ورلڊ بئنڪ مدد ڪئي هئي. انهن ۾ مارچ ١٩٩٤ع دوران صرف سندن سگهه جو ٧ سيڪڙو پاڻي ٿي موجود هيو.

١٩٩٣ع ۾ ورلڊ بئنڪ سان لاڳاپيل ٻن ماهرن اڊورڊ مئسن ۽ رابرٽ ايشر. جن جو واسطو بروڪنگس انسٽيٽيوٽ سان آهي. ٻڌايو ته:

"پنگ نديءَ جي بجلي پيدا ڪندڙ صلاحيت ڪي پمي پول ڊئم ٺاهيندڙ اختياريءَ، انگن اکرن کي وڌائي ٻڌايو هيو ته ڊئم جي صلاحيت زراعت ۾ هٿي ڏيڻ ۽ ٻين سيني اهڙن عمل جي جانچ رکي ڊئم ٺاهڻ جو اقتصادي جواز ڏنو ويجي".

١٩٢٢ع ۾ ڪولوراڊو نديءَ تي پاڻيءَ جي حق تي رهواسي آتر ۽ ڏکڻ ۾ ورهائجي ويا. اها ٻي ڳالهه آهي ته انهيءَ جي ڪري ئي هوور ڊئم لاءِ ماحول ساز گار ٿيو. انهيءَ ڊيم لاءِ ڪاغذ پٽ تيار ڪندڙن ٻڌايو ته نديءَ ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو سراسري طرح ١٧.٥ ملين ايڪڙ فوٽ آهي. (هڪ ايڪڙ فوٽ معنيٰ پاڻيءَ جو اهو مقدار جيڪو هڪ ايڪڙ کي ريج ڪري سگهي).

١٩٥٠ع ۾ اها ڳالهه واضع ٿي آئي ته هن صديءَ جي ٻن ڏهاڪن ١٩٥٢ - ١٩٣٢ع تائين ڪولوراڊو نديءَ ۾ پاڻي سراسري طرح ١١.٧ ملين ايڪڙ رهيو. پر پوءِ به پاڻي جي اختياريءَ واري اداري افسوس ڪرڻ بجاءِ ڪانگريس کي وڌيڪ فنڊن لاءِ گذارش ڪئي. بهرحال ١٩٦٥ع تائين پاڻيءَ جي اختياريءَ وارو ادارو، پاڻيءَ جي انهيءَ کوٽ کي نظر انداز ڪندو رهيو ۽ پوءِ ٻڌائيائين ته پاڻي هن وقت ١٥ ملين ايڪڙ فوٽ آهي. اها ڳالهه هندستان جي سردار سروور ڊئم سان مشابهت رکي ٿي. جتي به بالا اختياري، ڊيم جي متاثر ٿيندڙن جو موقف رد ڪندي، سراسري ڪٽ لڳائي منصوبو ٺاهيو هيو. سردار سرور ڊئم ٺاهيندڙ ١٩٧٠ع ۾ ٻڌايو ته هر ۴ سالن مان ٽن سالن دوران ٢٧ ملين ايڪڙ پاڻي هيٺ نرمدا ڏانهن وهي ويجي ٿو. ١٩٩٠ع ۾ جاري ٿيل انگر اکر ٻڌائن ٿا ته ۴٢ سالن ۾ هر چئن سالن مان ٽي سال ٢٢.٧ ملين ايڪڙ پاڻي هيٺ وڃي ٿو. پر تازا انگ اکر ته ٻڌائن ٿا ته اهو وهڪرو اڃان به گهٽ آهي.

انڊيا جي پاڻيءَ بابت مرڪزي ڪميشن اها ڳالهه مڃي ٿي ته نربدا ڏانهن پاڻيءَ جو وهڪرو ڄاڻايل وهڪري کان گهٽ هيو. پر پوءِ اها ننڍو ڊئم ٺاهڻ جي بجاءِ انهيءَ ڊئم ٺاهڻ جي حق ۾ آهي. جنهن جي ڪري لکين ماڻهو دربدر ٿيندا.

**لٽ ۽ ڊئم**

(اسين پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ ڊئم ٺاهيون ٿا. جن کي هلائڻ لاءِ حقيقت ۾ اسين پنهنجو ماٿريون ۽ ڪارخانا گروي رکون ٿا. پر پوءِ بہ اهي وقت گذرڻ سان پاڻي ۽ لٽ گڏ ڪندا ٿا رهن آخر ڪار انهن جو ڪردار اسان جي خوشحاليءَ ۾ محدود ٿي ٿو وڃي).

ايڊلوليو پولڊ، دي ورجن سائوٿ ويسٽ، ۱۹۲۳ع

هر ندي پاڻيءَ سان گڏ لٽ بہ پاڻ سان آڻيندي آهي. عام صورتحال ۾ تہ اهو لٽ پاڻيءَ سان گڏ هيٺ ماٿريءَ ۾ وهي ويندو آهي پر ڊئم ٺاهي جڏهن نديءَ جي پاڻيءَ کي روڪيو ويندو آهي لٽ ڊئم جي تري ۾ گڏ ٿيڻ لڳندو آهي. جنهن کي انگريزيءَ ۾ Trap Effciency of Dam چئبو آهي. يعني ڊئم ڪيترو لٽ پاڻ وٽ ڦاسائي يا روڪي ٿو. ڪن ڊئمن ۾ تہ اها خاصيت ۱۰۰ سيڪڙو هوندي آهي. گذريل ٦ ڏهاڪن جي تحقيق ثابت ڪيو آهي تہ ڊئم جي لاءِ لٽ سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ آهي.

پروفيسر خالد محمود، جارج واشنگٽن يونيورسٽي ڊسٽرڪٽ ڪولمبيا واشنگٽن، ورلڊ بينڪ طرفان ڊئمن ۾ لٽ بابت هڪ مطالعو ڪندي ۱۹۸۷ع ۾ ٻڌايو تہ سڄي دنيا جي ۱،۱۰۰ ڊئمن ۾ لٽ گڏ ٿيڻ جي صورتحال هر مُلڪ ۽ علائقي ۾ مختلف آهي پر اها گهڻو ڪري نديءَ جي پاڻيءَ ۾ موجود لٽ ۽ ڊئم جي سائيز تي دارو مدار رکي ٿي. آمريڪا جا وڏا ڊئم لٽ جي ڪري هر سال سراسري طرح 0.2 سيڪڙو پاڻي گڏ ڪرڻ جي صلاحيت وڃائي رهيا آهن. پئسفڪ ڊيمن ۾، لٽ گڏ ٿيڻ جا انگ اکر 0.5 سيڪڙو آهن. سڀ کان وڏو مسئلو چين ۾ آهي جتي هر سال 2.3 سيڪڙو جي حساب سان ڊئم پاڻي گڏ ڪرڻ جي سگهہ وڃائي رهيا آهن.

انڪانسواءِ لٽ مشين آپريشن لاءِ بہ مٽي جو سور آهي ڇو تہ لٽ ۽ واري ٽربائين جي بليڊن جي ڪارڪردگيءَ تي اثر انداز ٿي ٿئي. جنهن جي ڪري انهن بليڊن جي ڦرن جي رفتار رُڪجي ۽ گهٽجي وڃي ٿي. ٽربائين جا بليڊ، ٽربائين هلائڻ لاءِ ايترا اهم آهن، جيترا جهاز کي اڏارڻ لاءِ سندس پر. ٽربائين جي بليڊن جي مرمت تي ڳرو خرچ اچي ٿو ڇو تہ ان کي بند ڪري صفائي ڪرڻي پوي ٿي جنهن جي ڪري ڊئم جي مجموعي ڪارڪردگي گهٽجي ٿي.

دنيا جي سڀ کان وڌيڪ لٽ واري ندي ڦڪي Yellow ندي آهي، اها

اترئين مرڪزي چين ۾ موجود آهي. انهيءَ ۾ لٽ جو مقدار عام نديءَ جي پيٽ ۾ ٩ ڀيرا وڌيڪ آهي. زمين جي ماهر سائنسدان ڊينيل جي. هايل ڦڪي نديءَ لاءِ چوندو آهي تہ "اها صابڻ جو گهاٽو ڳار آهي".

سنمينڪسيا ڊئم ١٩٥٧ع ۾ ڦڪي نديءَ جي ٻوڇڙ تي، اڳوڻي سوويت يونين جي فني مدد سان تعمير ڪيو ويو. ان وقت جي چيني ماهرن انهيءَ ڊئم جي انهيءَ بُنياد تي مخالفت ڪئي تہ ندي پاڻ سان گڏ لٽ ڪٺي اچي ٿي. جيڪو عمل ڪُجهہ عرصي ۾ ڊئم جي صلاحيت تي وڏي پئماني تي اثر انداز ٿيندو. ۾ سندن دليلن کي وزن ڏيڻ بجاءِ ڪميونسٽ سرڪار کين "ساڄي ڌر" جو قرار ڏيندي خاموش ڪرائي ڇڏيو. هوڏانهن ٽن سالن جي عرصي يعني ١٩٦٠ع ۾ ٥٠ بلين ٽن لٽ نديءَ جي پيٽ ۾ انهيءَ ڊئم جي رڪاوٽ جي ڪري گڏ ٿي چڪي هئي انهيءَ ڪري نديءَ جي مهڙ وٽ اُٿل اچڻ ڪري قديم شهر زيان ٻڏڻ جو خطرو پيدا ٿي پيو. جڏهن مائوزيتنگ کي زيان شهر جي ٻڏڻ بابت ٻڌايو ويو تہ هن چيو تہ جيڪڏهن ڪُجهہ نٿا ڪري سگهو تہ ڊئم کي بم هڻي تباهہ ڪري ڇڏيو. بهرحال ١٩٦٢ع ۽ ١٩٧٣ع ۾ ڊئم جي بُنيادي جوڙ جڪ ۾ اهڙيون تبديليون ڪيون ويون جو لٽ وهي وڃي. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ اها تبديلي آندي ويئي جو جولاءِ ۽ آڪٽومبر ۾ پاڻي کي نہ روڪيو وڃي ڇو تہ انهيءَ وقت ڦڪي ندي ۾ ٻوڏ واري صورتحال هوندي آهي ۽ ساڳي وقت اها پاڻ سان تمام گهڻو لٽ پڻ آڻيندي آهي. بهرحال پوءِ بہ ٤٠ سيڪڙو، لٽ گڏ ٿيڻ جي ڪري ڊئم پنهنجي صلاحيت وڃائي چڪو آهي. صرف ٢٥٠ ميگاواٽ جي ڪري، انهيءَ ڊيم. ٻوڏ ذريعي دنيا جي زرخيز زمين جا ٦٦,٠٠٠ هيڪٽر زمين پاڻي هيٺ آندي ۽ ٤١٠,٠٠٠ ماڻهو دربدر ٿيا. چين تہ سنمينڪسيا جو تجربو واري ساڳي ڦڪي نديءَ تي ١٩٥٠ع واري ڏهاڪي جي آخر ۾ ورجايو.

٥٧ ميٽر اوچو ينگ سوڪسيا ڊئم ٺاهيو تہ ويو پر تعمير مڪمل ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي لٽ جي ڪري انهيءَ جي پاڻي گڏ ڪرڻ جي صلاحيت ٣/١ ٿي چُڪي هئي. ١٩٦٦ع تائين انهي جو پيٽ ٽي حصا لٽ جو شڪار ٿي چُڪو هُيو. ١٩٦٧ع ۾ تہ لٽ جي ڪري ڊئم ۾ پيٽ لهي چُڪو هُيو، جنهن جي ڪري هاڻي پاڻي جا بہ وهڪرا ٿي پيا آهن.

## لٽ جو سفر

ڪنهن بہ نديءَ تي ڊئم جي رٿابندي ڪرڻ کان اڳ نديءَ جي لٽ جو مطالعو ڪيو وڃي. انهيءَ بابت مڪمل انگ اکر ڪڏهن ڪيا وڃن تہ اها پاڻيءَ سان گڏ

ڪيتري لٽ آڻي ٿي. لٽ بابت انگ اکر گڏ ڪرڻ هڪ ڏکيو ۽ مهانگو ڪم آهي، جو تہ پاڻيءَ جي وهڪري بابت تہ سولائي سان انگ اکر معلوم ڪري سگهجن ٿا پر لٽ بابت ائين ڪري نٿو سگهجي. هن وقت بہ دنيا جي ندين بابت ڪي بہ ڀروسي وارا انگ اکر موجود نہ آهن تہ اهي ساليانو ڪيترو لٽ پاڻ سان آڻن ٿيون. ڊئم جي ماهر محمود موجب، جنهن نديءَ تي ڊئم ٺهي ٿو. ان جي لٽ بابت انگ اکر ڊئم جي تصور ڪيل عمر جي اڌ سالن جيترا هُجڻ گهرجن. حالانڪہ اهڙا انگ اکر گڏ ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. جيڪي نديون وارياسي علائقا ٽپي سمنڊ ۾ ڇوڙڪن ٿيون انهن ۾ لٽ ٻين ندين کان گهڻو هوندي آهي.

ٻوڏ واري عرصي ۾ ندين ۾ لٽ پنهنجي عروج تي هوندو آهي. مثال طور آمريڪا ۾ سڄي سال جي اڌ جيترو لٽ صرف ٻوڏ وارن ٥ کان ١٠ ڏينهن ۾ ندي پاڻ سان گڏ آڻيندي آهي. انڪانسواءِ، طوفان، مٽيءَ جا تودا، ۽ ٻرندڙ جبل جي ڦاٽڻ ۽ بين الاقوامي گرمي پد ۾ واڌ جي ڪري بہ اچانڪ نديون پاڻ سان گڏ عام صورتحال کان وڌيڪ لٽ آڻي سگهن ٿيون ۽ ان صورتحال جو ڪوبہ اڳواٽ اندازو نٿو لڳائي سگهجي.

جولاءِ ١٩٩٣ع ۾ نيپال جي ڪل خاني ڊئم جو ١/١٠ حصو ڪٽجي ڇڪو هُيو ڇو تہ نديءَ جي جابلو حصي ۾ ٣٠ ڪلاڪن هلندڙ طوفان جي ڪري، لٽ وهي آيو هئو. انهيءَ ڊئم بابت اها اڳڪٿي ڪئي ٿي وڃي تہ انهيءَ جي تري ۾ اجان بہ لٽ جمع ٿيندي، ڇو تہ اڳ آيل طوفان نديءَ جي ڪنڌن ۽ گهيڙن کي لٽ سان ڀري ڇڏيو آهي ۽ ڪوبہ تيز وهڪرو انهيءَ کي هيٺ ڪٺي اچي ڊئم جي تري ۾ اڇلائيندو. هڪ اندازي موجب ايندڙ صديءَ تائين اهو ڊيم ١١٤ ميٽر اوچي لٽ گڏ ٿيڻ جي ڪري ڪنهن بہ ڪم جو نہ رهندو. بهرحال ١٩٨١ع ۾ جڏهن اهو ٺهي مڪمل ٿيو تہ انهيءَ جي عمر لاءِ ٻڌايو ويو تہ سندس زندگي ١٠٠-٧٥ سال هوندي!.

انهيءَ غير يقيني واري صورتحال ڪانپوءِ بہ ڊئم ٺاهيندڙ ڊئم جي عمر ۽ ڪارڪردگيءَ بابت خوشفهميءَ جو شڪار آهن ١٩٧٠ع ۽ ١٩٨٠ ۾ ڇي ڙاءِ ڊئم ڊئم ورلڊ بئنڪ ۽ انٽر آمريڪن ڊولپمينٽ بئنڪ جي قرض سان ٺهيل سينٽرل آمريڪا جو اهم ڊئم هيو پر لٽ جي ڪري خاطر خواهہ نتيجا نہ نڪتا. اهڙي طرح، هونڊرس ۽ ڪوسٽاريڪا بہ وڏي ڊئم جي ڪري بين الاقوامي مالياتي ادارن جا قرضي ٿيا ويا.

اڄ لٽ دنيا جي سيني وڏن دشمن جو مسئلو آهي. يو ايس آرمي ڪارپس

انجنيئرنگ جي هڪ ٽيم ١٩٩٢ع ۾ ايل ساوادور جي ١٢٥ ميگاواٽ پاور پيدا ڪندڙ سيران گرئنڊ جو مطالعو ڪيو ۽ ٻڌايو ته لٽ جي ڪري انهيءَ جي عمر هاڻي ٣٠ سال هوندي، حالانڪه، ڊئم تعمير ڪندڙن ٻڌايو هيو ته انهيءَ جي متوقع عمر ٣٥٠ سال هوندي.

انڊيا جا پنهجا انگ اکر سنڌن ١١ ڊئمن بابت ٻڌائن ٿا ته سنڌن ڊئم هڪ عام اندازي کان ٻه ڀيڪ لٽ جي ڪري، متوقع صلاحيت وڃائي رهيا آهن. مثال طور ڀڪرا ڊئم ۾ لٽ، ١٣٠ سيڪڙو ٿي ويو آهي، جيڪو ڊئم ٺاهڻ وقت واري اندازي کان تمام گهڻو آهي. ساڳي طرح نظام ساگر نالي ڊئم، جيڪو آندرا پرديش ۾ آهي انهيءَ ۾ ١.٦٥٠ سيڪڙو لٽ پئجي رهيو آهي.

١٩٩٠ع ۾ قدرتي ڍنڍن ۽ ڍورن بابت ورلڊ بئنڪ هڪ مطالعاتي رپورٽ جاري ڪئي جنهن ۾ ٻڌايو ويو ته، انڊيا ۾ لٽ ۽ پاڻي سان گڏ ايندڙ واري، مٽي ۽ ٻئي گند گاهه جي ڪري انڊيا جا ڊئم تيزيءَ سان ڀرجي رهيا آهن. هاڻي اها ڳالهه پڪ سان چئي سگهجي ٿي ته ڊئمن جي لٽ بابت انگ اکر هڪ ته فرضي ۽ ڪچا هيا پيو ته جيتري عرصي لاءِ انگ اکر گهربل هجن ٿا، انهيءَ عرصي لاءِ انگ اکر گڏ نٿا ڪيا وڃن. اڄ ڪلهه جديد ڊئم اهڙي طرح ٺاهيا وڃن ٿا جو لٽ جي ڪري سنڌن صلاحيت گهڻو متاثر نه ٿئي. اهي جديد ڊئم هڪ ٽيڪنڪ استعمال ڪن ٿا، جنهن کي هو پنهنجي فني ٻوليءَ ۾ "ڊيڊ اسٽوريج" جو نالو ڏين ٿا. اصل ۾ ڊئم جي ڪجهه حصي کي اهو نالو ڏنو ويو ٿو. انهيءَ ٽيڪنيڪ تحت ڊئم جي سڀ کان هيٺائين ڇوڙ واري گيٽ وٽ، اهو ٺاهيو وڃي ٿو ته جيئن وهڪري ڪري لٽ اتي گڏ ٿيندو رهي ۽ باقي بين گيٽن تي لٽ جو اثر نه ٿئي. پر ٿئي ائين ٿو ته، "ڊيڊ اسٽوريج" جي بجاءِ لٽ ڊئم جي باقي حصي ۾ به گڏ ٿئي ٿي جنهن کي فني ٻوليءَ ۾ "ليو اسٽور" چون ٿا ۽ اهڙي طرح ڊئم جي ڪارڪردگي ۽ صلاحيت متاثر ٿئي ٿي. مثال طور پاڪستان جي تربيلا ڊئم جو ١٢ سيڪڙو "ليو اسٽوريج" به لٽ جي ڪري ڀرجي چڪو آهي، جنهن جي عمر اڃان ١٨ سال مس ٿي آهي. هو ڏانهن ٥٥ سيڪڙو "ڊيڊ اسٽوريج" اڃان خالي پيو آهي. سڄو مسئلو اهو آهي ته هر ڊئم ۾ لٽ گڏ ٿيڻ جي رفتار ۽ مقدار مختلف آهي ۽ انهيءَ لاءِ ڪابه اڳ ڪٿي نٿي ڪري سگهجي.

عام طرح اهو لٽ جنهن ۾ پٿر ۽ نهريون شيون هونديون آهن اهو لٽ ڊئم جي اترئين طرف گڏ ٿيڻ شروع ٿيندو آهي، جنهن کي فني ٻوليءَ جي "بئڪ واٽر" ڊيلٽا چوندا آهن. جيڪا آهستي آهستي ڊئم طرف وڌڻ شروع ٿيندي آهي. ١٩٨٣ع

۾ تربيلا ڊئم جي "بئڪ واٽر" ڊيلٽا ۱۹ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي هئي ۾ ڊئم ٺاهڻ وقت ماهرن اهو اندازو لڳايو هيو تہ اها ڊئم کان ۴۸ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي هئڻ گهرجي. خبر ۱۹۹۱ع جي رپورٽ موجب انهيءَ ڊيلٽا جو ڇيڙو ڊئم کان صرف ۱۴ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي.

## چيالاجيءَ کي رڪاوٽ

ڊئمن ۾ لٽ گڏ ٿيڻ کان بچاءَ لاءِ ڊئم - صنعت گهڻين ئي ڪوششون ڪري رهي آهي. پر اهي سڀ مهانگيون ۽ ڪن حالتن ۾ تہ گهربل نتيجن کان وانجهيل آهن. هن وقت ٻي ٽيڪنڪ عمل هيٺ آهن؛ هڪ تہ لٽ کي سري کان ڊيم ۾ گهٽ داخل ٿيڻ ڏجي، ٻيو تہ لٽ کي وقفي وقفي سان خارج ڪندو رهجي ۽ ٽيومشين ذريعي ڊئم جي پيٽ مان لٽ ڪڍيو وڃي.

اڄ ڪلهہ هڪ ٻيو طريقو بہ عمل هيٺ آهي. جنهن تحت نديءَ جي ڪنارن تي وڻڪاري ڪئي ٿي وڃي تہ جيئن وڻن جو پاڙون مٽيءَ کي مضبوط جهلن ۽ روڪي بيهن ۽ برساتن وغيره جي ڪري لٽ. نديءَ ڊئم سمنڊ ۾ گڏ نہ ٿئي. پر جڏهن اهڙيون ڪوششون بہ ورتيون وڃن ٿيون تہ ندين جي ڪنارن تي آباد ماڻهو مخالفت ڪن ٿا ۽ چون ٿا تہ وڻڪاريءَ سبب سندن زمينون هليون وينديون جيڪي وڻن اڳ ۾ ئي گهٽ آهن. پوءِ هو گذران لاءِ کيتي پاڙي بہ نہ ڪري سگهندا.

پر خالد محمود ٻڌائي ٿو تہ، "ندين ۾ لٽ کي روڪڻ لاءِ وڻڪاري سان گهربل اقتصادي يا انجنيئرنگ نتيجا نٿا نڪري سگهن. ڇو تہ ندين ۾ ڪنارن جي مٽي، واري ۽ گند گاهہ کان علاوه جنهن ماٿريءَ مان ندي گذري ٿي، انهي جا تهہ، جابلو گهيرن جي ڪور بہ ندي پاڻ سان گڏ تيز وهڪري جي ڪري لٽ ڪري آڻيندي آهي. جنهن کي روڪي نٿو سگهجي".

## ڊئم جا دروازا کولي لٽ کي خارج ڪرڻ

هن ٽيڪنڪ جي ذريعي، ٻوڏ واري صورتحال ۾ دروازا کوليا ويندا آهن تہ جيئن لٽ ڊئم جي تري ۾ ويهڻ بجاءِ پاڻي جي تيز وهڪري سان خارج ٿي وڃي. هن ٽيڪنڪ جي ذريعي لٽ خارج تہ ڪري سگهجي ٿي پر عمل ۾ ڪاميابي تمام گهٽ آهي. هي عمل صرف لو آسوان ڊئم ۾ ڪاميابيءَ سان لاڳو ٿيو آهي. پر هن عمل جي ڪري ڊئم ٺاهڻ وارن بنيادي مقصدن سان ٽڪراءُ بہ اچجي ٿو. هڪ تہ ڊئم ٻوڏ واري عرصي ۾ پاڻي گڏ ڪندو پر هن ٽيڪنڪ تحت تہ ٻوڏ واري عرصي ۾ دروازو کولڻو آهي تہ جيئن پاڻي پاڻ سان گڏ لٽ کڻي وڃي ائين ڪرڻ سان ڊئم

جو هڪ ٻيو مقصد بہ بري طرح متاثر ٿئي ٿو. اهو آهي پاور پيدا ڪرڻ. ڊيم جا گيٽ کولڻ ڪري پاڻي جي سطح بلڪل گهٽجي ويندي آهي، جنهن جي ڪري ٽربائين جي ڪارڪردگي متاثر ٿيندي آهي ۽ پاور گهٽ پيدا ٿيندو آهي. دريون کولڻ وارو طريقو صرف ننڍن ڊيمن لاءِ ڪارگر آهي. انڪانسواءِ، هڪ ٻي ٽيڪنڪ بہ عمل هيٺ آهي، جنهن کي فني ٻوليءَ ۾ ڊيم تعمير ڪندڙ "فلشنگ طريقو" چون ٿا. جنهن تحت ڊيم جي شروع ۾ گڏ ٿيل لٽ کي خارج ڪيو ويندو آهي، هن طريقي تحت پاڻيءَ جي تيز وهڪري کي وچڻ ڏنو ويندو آهي، جيئن هو پاڻ سان گڏ لٽ بہ ڪٽي وڃي. هن طريقي تحت ڊيم مان خارج ٿيندڙ وهڪري ۽ نديءَ جي پنهنجي وهڪري کي ۾ برابري هجڻ ضروري آهي. پر پوءِ گهربل نتيجا نٿا نڪرن جو تہ هن طريقي تحت بہ لٽ جيڪو ڊيم جي تري ۾ جمي ته ٿاهي چڪو آهي اهو نٿو نڪري.

باقي هڪ طريقو وڃي رهي ٿو، اهو آهي مشينن جي ذريعي ڊيم مان لٽ ڪڍڻ. اهو طريقو تمام مهانگو ۽ وقت طلب آهي. محمود مطابق ١٩٨٧ع ۾ انهيءَ طريقي هيٺ ڊيم مان لٽ ڪڍڻ جي قيمت في ڪيوبڪ ميٽر ٢ کان ٣ آمريڪي ڊالر هئي. اها قيمت ڪنهن نئين ڊيم ۾ ايتري مقدار ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ جي قيمت کان ٢٠ دفعا وڌيڪ آهي. انڪانسواءِ، اربين ڪيوبڪ فوٽ مٽي کي پيڙين ذريعي ڊيم جي ڪپن تي آڻن ۽ اتان ٽرڪن ذريعي ڪنهن هنڌ وڃي ڦٽو ڪرڻ بہ هڪ قيمت گهرندڙ ۽ وقت طلبيندڙ معاملو آهي.

محمود جي ڪاٿي موجب، هڪ سال ۾ جيڪا لٽ تربيلا ڊيم ۾ گڏ ٿئي ٿي. انهيءَ کي ڪڍڻ لاءِ ٤٠٠ کان ٦٠٠ ملين آمريڪي ڊالر گهرجن. انڪانسواءِ سڄي دنيا جي ڊيمن کي مان لٽ ڪڍڻ لاءِ، جيڪو هر سال جمع ٿيندي رهي ٿو. ١٠٠ کان ١٥٠ بلين آمريڪي ڊالر گهرجن.

ڊيم زلزلن جو سبب پڻ بنجن ٿا. عام ماڻهو انهيءَ ڳالهہ کان بي خبر آهن تہ ڊيمن جي ڪري زلزلا اچن ٿا. انهيءَ حالت کي فني ٻوليءَ ۾ رزر وائر انڊيوزڊ سئسمسٽي يعني ڊيم جي ڪري ڌر تي ۾ چُر پُر اچڻ سڏبو آهي. سڀ کان پهريان، اها چُرپُر ١٩٣٢ ۾ الجيريا جي ڪنڊ فوڊا ڊيم ۾ نوٽ ڪئي وئي. انهيءَ کانپوءِ ١٩٤٠ع ۾ هو ور ڊيم لاءِ هڪ وسيع مطالعو ڪيو ويو تہ ڊيمن ۽ زلزلن جي وچ ۾ ڪهڙو ڳانڍاپو آهي، جنهن ۾ ڊيم جي اونهائي کي بہ نظر ۾ رکيو ويو. اڄڪلهہ ٧٠ ڊيمن بابت انگ اکر موجود آهن، جنهن جي ڪري زلزلا آيا آهن. اها ڳالهہ مڃي ٿي وڃي تہ انڊين پٽيءَ ۾ ١٩٨٠ع ۾ آيل ٩ زلزلن مان ٤ جو سبب وڏا ڊيم هُيا. اها

زلزلا ايترا تہ زوردار هيا جو ڪافي نقصان ٿيو هو. پر پوءِ بہ اهو اندازو نٿو لڳائي سگهجي تہ ڪهڙي ڊئم جي ڪري ڪيترو ۽ ڪهڙي وقت زلزلو ايندو. پر پوءِ بہ اها ڳالهہ يڪ سان چئي وڃي ٿي تہ اهي ڊئم جن جي اوچائي ١٠٠ فوٽن کان مٿي آهي، زلزلي جو سبب بڻجي سگهن ٿا پر انهن ڊئم بہ ڌرتي کي ڇڏ ڇڏ ۾ آندو آهي، جن جي اوچائي ٥٠ فوٽ آهي. ان کان وڌيڪ ڳالهہ اها آهي تہ اهي علائقا جتي زلزلو اچڻ جا امڪان ٿين ٿا اتي اهي امڪان اڃان بہ وڌيڪ ٿي ويا آهن، پر اهي علائقا جيڪي اڳي زلزن کان محفوظ هياسي بہ انهيءَ خطي ۾ ڌرتيءَ تي غير فطري وزن جي ڪري زلزلن جي زد ۾ اچي سگهن ٿا. اها پوئين صورتحال تہ تمام خطرناڪ هوندي آهي جو تہ انهن علائقن ۾ روڊ، اسڪول، اسپتالون، ريلوي لائينون، پلون ۽ هوائي اڏا، زلزلي کان محفوظ علائقا نظر ۾ رکي ٺاهيا ويندا آهن۽ سڀ شيون زلزلي جي ٿوري بہ سٽ سهي نہ سگهنديون آهن.

اڪثريت انهيءَ ڳالهہ تي متفق آهي تہ ڊئم جي ذريعي زلزلو هن طريقي تحت اچي ٿو تہ جڏهن پاڻي جو هڪ وڏو مقدار گڏ ٿئي ٿو تہ اهو ڊئم جي تري ۽ پرپاسي ۾ موجود ننڍن ڏارن ۽ سوراخن تي دٻاءُ ٿو وجهي. جيئن اهو دٻاءُ وڌڻ شروع ٿئي ٿو تہ انهن ڏارن لاءِ، جيڪي اڳ ۾ جيالاجيڪل سببن جي ڪري دٻاءُ ۾ آهي، انهن لاءِ هي دٻاءُ اٿين آهي جيئن انجڻ لاءِ موبل. بهرحال پاڻي جو مقدار ڏارن ۽ دٻاءُ ۾ اضافو ڪري زلزلي جو سبب ٿين ٿا. عام طرح اها ڳالهہ نوٽ ڪئي ويئي تہ ڊيم جي ٢٥ ڪلوميٽرن جي چوگرد زلزلي جي شدت گهٽي هوندي آهي. جڏهن ڊئم پنهنجي مڪمل پاڻي گڏ ڪرڻ واري صلاحيت ۾ ايندو آهي تہ ڏينهن اندر، ڪڏهن هفتي تہ ڪڏهن سال کانپوءِ زلزلي جا جهٽڪا ايندا آهن.

ڊئم جي ڪري سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ زلزلو، ١١ ڊسمبر ١٩٦٧ع ۾ مهارا شٽر جي اولهہ ۾ آيو جنهن جي ڪري ڪئونانگر ڳوٺ مڪمل تباهہ ٿي ويو ١٨٠ ماڻهو مري ويا، ١٥٠٠ ماڻهو زخمي ٿيا ۽ هزارين ماڻهو بي گهر ٿيا. انهيءَ جي ڪري ڊئم جي پاور هائوس کي مڪمل طور تي بند ڪيو ويو ۽ نتيجي ۾ بمبئي شهر جي بجلي بند ٿي، ۽ انهيءَ ڳالهہ شهر ۾ اڻ وڻندڙ صورتحال پيدا ڪئي. حالانڪہ اهو شهر زلزلي جي مرڪزي شدت کان ٢٣٠ پري هيو پر پوءِ بہ اتي جهٽڪو محسوس ڪيو ويو. انهيءَ زلزلي جي شدت جو مرڪز ١٠٣ فوٽ اوچو ڪوئنا ڊيم هو يا انهيءَ جي پرسان زلزلي جي مرڪزي شدت هئي.

انهيءَ ڊئمن جي ڪري ايندڙ ڇرپر سبب زلزلي جي ڪري اٿليءَ جو ويئنٽ

ڊئم جنهن جي اوچائي ٢٦١ ميٽر آهي، انجي ڪمن تان پاڻي وهڻ لڳو. اهو ڊئم ١٩٦٠ع ۾ ٽاڪ جبل جي پرسان ڄڻ جي پٺويلي علائقي تي ٺاهيو ويو هيو. انهيءَ جو شمار دنيا جي وڏن ڊئمن ۾ آهي ۽ سنڌس نمبر ٢١ ٻيهي ٿو. جڏهن ڊيم ڀلهي راس ٿيو ۽ انهيءَ ۾ پاڻي گڏ ٿيڻ لڳو ته جهٽڪا محسوس ڪيا ويا ۽ جبل جو هڪ وڏو ٽڪرو آهستي آهستي ڊئم ڏانهن وڌڻ لڳو. جنهن کي روڪڻ لاءِ ڊئم مان پاڻي خارج ڪرڻو پيو. وري مرمت وغيره ڪري اپريل ١٩٦٢ع ۾ ڊئم ۾ پاڻي ڇڏيو ويو ته وري ساڳي صورتحال پيدا ٿي ۽ جهٽڪا آيا. پر پوءِ ڊئم جي انجنيئرن ۽ جيالجسٽن ڊئم جي پڪائيءَ سان هيءَ رپورٽ ڏني ته جبل ايترو ته آهستي آهستي چري رهيو آهي جو ڪوبہ مسئلو پيدا نہ ٿيندو.

پر ماهرن جي راءِ غلط نڪتي. ١٩٦٣ع، ۾ اونهاري جي برساتن جي ڪري ڊئم ١٨٠ تائين پاڻيءَ سان ڀري ويو. سيپٽمبر جي پهرئين اڌ ۾ زلزلي جا ٦٠ جهٽڪا نوٽ ڪيا ويا ۽ ٽاڪ جبل جي چُر پُر ۾ تيزي اچڻ لڳي. نيٺ ٩ آڪٽومبر تي ٽاڪ جبل جو هڪ ٣٥٠ ملين ڪيوبڪ ٽڪرو جبل کان ٽٽي اچي ڊئم ۾ ڪريو جنهن جي ڪري ١١٠ ميٽر اوتاهين ڇولي، يعني ٢٨ منزل جڳهہ جيتري اٿل ڊئم ۾ آئي جنهن جي نتيجي ۾ ڊيم جي پاهين ٽٽي پئي ۽ پن منٽن کانپوءِ هڪ ڪلوميٽر مفاصلي تي موجود شهر لانگ ٽرون جو نالو نشان بہ نہ رهيو ۽ انهيءَ شهر ۽ ڀر ڳوٺن جا تقريباً ٢،٦٠٠ رهواسي اجل جو شڪار ٿي ويا.

بهرحال، اجان تائين اها خاطري ٿي نہ سگهي آهي تہ ڊئم جو جبل کي ٽوڙڻ ۾ ڪيتري حد تائين هٿ هيو پر اها ڳالهہ تسليم شده آهي تہ ڊئم ڌرتيءَ تي اثر انداز ٿين ٿا ۽ ان جي نتيجي ۾ زلزلا اچن ٿا.

ڪولمبيا يونيورسٽيءَ جي ڌرتيءَ بابت تحقيقت ڪندڙ لئمونٽ ڊوهرٽي Lamont - Doherty ۾ موجود مشاهدي گاهہ، جي هڪ زلزلن جي ماهر ليوناردو سيبر جو چوڻ اهي تہ، اسانجي نقشن ۾ جن علائقن جي زلزلي جي حوالي سان نشاندهي ٿيل آهي، اهڙن علائقن ۾ واڌ اچي آئي آهي جتي ڊئم ٺاهيو ويو آهي. هاڻي جيڪڏهن اها چاڻ ڊئم جي پرسان رهندڙ آباديءَ کي پوندي تہ هو لڏڻ جي معاوضي سان گڏ زلزلي جي حوالي سان بہ معاوضو گهرندا، جنهن جي ڪري ڊئم جي مڪمل لاڳت اجان بہ وڌي ويندي.

ڊئم، جي صنعت جا سڀ فرد انهيءَ ڳالهہ تي چڙي ٿا پون، جڏهن عوام سان اها ڳالهہ ڪئي وڃي ٿي تہ ڊئمن جي ڪري زلزلا بہ اچي سگهن ٿا.

زلزلن جي ماهر هرش گپتا، جڪيو ڀارت جي هڪ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بہ آهي ۽ ساڳي وقت ٽيڪساس يونيورسٽيءَ جو پروفيسر بہ آهي ان جو چوڻ آهي تہ، ڊئم سان لاڳاپيل ڪميونٽي خاص طور تي انجنيئر انهيءَ ڊئم ۽ زلزلن جي ڳانڍاپي کي مڃڻ لاءِ تيار ئي نہ آهي. ڪورٽن جي فيصلن ڊئم جي اڏاوت سان لاڳاپيل ادارن کي مجبور ڪيو آهي تہ هو زلزلن ۽ ڊئم جي ڳانڍاپي کي اهميت ڏين. ١٩٩٤ع ۾ ماحوليات بابت قانون سازيءَ واري رسالي اها ڳالهہ سيني جي ڌيان تي آندي تہ آهي ماڻهو جيڪي هٿ جوڙيل زلزلن جو شڪار ٿين ٿا. تن کي قانوني حق حاصل آهي تہ هو ڊئم اختياريءَ کي ڪورٽن ۾ ڇڪن.

## ڊئم ۽ انساني لاش

**(نيوڪليئر توانائي کانسواءِ ٻي ڪنهن بہ انساني ڪوشش انسان کي ايترو تاراج ۽ ماريو نہ آهي جيترو ڊئم جي صنعت ).**

**جوسف ابلام، ڊئم سيفٽي ڊائريڪٽر، پينسونيا اسٽيٽ١٩٨٧، ١١ ڊئم جي حوالي سان سڀ کان خطرناڪ حادثو، چين جي هينان صوبي ۾ ١٩٧٥ع ۾ ٿيو جنهن ڪري ٢٣٠،٠٠٠ ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا ۽ اهو واقعي چيني حڪمرانن ٻن ڏهاڪن تائين لڪائي ڇڏيو. انهيءَ بابت باقي دنيا کي ڪابہ خبر نہ ڏني ويئي. جيڪڏهن اهو واقعو دنيا کي ٻڌايو وڃي ها تہ ڊئمن جي باري عام عوام وڌيڪ باشعور ٿئي ها. ٿورن لفظن ۾، هينان واقعو ڊئم جي باري ۾ اهو ڪردار ادا ڪري ها، جيڪو چرنوبل واقعي نيوڪليئر ۽ ڀوپال حادثي ڪيميڪل صنعت لاءِ ادا ڪيو.**

**انهيءَ واقعي بابت سڀ احوال تڏهن اڳيان آيا، جڏهن آمريڪا جي هيومن رائٽس واچ نالي هڪ گروپ انگريزيءَ ۾ ١٩٩٥ع ۾ ٽن گهارجز ڊئمن بابت رپورٽ شايع ڪئي. انهيءَ رپورٽ جو بنياد چيني پاڻيءَ جي ماهرن جي رپورٽن تي ٻڌل آهن. جيڪي محدود تعداد ۾ خانگي طور پڙهڻ لاءِ شايع ڪيون ويون هيون. انڪانسواءِ چين ۾ جڏهن ١٩٨٠ ڌاري ماحول سازگار ٿيو تہ انهيءَ واقعي بابت چيني صحافين جي لکڻين کي بہ نظر مان ڪڍيو ويو. پر سڀ کان وڌيڪ انهيءَ گروپ اڻ ڇپيل ۽ ڳجهي نالي ۾ ڇپيل رپورٽن کي بہ گڏ ڪيو ۽ انهن سيني گڏ ڪيل رپورٽن ۽ مشاهدن کي بنياد بنائي تباهي بابت رپورٽ شايع ڪئي، بينڪيو ۽ شيمتان ڊئم هٺائي نديءَ تي ٺاهيا ويا هئا، بينڪو بابت هيومن رائٽس واچ وارن کي ٻڌايو ويو تہ اهو بلڪل لوهہ جهڙو مضبوط ڊئم هيو پر ٥ آگسٽ تي ڊئم مڪمل پرجي چڪو هيو، ان ۽ جا ايمرجنسي در کوليا ويا، پر اهو معلوم ٿيو تہ ڪجهہ در لٽ جي ڪري ڪم نٿا ڪن، ٻي ڏينهن تي ڊئم ۾ پاڻيءَ جي سطح ٢ ميٽر اجان بہ وڌي**

ويني. اها سطح ڊزائين واري سگهه. ڪان به وڌيڪ هئي. ٧ آگسٽ تي ڊئم ڀڄي پيو ۽ ٥٠٠ ملين ڪيوبڪ ميٽر پاڻي ٥٠ ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي رفتار سان ماٿري ۾ ڪاهي پيو. ۽ ٿوري دير ۾ انهيءَ ننڍو ڊئم به ٽوڙي پٺي ڊئم تي ڪاهه ڪئي ۽ اهڙي طرح ٦٢ ڊئم ڀڄي پيا.

هنائي نديءَ ۽ انهن ڊئمن جو پاڻي گڏجي هزارين ايڪڙن زمين کي پاڻي هيٺ آڻي، سوين ڳوٺ ۽ شهر تباهه ڪري ڇڏيا. ڊئمن بابت اهو سوچيو ويو هيو ته اهي ٻوڏ جي پاڻيءَ کي روڪيندا ۽ سندن پاڻي ڪارگر ٿيندو پر نديءَ جو قدرتي وهڪرو ۽ رستو بند ڪري ڊئم ٺاهيا ويا هئا. جنهن جي ڪري اچانڪ پاڻي گڏ ٿيو ۽ دٻاءُ وجهي مڪيه ڊئم کي ڊاهي وڌائين. ان صورتحال ڪانپوءِ ڊئم اختياري نديءَ تي تعمير ٿيل پيا ڊئم جيڪي ٻوڏ کي روڪڻ لاءِ ٺاهيا ويا هئا هڻ سان ٻم هٽي تباهه ڪيا ته جيئن پاڻي ٽڙي پکڙي وڃي ۽ انجي رفتار گهٽ ٿئي ۽ تباهي گهٽ اچي.

انهيءَ صورتحال ڪانپوءِ هڪ وسيع علائقو هڪ ڍنڍ تي پيو جنهن جي ڪري مددي ۽ رليف ادارن جي ڪارڪنن لاءِ اهو ڏکيو ٿي پيو ته هو متاثر ٿيلن تائين ڪنهن ذريعي پهچي سگهن. هڪ چيني صحافي پنهنجو نالو لڪائيندي ڊئم ڊهڻ ڪانپوءِ صورتحال جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي.

١٣ آگسٽ: سڄي ضلعي ۾ ويهه لک ماڻهو پاڻيءَ ۾ ڦاٿل آهن رونان ۾ ١٠٠،٠٠٠ ماڻهو پاڻي هيٺ آيا. جيڪي اڃان پاڻي مان نڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيا آهن. شنڪائي ۾، ٦٠٠،٠٠٠ ماڻهو ٻوڏ جي گهيري ۾ آهن. هنابو ڪميون جي 4000 ماڻهن سيني موجود وڻن جي پنن کي کائي ٺوڙهو ڪري ڇڏيو آهي.

١٧ آگسٽ: اڃان تائين 1.1 ملين ماڻهو پاڻيءَ ۾ ڦاٿل آهن. بيماري پکڙجي رهي آهي. هڪ اندازي موجب 1.13 ملين ماڻهو بيمارين جو شڪار آهن.

١٨ آگسٽ: شنڪائي ۽ پرپاسي واري شهر، پنهي کي گڏي ڪُل ٨٨٠،٠٠٠ ماڻهو پاڻيءَ جي گهيري ۾ آهن ۽ رونان جي ٥٠٠،٠٠٠ ماڻهن مان ٣٢٠،٠٠٠ ماڻهو بيمار ٿي پيا آهن. جن مان ٣٢،٠٠٠ کي ته دستن جي بيماري ٿي پئي آهي. ڪُجهه هفتن ڪانپوءِ، جڏهن پاڻيءَ ۾ لاٿ آئي ته رڳو لاش ئي لاش نظر اچي رهيا هيا ۽ اهي پاڻي ۾ ڳري ۽ تيز اُس جي ڪري پري پري تائين نڪ ساڙيندڙ بدبوءِ پکيڙي رهيا هيا".

هيومن رائيٽس واچ جو خيال آهي ته موت ۽ تباهي بابت انگ، ڪر ڏاڍا منجهائيندڙ ۽ تضاد وارا آهن. پر پوءِ به هو انهيءَ خيال کي قبول ڪن ٿا ته ٨٥،٠٠٠

ماڻهو ته ڊئم ٽٽڻ شرط ئي پاڻي ماريا باقي ١٤٥،٠٠٠ ماڻهو وچڙندڙ بيمارين جي ڪري مري ويا.

### انگن اکرن جي ڇنڊڇاڻ:

ڊئمن جي حفاظت جو ماهر رابرٽ جينسن چوي ٿو ته هڪ اندازي موجب ٢،٠٠٠ ڊئم مڪمل طور تي يا سندن ڪجهه حصو ڪنهن نه ڪنهن سبب جي ڪري ناڪاره ٿيو آهي. اهو انگ ١٢ عيسوي صدي کان ١٩٨٠ع تائين ڦهليل آهي. ڊئمن جي ناڪامي جا ڪافي سبب آهن پر سڀ کان اهم ۽ عام طور عمل ۾ ايندڙ ناڪامي آهي ڊئم جي ڪنارن تان پاڻي جو وهڻ ۽ پيو پيڙهه جو مسئلو آهي. ڪنارن تان پاڻي وهڻ جو سڀ کان وڏو خطرو هوندو آهي مٽي وارن ڊئمن کي، ڇو ته پاڻي جي وهڻ ڪري بند جي مٽي لڙي ويندي آهي. اهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ چينڊٿيون ناهيون ويندايون آهن، جيڪي واڌو پاڻي کي خارج ڪري سگهن. پر انهن چينڊٿين ۾ بجلي ۽ ميڪنيڪل مسئلن جي ڪري اهي وقت تي کلي نه سگهنديون آهن، جنهن جي ڪري نقصان ٿي پوندو آهي.

رابرٽ جينسن موجب، هڪ مڪمل محفوظ ڊئم ٺاهڻ ناممڪن آهي ڇو ته اهڙي ڊئم ٺاهڻ لاءِ توهان کي بچاءِ واري انجنيئرنگ کي ذهن ۾ رکڻو پوندو، جنهن جو مقصد آهي ته هر اُنهيءَ ممڪن واقعي کي ذهن ۾ رکڻو پوندو جيڪو ٿي سگهي ٿو. هر حالت کي مُنهن ڏيڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو. ظاهر آهي ته اهو سڀ ڪجهه نٿو ڪري سگهجي. پر موجوده دور ۾ محفوظ ڊيم جي ڊيزائن ته اقتصاديات جا ماهر ئي طئي ڪن ٿا. هن وقت محفوظ ڊئم اهو آهي جنهن ۾ هر وقت تيار پاڻي جي هڪ وڏي مقدار کي جاچ ڪرڻ لاءِ چينڊٿيون تيار هُجن. انڪان علاوه انهيءَ جي تعمير ۾ بهترين مٽيريل استعمال ڪيو وڃي ۽ جيالاجيڪل سروي تي وڌيڪ ڪم ڪيو وڃي پر اهي ٻئي عمل ڊئم جي قيمت وڌائيندا. هميشه ڊئم ٺاهيندڙن تي اهو دٻاءُ رهيو آهي ته هو حفاظت جي قدمن تي توجهه گهٽ ڏين، جيئن هو جيالاجيڪل ۽ لٽ جي انگن اکرن کي ڪاٽي ۾ ئي نه آڻيندا آهن. ١٩٩١ع ۾ جاري ٿيل ورلڊ بئنڪ جي هڪ رپورٽ ٻڌائي ٿي ته "پٺسا وٺي مقامي اختياري ڊئم ٺاهيندڙ کي ڇوٽ ڏيندي آهي ته هو ڊئم جي تعمير ۾ گهٽ خاصيت وارو مٽيريل استعمال ڪن. رپورٽ انڊيا جي ڊئمن بابت ٻڌائي ٿي ته ڪيترائي ڊئم مقامي، خاص هيٺين علائقن ۾ موجود آباديءَ لاءِ هڪ سنجيده مسئلو آهن ڇو ته ناقص مٽيريل جي ڪري ڪنهن به وقت ڪو واقعو ٿي سگهي ٿو".

وڏن ڊئمن بابت آمريڪي ڪمپنيءَ جي راءِ آهي تہ موجوده ڊئمن ۾ زلزلي کان اڳواٽ بچاءُ جو بندوبست ڪيو ويو آهي، جنهن جي ڪري زلزلي جو اثر ايترو نٿو ٿئي.

ڊيوڊ انگل سمٿ نيشنل يونيورسٽي آسٽريليا جو جوڻ آهي تہ ڪجهہ ملڪن تہ ڊئم ڊهڻ جي ڪري پاڻي هيٺ ايندڙ علائقن لاءِ امڪاني پلان ۽ نقشا اڳواٽ بچاءُ لاءِ نہ آهي ورتا آهن پر گهڻن ملڪن اجان ائين نہ ڪيو آهي جو تہ اختياري وارا اها ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار ٿي نہ آهن تہ ڪو ڊئم هيٺين علائقن ۾ موجود ماڻهن لاءِ خطرناڪ بہ آهن.

## تباهي جيڪا انتظار نٿي ڪري.

(جيڪڏهن ڪنهن وڏي منصوبي ۾ ڪو مسئلو آهي تہ اهو مسئلو وڏو ٿي هوندو آهي).

جان لو III ۽ ولسن وي. بنگر، ٽي اي ايم ايس انجنيئرنگ ڪمپني جي پارٽنرن جا تربيلا ڊئم بابت خيال ١٩٨٢ع.

پاڪستان ۾ موجود تربيلا ڊئم، جيڪو پٿر ۽ مٽي جو ٺهيل ٣ ڪلو ميٽر ڊگهو ١٤٣ ميٽر اوچائي وارو ڊيم آهي، دنيا جي وڏن ڊئمن مان واحد ڊئم آهي جنهن کي هن وقت سيني کان وڌيڪ مسئلا درپيش آهن. صرف مهانگي مرمت ۽ ناهہ ٺوهم جي ڪري پشاور ۽ هيٺيان علائقا تباهي کان بچيا پيا آهن. انهيءَ ڊئم ۾ روٽيون ڪٽين پيون اها خبر اجان تائين ڊئم اختياريءَ وارن لڪائي آهي. پر اهو راز ورلڊ بئنڪ طرفان مقرر ڪنسلٽنٽ سَر اليگزينڊر ۽ سندس پارٽنرن ظاهر ڪيو.

تربيلا ڊئم ۾ پهريون مسئلو ١٩٧٤ع ۾ تڏهن پيدا ٿيو هو جڏهن بوڏ جو پاڻي ڊئم ۾ گڏ ٿيڻ لڳو تہ انهيءَ ساڻ آندل لٽ سبب چٽن مان ٻن لٽ خارج ڪندڙ چنڊين کي بند ڪري ڇڏيو ۽ هڪ هفتي ڪانپوءِ هڪ چنڊڻ بہ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ ڊئم جي اڌ ملين ڪيوبڪ ميٽر جوڙ جڪ ڦهڪو ڪري ڪِري پئي. انهيءَ صورتحال کي، مُنهن ڏيڻ لاءِ هنگامي حالتن جو اعلان ڪندي ڊئم جي مرمت جو ڪم شروع ڪيو ويو.

اهو هنگامي ڪم ڪندي انجنيئرن ڏٺو تہ تري ۾ 70 وڏا ڪڏا پئجي چڪا هئا، جيڪي هڪ ميٽر اونها ۽ 5 ميٽر ويڪرا هئا. ٻئي سال 100 ٻيا ڪڏا بہ لڌا ويا. ۽ ١٩٧٦ع ۾ مکيہ بند پرسان زمين جي وڏي ايراضيءَ هيٺ ويهي وئي. 1975ع ۽ 1978ع ۾ انهن ڪڏن کي مٽيءَ سان ڀريو ويو. 1984ع ۾ هڪ وڏو ڪڏو ظاهر

ٿيو. جيڪو 1991ع تائين پريشانيءَ جو باعث رهيو ته اهو نه ڪٿي ڊئم جي ڪارڪردگيءَ کي متاثر ڪري.

تربيلا ڊئم جي چنڊن جي ڊزائن ڪندڙن کي خبر هئي ته پاڻيءَ جو وهڪرو جڏهن چاڙهه وارن ڏينهن ۾، انهن چنڊن مان گذرندو ته انهيءَ جي طاقت ڇا هوندي؟ ڪين اهو انديشو به هيو ته پاڻيءَ جي تيز وهڪري جي ڪري چنڊن جي تري ۾ نرم پٿر ڳرندو ته ضرور پر هن موجب اهو عمل آهستيءَ دير سان ٿيڻو هو. 1976ع ۾ جڏهن درياءَ ۾ چاڙهه آيو ۽ مکيه چنڊڻ مڪمل وهڻ شروع ڪيو ته پاڻيءَ جي دٻاءَ ۽ تيز وهڪري جي ڪري چنڊڻ جي تري ۾ 50 ميٽر اونهو ۽ 300 ميٽر ويڪرو کنڊ لڳي پيو. ڳالهه وڃي اتي پهتي ته ڊئم تباهه ٿيڻ جو خطرو وڌي ويو. انهيءَ کنڊ کي روڪي، پٿر واري پاهڻ کي بچايو ويو. اهو مهانگو عمل ٽن سالن تائين جاري رهيو.

پاڪستان سرڪار تربيلا ڊئم بچائڻ لاءِ هڪ خاص پروگرام شروع ڪيو، جنهن تحت سينئي فني خرابين ۽ ڪوتاهين کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ويئي. پر انهيءَ عمل جي ڪري 1968 ۾ ڪاٿو ڪيل رقم 800 ملين آمريڪي ڊالر مان ٽپي 1986ع ۾ 1.5 بلين آمريڪي ڊالر تائين وڃي پهتي.

اهڙيطرح، 1983ع ۾ ڪولوراڊو نديءَ ۾ ٻوڏ اچڻ جي ڪري ڳلن ڪئنيان ڊئم جي چنڊن ۾ پڻ مسئلو پيدا ٿيو، جنهن جي ڪري اڳتي هلي انهيءَ ڊئم جي ٻنهي چنڊن کي بند ڪيو ويو.

انهيءَ ڊئم بابت بيورو آف ريڪليميشن جي انجنيئرن، صرف پنهنجي آفيس جي استعمال ۾ ايندڙ رپورٽ ۾ لکيو ته جيڪڏهن ڊئم ۾ پاڻيءَ جي سطح سمنڊ جي سطح کان 3,708.40 فوٽ مٿي ٿي ته پوءِ پاڻيءَ کي روڪڻ تمام ڏکيو ٿيندو. آخري مٿاهين چاڙهه ۾، ڊئم ۾ پاڻيءَ جي سطح 3,708.34 پهتي. صرف ٻه سينٽي ميٽر گهٽ، جنهن جي ڪري ڊئم کان هيٺانهين وارو علائقو انساني تاريخ جي سڀ کان وڏي ٻوڏ کان بچي ويو.

### ڊئم جي عمر

ڊئم هڪ طرف ٺهي بس ٿو ٿئي ته ٻئي طرف هو پڄڻ ۽ پرڻ شروع ٿئي ٿو.هر ڊئم جي عمر مختلف ٿئي ٿي. ڪي ڊئم ته هزار سالن تائين به محفوظ ۽ بهترين ٿي سگهن ٿا، ته ڪن ۾ وري ڏهن سالن اندر روڙيون ۽ ڏارون پئجي وڃن ٿيون. هن وقت دنيا ۾ 5,000 ڊئم اهڙا آهن، جن جي عمر 50 سال آهي، آمريڪا

جي ڊئمن جي سراسري عمر 40 سال آهي. 1991ع ۾ ICOLD جي هڪ ڪانگريس ۾ ڊئم جي عمر بابت هڪ بنيادي لفظ چيا ته "ڊئم جي صنعت جا مستقبل ۾ ڪم اڏاوت ۽ بناوت کان هتي موجود ڊئمن جي بحالي ۽ سار سنڀال هوندا".

اڳوڻي سوويت يونين جي عوام کي پراڻن ڊئمن مان به ايترو ئي خطرو آهي، جيترو نيوڪليئر صنعت جي خارج ڪيل نيوڪليئر مادي مان آهي. جڏهن هائڊرو - ڪيوبڪ جي ٽن انجنيئرن، جارجيا جمهوريه جي انگيوري ڊئم جو معائنو 1994ع ۾ ڪيو ته کين معلوم ٿيو ته دنيا جي ٽئين نمبر اوچائي وارو ڊئم فني طرح ڳڻتي واري حالت ۾ آهي، ڊئم جي پنجن ٽربائينن مان صرف به ڪم ڪري رهيون هيون. انڪانسواءِ، ٻوڏ واري صورتحال ۾ ڪم ايندڙ چينلون پڻ ناڪاره ٿي چڪيون هيون. انهيءَ جي تڪڙي مرمت لاءِ جارجيا جمهوريه وٽ پئسا به ڪونه هيا. انهيءَ ٽيم کي اهو به معلوم ٿيو ته ڊئم تي نوڪري ڪندڙن کي گذريل ڇهن مهينن کان پگهارن به نه مليون هيون. حالانڪ انگيوري ڊئم 1980 ۾ مڪمل ٿيو هيو.

فيبروري 1996ع ۾، بين الاقوامي واٽر پاور ۽ ڊئم تعميرات پنهنجي هڪ رپورٽ ۾ ٻڌايو ته يوڪرين ۾ واقع ڪاخووسڪايا ڊئم نهڻ شرط ڇڄڻ پُرڻ شروع ڪيو. حالانڪ، اهو ڊئم دنيا جي سڀ کان گهٽو پاڻيءَ روڪيندڙ ڊئم هيو. يوڪرين حڪومت کي ٻڌايو ويو ته بند جي ٽٽڻ جي ڪري 20 کان 30 ميٽر اوچائي سان پاڻي، تقريباً 130 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي حساب سان علائقي ۾ ڪاهي پوندو. جنهن جي ڪري Donier نديءَ جي ڪناري سان آباد اڌ ملين ماڻهو تاراج ٿيندا ۽ سوين گهر لڙهي ويندا. اڳوڻي سويت يونين ۾ خطرناڪ ڊئمن جو هُجڻ هاڻي هڪ عام مسئلو آهي. 1977ع کان 1982ع جي وچ واري عرصي ۾ انجنيئرن جي هڪ ٽيم آمريڪا جي خانگي ڊئمن جي جانچ لڌي، سندن رپورٽ ٻڌائي ٿي ته انهن 8,800 ڊئم ڏنا پر اڪثر ڪري سڀ خطري جي حد کي پهچي چڪا هيا. انهن مان 1/3 يعني 2,900 ته بلڪل انساني حياتين لاءِ خطرو هيا. جو ته انهن ۾ پاڻيءَ جي سطح گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪي به چينلون ڪونه هيون. انهيءَ کان پوءِ 1994ع ۾ هڪ ٻئي مطالعي ۾ معلوم ٿيو ته اڃان 1,800 ڊئم ساڳي حالت ۾ موجود آهن. افسوس جي ڳالهه آهي ته آمريڪي حڪومت جي ڊئمن جي به ساڳي حالت آهي، 1987 جي رپورٽ موجب 1/5 يعني 275 ڊئم غير محفوظ ۽ خطرناڪ هيا.

اتر آمريڪا جي سوَن ڊئمن جي مطالعي اها ڳالهه واضع ڪئي آهي ته ڊئم

ٿهڻ جي 25 کان 35 سالن جي عرصي کان پوءِ ڊئمن جي هلائڻ واري خرچ ۾ وڌي واڌ اچي ٿي، ڇوتہ انهن کي بار بار مرمت جي ضرورت پوي ٿي. جڏهن ڊئم جا مالڪ ڏسندا آهن تہ ڊئم تي جيترو خرچ اچي رهيو آهي، اوترو يا اُن کان وڌ پاور پيدا ۽ وڪرو نٿي پيو تہ پوءِ ڊئم جي مرمت جاري رکندا آهن نہ تہ هو آخرڪار ڊئم ذريعي پاور پيدا ڪرڻ بند ڪري ڇڏيندا آهن.

آمريڪا ۾ ڪيترائي پُراڻا ڊئم ڊاهيا ويا آهن. مشيگان ڊپارٽمينٽ آف نيچرل رسورسز (MDNR) وارن جو چوڻ آهي تہ ندين ۾ ٿوري چاڙهہ جي ڪري پاڻي ڪيترن ئي پڙيانگ ڊئمن جي مٽي ۽ مٽيريل کي پاڻ سان لوڙهي آيو. جنهن جي ڪري، ڪيترن ئي آبي جانورن کي مٽي، ڇُن ۽ گندي پاڻيءَ نقصان ڏنو آهي. ايم ڊي اين آر جا عملدار وڌيڪ چون ٿا تہ انهن ڇڏي ويل ڊئمن جي مالڪن کي تہ ڪوبہ نقصان نہ پيو ڇو تہ جڏهن اهي ڊئم ڪم لائق هُيا تہ انهن مالڪن خوب ڪمايو پر جڏهن ڊئم نقصان ڏيڻ لڳا تہ سندن مالڪ ڪين ڇڏي ويا، پوءِ ڊاهڻ جو خرچ وري عام ٽئڪس ڀريندڙن ادا ڪيو.

هڪ ڊئم ڊي ڪميشن ٺاهي وئي آهي، جنهن جو ڪم پُراڻن ۽ ناڪاره ڊيمن کي ڊاهي، ندين جي پُراڻن وهڪرن ۽ رستن کي بحال ڪرڻ آهي. آمريڪا ۾ فيڊرل انرجي ريگيوليٽري ڪميشن FERC گذريل 50 سالن جي عرصي ۾ تقريباً 500 خانگي ڊئمن کي پاور پيدا ڪرڻ جي اجازت ڏني هُئي، اهو اجازت نامو 2004 ۾ پورو ٿي رهيو آهي. انهيءَ لائسنس ختم ٿيڻ واري نُڪتي کي ندين جي بحالي واري اتحاد بُنياد بنائي آمريڪا حڪومت کان گهر ڪئي آهي تہ ڊئم بابت هڪ مربوط ڊي ڪميشن پاليسي جوڙي وڃي. انڪانسواءِ، هائيڊرو پاور سڌاري واري اتحاد گهر ڪئي آهي تہ نوان لائسنس اُنهن کي ڏنا وڃن، جيڪي ڊئم جي ڪارگر هُجڻ واري عرصي ۾ ئي ڪُجهہ پئسا ڊئم ناڪاره ٿيڻ ڪانپوءِ ڊاهڻ واري مرحلي لاءِ رکندا وڃن. جهڙي طرح، نيوڪلر صنعت لاءِ اڳ ۾ ئي ساڳيو قانون موجود آهي. ڊئم ذريعي پاور پيدا ڪندڙ ڌر جي مضبوطي ۽ طاقت ور هُجڻ جي باوجود بہ فيڊرل انرجي ريگيوليٽري ڪميشن، 1994ع ۾ اهو اعلان ڪيو تہ ڪميشن بااختيار آهي تہ اها سندس ماتحتيءَ ۾ آيل 1,800 اُنهن ڊئمن کي ڊي ڪميشن ڪري جيڪي نوان لائسنس نٿا وٺن. حالانڪ آمريڪا ۾ ڪافي ننڍا ننڍا ڊئم، ڪُجهہ ميٽرن جي اوچائيءَ وارا ڊاهيا ويا آهن، پر بم ذريعي 1963ع ۾ ٽيلاهو ۾ واقع، ڪليئر واٽر نديءَ تي ٺهيل گرينگ وِل ڊئم کي ڊاهيو ويو هُيو. پر هڪ وڏي ڊئم کي ڊاهڻ هڪ ڏکيو ڪم آهي. ڊئم ڊاهڻ تي خرچ تڏهن وڌندو

آهي جڏهن ڊئم جي تري ۾ لٽ ۽ ٻيو مواد جمع ٿي چڪو هجي. ٿورن لفظن ۾ ڊئم ڊاهڻ تي ڊئم ٺاهڻ کان ٻيڻو خرچ ايندو آهي.

ڊئم ڊي ڪميشن وارن جا خيال، واشنگٽن رياست ۾ موجود، 30 فوٽ اوچي اِلوها ۽ 70 فوٽ اوچائي واري ڊئم گلائنس بابت مختلف آهن. اهي ٻئي ڊئم 1910ع ۽ 1920ع ۾ ٺهيا. ٻنهي جي پاور پيدا ڪرڻ جي صلاحيت 19 ميگاواٽ آهي. هنن ٻنهي ڊئمن جي ڪري مڇيءَ جون ٻه مخصوص جنسون ختم ٿي ويون. انهن ٻنهي جنسن تي الوها قبيلي جو گهڻو گذران هيو. حالانڪ 1855ع واري صلح نامي موجب ڪين خاطري ڏني ويئي هئي. جڏهن 1970 ڌاري گلائنس ڊئم جو لائسنس نئين ٿيڻ لاءِ فيڊرل انرجي ريگيولٽري ڪميشن وٽ آيو ته ماحولياتي ڪارڪنن ۽ الوها قبيلي انهيءَ کي رد ڪري لاءِ زور ڀريو. سندن محنتن وڃي 1992ع ۾ رنگ لاتو، جڏهن، داخلا ڪاتي اهو حڪم نامو ڪڍيو ته نديءَ جو قدرتي وهڪرو بحال ڪيو وڃي ۽ مڇيءَ جي نسل کي پڻ بچايو وڃي. داخلا ڪاتي پنهنجي حتمي رپورٽ ۾ لکيو ته صرف ڊئم ڊاهڻ سان خود بخود نديءَ پنهنجي قدرتي وهڪري ۽ فطرت تي پهچي ويندي.

انهن ٻنهي ڊئمن کي ڊاهڻ ۽ چَن، پٿر ۽ واري جيڪا ڊئم ڪان اڳيان نديءَ ۾ گڏ ٿي هئي انهي کي هٽائڻ تي لڳ ڀڳ 67 ملين آمريڪي ڊالرن ڪان 80 ملين آمريڪي ڊالر خرچ ايندا ۽ نديءَ کي پنهنجي پُراڻي حالت ۾ آڻڻ. انهيءَ ڊئم مان پيدا ٿيندڙ بجلي استعمال ڪندڙ ڪاغذ جي فيڪٽرين جو معاوضو، اهو سڀ ويهن سالن جي عرصي ۾ وڃي 148 ملين آمريڪي ڊالرن ڪان 203 ملين آمريڪي ڊالر ٿيندو.

اهو ڪريو ... ٿو چاڻي ته وڏا ڊئم جيڪي گذريل صدي جي پهرين اڌ ۾ ٺاهيا ويا، انهن جي ڊاهڻ لاءِ پئسا ڪٿان ايندا. انهن جي ڊاهڻ جي ڳالهه تڏهن ٿئي ٿي جڏهن اهي ناڪاره ٿين ٿا يا انهن ۾ لٽ گڏ ٿي وڃي ٿو. وڏن ڊئمن بابت جڙيل ڪميشن جي صدر، 1992ع ۾ برٽش ڊئم سوسائٽي ۾ ڳالهائيندي چيو ته مون هڪ دفعو هڪ مقالو ڊئم ڊي ڪميشن بابت ڏنو آهي. پر اهو هڪ مسئلو آهي. جيڪو اج يا سڀاڻي ضرور منهن مقابل ٿيندو.

(ليکڪ "دريائن جي عالمي نيٽ ورڪ" نالي تنظيم ۾ مهم هلائڻ جو ڊائريڪٽر آهي ۽ هيءُ مضمون سندس لکيل ڪتاب "Silenced Rivers" تان کنيل آهي).

(ترجمو: ظفر جوڻيجو)

عبدالمجيد قاضي

# ڪالا باغ ڊيم - تصوير جو درست رخ

سنڌي کنڊ ۾ آبپاشيءَ جي ارتقا

پاڪستان ۾ زراعت گهڻي ڀاڱي دريائي پاڻي ۽ ٽيوب ويلن تي انحصار ڪري ٿي. دريائي سرشتو سنڌو دريا ۽ انجي شاخن تي ٻڌل آهي. اڳاڻن ڏينهن ۾ جڏهن آبادي گهٽ هئي ته زراعت ٻوڏ يا چاڙهه وارن ڏينهن ڪانپوءِ پاڻي جي لاٿ بعد هر سال ٻني ڪيڙي يا نندين وهڪرن ۾ موجود پاڻي نار وسيلي ڇڪي يا مٽي پاڻي وارن علائقن ۾ کوهه کوٽي ڪئي ويندي هئي. آبادي وڌڻ سان زراعتي علائقي کي وسيع ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. اٺويهين صديءَ ۾ مددگار ڪينال کوٽيا ويا ته جيئن انهن وسيلي چاڙهه وارن ڏينهن ۾ پاڻي اوسي پاسي جي زرخيز زمينن تائين رسائي فصل اپائجن. ڪئنال جو مڪمل انحصار دريا جي جولان يا چاڙهه جي بلندي ۽ عرصي تي هو. کاڌ خوراڪ جي ضرورت اچائين وڌڻ تي ڪنٽرول هيڊ آبپاشي لاءِ بيراجن ۽ ڪئنالن جو هڪ سرشتو متعارف ڪرايو ويو. جيتوڻيڪ ويهين صديءَ جي وچ تائين نديءَ جي ڪُل موجود پاڻي جي ڀيٽ ۾ ڪئنال وسيلي پاڻي جو استعمال انتهائي گهٽ هو پر هلندڙ صديءَ جي شروعاتي حصي ۾ به سنڌو دريا جي سرشتي تي نوان پروجيڪٽ جوڙڻ سان پاڻي جي مقدار جي وهڪري تي اعتراض ۽ احتجاج ٿيا. انهن مامرن جي نبيري لاءِ ڪيترائي ڪميشن قائم ڪيا ويا. نتيجي طور پاڻي جي حصي بندي متعين ڪئي وئي ۽ موجوده پروجيڪٽن جي پاڻي وارڻ حقن جي تحفظ جا اصول واضع ڪيا ويا ۽ نون پروجيڪٽن لاءِ اضافي گهر کي پيڙيءَ جي قانوني حقن جي تحفظ ڪانپوءِ اهميت ڏيڻ جي ضرورت واضع ڪئي وئي.

## زميني پاڻيءَ جا وسيلا

ملڪ ۾ زميني پاڻي جو وسيع تر استعمال ۽ جاچ جونچ نسبتاً نئون مامرو آهي. بهرحال اڳاڻي دور کان زميني پاڻي ڪليل کوهن ۽ نار وسيلي انتهائي محدود حد تائين ڪيڙيءَ لاءِ استعمال ٿيندو پئي آيو آهي. آباديءَ جي وڌندڙ دٻاءُ ۽ متاڃري تي موجود نديءَ جي پاڻي جي محدود هوند سبب تازي ۽ مٺي زميني پاڻي جي وڏن ذخيرن جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. زميني پاڻي جا ذخيرا به نديءَ جي پاڻي ۽ ڪئنال جي ٽمڻ سان لاڳيتو ڀرُ ٿين ٿا. اهو وسيلو پاڻي جي ڪُل موجودگي ۽ زرعي ترقيءَ ۾ وڏو حصيدار ٿئي ٿو.

## هاڻوڪي صورتحال

### ڪئنال وسيلي آبپاشيءَ جو سرشتو

پاڪستان کي دنيا جي سڀ کان وڏن آبپاشيءَ جي سرشتن مان هڪ جي نعمت حاصل آهي، اهو ٽن ذخيرن تربيلا، منگلا ۽ چشما سورهن بيراجن، ٻارهن لنڪ ڪئنالن ۽ ٽيتاليهن مرڪزي ڪئنالن تي ٻڌل آهي. مرڪزي ڪئنالن، لنڪ ڪئنالن شاخن ورهاستي نالين وغيره جي ڪل ڊيگهه ٢٥ هزار ميل کان وڌيڪ آهي، سرشتي کي اسي هزار کن ڊگهه آهن ۽ فارم چئنلن ۽ پاڻي جي وسيلن جي ڊيگهه ڏهه لک ميل کن آهي.

سال ٨٨-١٩٨٧ع دوران وڏ ۾ وڏ ڪئنال ڇوڙ ڏهه ڪروڙ نوي لک ستر هزار ايڪڙ فٽ هئا جڏهن ته پاڻي واري ٺاهه تحت صوبن لاءِ گهربل مقدار ٻارهن ڪروڙ ٽيهتر لک پنجاهه هزار ايڪڙ فٽ آهي.

### زميني پاڻي

پاڪستان ۾ سال ١٩٨٥ع جي جون تائين مٺي پاڻي جا ٽيوب ويل ٻه لک ويهه هزار هئا جن مان ٻه لک نو هزار خانگي ۽ يارنهن هزار اسڪارپ پروگرام تحت سرڪاري شعبي ۾ هنيل هئا. خانگي ٽيوب ويلن وسيلي ٽي ڪروڙ اٺويهه لک ايڪڙ فٽ ۽ سرڪاري ٽيوب ويلن ذريعي انهتر لک سٺ هزار ايڪڙ فٽ پاڻي ڇڪجيو ٿي، جيڪو ڪل چار ڪروڙ سٺ هزار ايڪڙ فٽ بڻجي ٿو. بهرحال پاڻي ڇڪڻ وارو هاڻوڪو مقدار فارم جي چاڻنٽ واري سطح تي چار ڪروڙ چاليهه لک فٽ کان وڌيڪ آهي.

### سنڌو جي پاڻي جي ورهاست

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ٻه جڏهن آبپاشيءَ واري سرشتي جي ترقي مڪمل ست پري نه ٿي هئي ڪنهن ٻه نئين رٿا شروع ٿيڻ تي صوبن ۽ رياستن ۾ تڪرار پيدا ٿيندا رهندا هئا. بهرحال اهي تڪرار گڏيل صلاح مشوري ۽ سهمت سان حل ڪيا ويندا هئا. واسطيدار ماهرن جي مختلف پاسن کي جاچڻ لاءِ ڪيترائي ڪميشن جوڙيا ويا ۽ انهن جي سفارش تي عمل درآمد ڪيو ويو. آخري دستاويز جنهن تي گڏيل يڪرائيءَ جو اظهار ڪيو ويو سو ورهاڱي کان ڪجهه اڳ ١٩٤٥ع ۾ ٿيل سنڌ پنجاب ٺاهه هو، جيتوڻيڪ ان ٺاهه تي ڪجهه تحفظات پئي رهيا آهن پر عملي طور تي انڪانپوءِ ٿيندڙ سنڌو جي پاڻي جي ورهاست انهيءَ ٺاهه جي متعين ڪيل مقدار تحت ٿيندي رهي آهي.

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌو جي پاڻي جي ورهاست لاءِ ڪيترين ئي ڪميٽين ۽ ڪميشن وجود ۾ آيا آهن. بدقسمتي سان انهن مان ڪوبہ معاملي کي حل ڪري نہ سگهيو آهي. ١٩٧١ع ۾ چشما اسٽوريج جڙڻ کان ترت پوءِ وفاقي حڪومت پاڻي تي صوبن جي حقن ۽ دعوائن کي مت ڀيد جو نشانو نہ بنائڻ واري اظهار سان سال بہ سال پاڻي جي عارضي حصيداريءَ لاءِ هدايتون جاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اهو انتظام تربيلا جي شروعات ڪانپوءِ بہ جاري رهيو. بدقسمتي سان عارضي ورهاست واري انهيءَ عرصي دوران ڪجهہ مٿين علائقن ۾ ڪئنال سسٽم وسيلي پاڻي جي استعمال ۾ تمام گهڻي واڌ آئي جنهن جي نتيجي ۾ صوبيوار پاڻي جي ورهاست ۾ عدم توازن پيدا ٿيو.

## ١٩٩١ع وارو پاڻي جو ٺاهہ

١٩٩١ع ۾ صوبن وچ ۾ پاڻي جي ٺاهہ تي صحيحون ٿيون جنهن موجب ڪين سنڌن موجود ۽ سرحد ۽ بلوچستان صوبن ۾ اڏاوت هيٺ رٿائن لاءِ پاڻي جي استعمال لاءِ حصا متعين ڪيا ويا. باقي پاڻي بہ (بشمول چاڙهہ واري فراهمي ۽ مستقبل ۾ ذخيرا) پڻ پنجاب ٣٧ سيڪڙو سنڌ ٣٧، بلوچستان ١٢ ۽ سرحد صوبو ١۴ جي تناسب سان ورهايو ويو. ٺاهہ تحت پاڻي جي ورهاست مڪمل طور تي موجود پاڻي جي آڌار تي ڪئي وئي جنهن جو تفصيل هيٺ ايندو. ان ريت ڪنهن نئين ذخيري لاءِ پاڻي جڻ بچيو ئي نہ ٿي.

## وڏي ذخيري وارا ڊيم ٺاهڻ جا لوازمات

ڪنهن بہ وڏي ذخيري واري ڊيم جي اڏاوت لاءِ هيٺيان لوازمات ٽين ٿا:
١- ذخيري لاءِ پاڻي جي موجودگي

٢- ماحولياتي اثر، خاص طور تي هيٺين ڇوڙن تي

٣- توانائي پيدا ڪرڻ جو ست

جيڪڏهن مٿين ٽنهي اسمن جي آڌار تي بنيادي گنجائش پيدا ٿئي تہ پوءِ (الف) ماپ جي تعين ۽ ڊزائين جي انداز جو فيصلو وغيره (ب) مالياتي خرچن ۽ معاشي لاڳين تي ڪم ڪيو ويندو آهي. هن مضمون ۾ آءٌ پهرين ٽن لوازمن تي بحث ڪندس جيڪي بنيادي اهميت وارا آهن.

## ذخيري لاءِ پاڻي جي موجودگي

ذخيرو ڪندڙ ڊيم جي رٿابنديءَ لاءِ مناسب ۽ اعتبار جوڳي پاڻي جي

موجودگي بنيادي عنصر آهي ڇاڪاڻ جو دريائن ۾ پاڻي جو وهڪرو سال به سال مختلف هوندو آهي. ذخيري ڪندڙ ڊيم جي اڏاوت لاءِ عمومي طور تي قابل قبول ڪسوٽي پاڻي جي پنجن مان چئن سالن تائين يعني اسي سيڪڙو موجودگي آهي. ان ڏس ۾ واپڊا جي پاليسي تضادن سان ڀريل آهي. اها پاليسي زراعت بابت قومي ڪميشن جي پاڻي وارن وسيلن ۽ انتظامي ڪميٽيءَ واري رپورٽ ۾ شامل آهي. سيپٽمبر ١٩٨٧ع واري ان رپورٽ جو هڪ اهم ٽڪرو هت ڏجي ٿو؛

"ست پرئي موجود مٺاڃري واري فراهمي کي مد نظر رکندي ان ڳالهه کي ضرور آڏو رکڻ گهرجي ته پاڻي جا وهڪرا سال به سال مختلف ٿين ٿا ۽ جيستائين سراسري مقدار کان وڌيڪ وهڪرن واري پاڻي کي ايندڙ سالن ڏانهن منتقل ڪرڻ واري جوڳي صلاحيت نه هجي، ڪوبه ترقياتي ڪم وهڪرن جي اهڙين سطحن تي ٻڌل هجي جيڪي گهٽ ۾ گهٽ پنجن مان چئن سالن تي انحصار ڪري سگهن. اهو اصول نه رڳو پاڻي جي وهڪرن جي سڌي سنئين استعمال تي لاڳو ٿيندو پر اضافي مٺاڃري وارن ذخيرن تي به ٿيندو".

ذخيري واري ڊيم جي اڏاوت جو تصور به ڪرڻ کان اڳ اهو ضروري آهي ته مٿي ڄاڻايل اصول تحت موجودگيءَ جي ڪٿ لڳائي وڃي.

سنڌو دريائي سرشتي ۾ پاڻي جي موجودگيءَ جو اندازو ١٩٢٠ع کان موجود وهڪرن جي انگن اکرن مان سولائي سان لڳائي سگهجي ٿو. استعمال لاءِ موجود دريائي فراهميءَ جا تازه ترين انگ اکر واپڊا جي پاڻي وارن وسيلن جي انتظام واري ڊائريڪٽوريٽ تيار ڪيا آهن ۽ اهي مٿي ڄاڻايل ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ شامل ڪيا ويا آهن. انهيءَ جدول موجب واپڊا ٻارهن ڪروڙ پنجٽيهه لک نوي هزار ايڪڙ فٽ جي ڪٿيل مقدار جي امڪاني اسي سيڪڙو وهڪرن واري دريا جي الهندي رم اسٽيشن کي پنهنجي مشق جو ذريعو بڻائيندي هڪ ڪروڙ ايڪيتاليهه لک پنجاهه هزار ايڪڙ فٽ جي ذخيري ڪرڻ جوڳي ٻاجي پاڻي جي دعويدار آهي. مارچ ١٩٩١ع ۾ واپڊا جي چيئرمين سرڪاري طور تي ڄاڻايو ته آخري اپياس قومي ڪميشن ١٩٨٧ع ۾ ڪرايو ۽ تربيلا ڪانپوءِ واري واپڊا جي ڪٿ حقيقت تي ٻڌل آهي. هت اهو ڄاڻائيندو هلجي ته واپڊا جا مٿيان انگ اکر ايرندي دريائي حصي، سرشتي جي زيان ۽ لاب، سمنڊ ۾ ڇوڙ ۽ الهندي دريائي پاڻي جي پارت طرفان بااختيار استعمال جي ڏس ۾ غير اطمينان جوڳا ۽ مستقل مزاجي کان وانجهيل آهن، جنکي درست ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## صوبن وچ ۾ پاڻي جو ٺاهه

١٦ مارچ ١٩٩١ع تي صوبن وچ ۾ سنڌو دريا جي پاڻي جي ورهاست واري ٺاهه تي صحيحون ٿيون. ٺاهه جي نڪتن موجب يارهن ڪروڙ ٽيهتر لک پنجاهه هزار ايڪڙ فٽ پاڻي جو مقدار صوبن وچ ۾ ورهايو ويو ۽ پاڇي بچندڙ دريائي فراهمي (بشمول چاڙهه ۽ مستقبل ۾ ذخيرو ڪرڻ) جي حصيداريءَ لاءِ پڻ ڪجهه خاص نڪتا رکي پنجاب ٣٧ سيڪڙو سنڌ ٣٧، بلوچستان ١٢ سيڪڙو ۽ سرحد صوبو ١٤ سيڪڙو جو حصو ڏنو ويو. سمنڊ ڏانهن ڇوڙ لاءِ هڪ ڪروڙ ايڪڙ فٽ جو مقدار متعين ڪندي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهربل ڇوڙ جي تعين لاءِ اڀياس ڪرڻ جي ضرورت کي تسليم ڪيو ويو. اهي نڪتا انهي ٺاهه جي چوٽين، ڇهين ۽ ستين شقن ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

ان ڪري پاڻي واري ٺاهه جي انگن اکرن کي واپڊا جي جدولن ۽ انگن اکرن ۾ شامل ڪرڻو پوندو ته جيئن پاڻي جي موجودگيءَ جي درست پوزيشن تي پهچي سگهجي.

جيڪڏهن واپڊا جي انگن اکرن ۾ پاڻي واري ٺاهه جا ماپا شامل ٿا ڪجن ته پوءِ ٻيانوي لک سٺ هزار ايڪڙ فٽ جو خسارو سامهون ٿو اچي. اهو خسارو واپڊا جي ڪجهه انگن اکرن ۾ اچائين بهتري ڪرڻ تي هڪ ڪروڙ ٻيانوي لک نوي هزار ايڪڙ فٽ تائين وڃي پهچندو. هيٺ انهن خسارن ۽ واپڊا طرفان انگن اکرن ۾ هير ڦير تي تفصيلي بحث ڪبو.

## اڀرندي ندين مان پاڻي جي فراهمي

١٩٦٠ع واري سنڌو جي پاڻي جي ٺاهه موجب ٽن اڀرندي ندين جا وهڪرا مڪمل طور ڀارتي استعمال لاءِ مخصوص آهن. ڀارت ستلج ۽ بياس ندين تي اڳيئي ذخيري وارا ڊيم ٺاهي چڪو آهي جڏهن ته راويءَ تي ذخيري ڪندڙ منصوبو ١٩٩٢ع ۾ مڪمل ٿيڻو هو. اهو به چاٿائجي ته ڀارت ٽنهي اڀرندي ندين تي ڊيمن کي ڳنڍيندڙ ڪينالن جو هڪ گرڊ سسٽم ٺاهي ورتو آهي. انهي سسٽم تحت ڀارت پاڪستان کي هڪ به ڦڙو ڏيڻ کان سواءِ سمورو پاڻي استعمال ڪري سگهي ٿو. زراعت بابت قومي ڪميشن جي رپورٽ موجب واپڊا جو خيال آهي ته رواي تي انهيءَ ڊيم ڪانپوءِ اڀرندي ندين جي پاڪستان ڏانهن چوماسي واري مُند جي پڇاڙي ۾ ايندڙ چاڙهه ڪانسواءِ پاڻي جي ڪا جوڳي فراهمي نه رهندي. انهن حالتن ۾ اها ڳالهه سمجهه ۾ نه اچڻ جوڳي آهي ته واپڊا ڪهڙي ريت اڀرندي ندين مان اسي سيڪڙو امڪان جي آڌار تي پندرهن لک ايڪڙ فٽ پاڻي جي فراهمي جو تعين ڪيو آهي.

انڪانسواءِ جنوري ١٩٦٤ع ۾ اولهه پاڪستان جي واپڊا طرفان هڪ خانگي فرم ذريعي ١٩٧٥ع تائين اولهه پاڪستان ۾ پاڻيءَ بجليءَ جي ترقياتي پروگرام لاءِ تيار ڪيل دستاويز ۾ به هر ايرندي نديءَ جي حصيداريءَ کي ٻڙي ڄاڻايو ويو هو.

جسٽس فضل اڪبر ۽ جسٽس حليم به پنهنجي رپورٽن ۾ ساڳي صورتحال ڄاڻائي آهي. جڏهن ته پاڻيءَ جي ماهر مشهور سائنسدانن ڊاڪٽر نذير احمد ۽ غلام رسول چوڌري پنهنجي ڪتاب "پاڪستان جي آبپاشيءَ واري زراعت" ۾ ايرندي ندين جي حصي بابت هيئن لکيو آهي؛

"١٩٦٠ع واري پاڻي جي ٺاهه تحت ڀارت کي پاڻي جا مڪمل حق حاصل آهن ۽ ان سمورن وهڪرن کي موڙڻ جا انتظام ڪري ورتا آهن. ماڌوپور واري مٿين وهڪري جي ١٩٨٩ع ۾ انتظام مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ پاڪستان ۾ داخل ٿيندڙ جولاءِ ۽ آگسٽ واري مڪمل چاڙهه وارن وهڪرن جي راهه روڪي ويندي" هو وڌيڪ ڄاڻائين ٿا بياس نديءَ تي پاندو ۽ پونگ ڊيم ٺاهيا ويا آهن. راوي بياس لنڪ ماڌوپور جو پاڻي ڪٽي ٿو. ٿين ڊيم جي مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ راويءَ جو مڪمل وهڪرو ڀارت ۾ ئي ذخيرو ڪيو ۽ استعمال ڪيو ويندو".

مٿين تجزئي جي روشنيءَ ۾ واپڊا طرفان ايرندي ندين مان ١٥ لک ايڪڙ فٽ پاڻي حاصل ڪرڻ وارن انگن اکرن کي رد ڪندي اُتان جي حصي کي ٻڙي ليکيو وڃي.

## نقصان ۽ لاب (رم اسٽيشن ڪان هيٺ وهڪرن سميت)

ڪوبه وڏو ڊيم ٺاهڻ سان هيٺين وهڪري جي تاريخي ۽ ايراضي وار انداز متاثر ٿئي ٿو ۽ نتيجي طور ڊيم ٺاهڻ کان اڳ واري دور جي ڀيٽ ۾ پوءِ وڏيون ۽ اهم تبديليون سامهون اچن ٿيون. امريڪا ۾ ڪولوراڊو نديءَ تي هوور ڊيم ۽ ٽيڪساس ۾ پيڪاس دريا تي ڊيم ٺهڻ ڪانپوءِ گذريل ڪجهه سالن کان پاڻي جي اٿهوند انجا فقط ٻه مثال آهن.

پنهنجي جدول ۾ واپڊا پنجن مان چار سال نقصانن جا انگ اکر اسي لک ايڪڙ فٽ ڄاڻايا آهن. اها ڪٽ ٦٧-١٩٦٦ع کان ٨٦-١٩٨٥ع تائين منگلا ڪانپوءِ واري عرصي تي ٻڌل آهي جڏهن ته ساڳي جدول ۾ ڪئنال جي چوڙن جا انگ اکر تربيلا ڪانپوءِ واري عرصي جا ڪنيا ويا آهن. اهو غير مستقل مزاج ۽ گمراهه ڪندڙ طريقو اهي ۽ انکري اهو درست ڪرڻ جي ضرورت آهي.

واپڊا جي انگن اکرن موجب ٧٨-١٩٧٧ع کان ٩٠-١٩٨٩ع تائين تربيلا

ڪان اڳتي اصل نقصان هڪ ڪروڙ اوڻجاهه لک ويهه هزار ايڪڙ فٽ (هڪ سال ۾ وڌ ۾ وڌ ٻه ڪروڙ ٻٽيهه لک ڏهه هزار ايڪڙ فٽ) درج ڪيا ويا. وڇوڙائي وارا سال وڏنڍڙ لاڙي جي نشاندهي ڪن ٿا. ان جي آڌار تي اسي سيڪڙو امڪانيت تي نقصان هڪ ڪروڙ سٺتيهه لک چاليهه هزار ايڪڙ فٽ تي وڃي پهچندا جڏهن ته واپڊا پنهنجي جدول ۾ نقصان اسي لک ايڪڙ فٽ تي ڄاڻائي.

هاڻ اسين جيڪڏهن تربيلا ڪانپوءِ واري دور ٧٨-١٩٧٧ع کان ٩٠-١٩٨٩ع ۽ شروعاتي ٻارنهن سالن (٦٧-١٩٦٦ع کان ٧٧-١٩٧٦ع) دوران سرشتي جي نقصانن وارن انگن اکرن کي جاچينداسين ته لاڙو وڌيڪ شفاف ۽ واضح طور اسان آڏو ايندو ۽ دراصل منگلا ڪانپوءِ تربيلا جي شروع ٿيڻ وارن ٻارهن سالن دوران جي اٺهتر لک ايڪڙ فٽ نقصان جي ڀيٽ ۾ ايندڙ سالن دوران نقصان هڪ ڪروڙ پنجونجاهه لک پنجاهه هزار ايڪڙ فٽ تي وڌنڍڙ لاڙي جي نشاندهي ٿو ڪري. ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ جي صورت ۾ اهڙي ئي وڌيڪ نقصان جي توقع رکڻ گهرجي. ڪالاباغ ڊيم ڪانپوءِ نقصان جي گهٽ ۾ گهٽ ڪٿ ٽيهه لک ايڪڙ فٽ لڳائي سگهجي ٿي.

### الهندي ندين جي پاڻي جو پارت هٿان بااختيار استعمال

واپڊا جي جدول ۾ انهن ندين سان پارت جو بااختيار استعمال ويهه لک ايڪڙ فٽ ڄاڻايل آهي. واپڊا انهيءَ انگ اکر جو ڪو ثبوتي حوالي نه ڏنو آهي. جڏهن ته ٻارهن آگسٽ ١٩٨٨ع تي سينيٽ ۾ پڇيل سوال نمبر ١٣٧ جي جواب ۾ پاڻي ۽ بجليءَ جي وزير ڄاڻايو هو ته ١٩٦٠ع واري سنڌو پاڻي ٺاهه تحت "پارت طرفان زرعي استعمال لاءِ الهندي ندين مان پاڻي حاصل ڪرڻ تي ڪا پابندي ناهي".

### سال به سال بنياد تي پاڻي جي موجودگي

ڪالا باغ ڊيم جي حمايت ۾ هڪ دليل اهو به ڏنو ويندو آهي ته هر سال چاڙهه دوران ٻه ڪان ٽي ڪروڙ ايڪڙ فٽ پاڻي سمنڊ ۾ ٿو پوي. عام شهري ته واضح طور تي اهو سوچيندو ته هر سال ايڏي وڏي زيان کان بچڻ لاءِ پاڻي جو ذخيرو ڪرڻ ضروري آهي. ان لاءِ سنڌو دريا تي ڪوبه اهڙو ماڳ نه هئڻ ڪري جت هڪ سال جو اضافي پاڻي ٻين سالن لاءِ محفوظ ڪري سگهجي. ذخيرو ڪندڙ ڊيم لاءِ اضافي پاڻي جي ذخيري کي سال به سال پيش ايندڙ صورتحال پٽاندڙ ڏسڻو

پوندو. تربيلا کانپوءِ وارن سالن دوران سنڌو پاڻي ٺاهه تحت پارت کي ڏنل پاڻي، پاڻي ٺـاهه تحت ورهاست ۾ کـوٽ ۽ اصل چوڙن ۽ سـمنڊ ۾ لازمي چوڙ کـانپـوءِ چوڏهن سـالن مـان فـقط چار سـال ئي اضافي پاڻي رهيـو آهي. ٧٦-١٩٧٥ع کـان ٨٩-١٩٨٨ع وارن انهن چوڏهن سـالن جي اها تـصوير کالاباغ جي حصي وٺڻ کـان اڳ جي صورتحال آهي.

انهن اتگن اکرن موجب کالاباغ ڊيم جي اڏاوت ۽ گهربل پاڻي، جيکڏهن رائيٽ ۽ ليفٽ بينڪ ڪينال کي ڌار ڪجي تـه چوڏهن مـان فـقط ٻه سـال هوندو ۽ جيکـڏهن مٿين ٻنهي ڪينالن کان شـامل ڪبو تـه پوءِ اضافي پاڻي رڳو هڪ سال (چاڙهه وارو سال) ئي ملي سگهندو جيکو هڪ سؤ يا ان کان به وڌيڪ سالن جي عرصي ۾ هڪ ئي پيرو ممکن آهي.

### رائيٽ ۽ ليفٽ بينڪ کالاباغ ڪينال

رٿيل وڏي پئماني جي رائيٽ ۽ ليفٽ بينڪ کالاباغ ڪينالن لاءِ پاڻي جي گهرج هڪ ڪروڙ اٺاويهه لک اسي هزار ايڪڙ فٽ هوندي، اها حد خود ڊيم جي گنجائش کـان ٻيڻي آهي. کالاباغ ڊيم جي فـني مـاهرن پنهنجي رپورٽ ۾ واضع ڪيو آهي تـه انهن ڪينالن جي اڏاوت انتهائي اڻ لاياڻتي ٿيندي. انجي تصديق پاڻي ۽ بجلي جي وزير ٢٦ جولاءِ ١٩٨٩ع تي سينيٽ ۾ منهنجي پڇيل سوال جي جواب ۾ پڻ ڪئي. واپڊا جي چيئرمين مارچ ١٩٩١ ۾ پڻ ساڳي ڳالهه ڪئي ۽ ڄاڻايو تـه ان ڏس ۾ وڌيڪ اپياس ڪرايا ويندا جن لاءِ واسطيدار صوبائي حڪومتن پنهنجي سر خرچ پرڻ جي آڇ ڪئي آهي. انهن وڌيڪ اپياسن اها ڳالهه سامهون آندي آهي تـه انهن ڪينالن تي خرچ خود ڊيم تي ايندڙ خرچ جيترو ئي هوندو. جنهن صورت ۾ خود ڊيم لاءِ پاڻي مـوجود ناهي انهن ڪينالن تي شـاهي خرچ ڪهـڙو جواز رکي ٿو!!؟

### نتيجا ۽ سفارشون

اهڙي صورتحال ۾ آبادي ۾ اضافي سبب خوراڪ ۽ وسيلن ۾ اضافي سـان گڏوگڏ پرڏيهي واپار لاءِ حالتون پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ حقيقي ۽ بنيادي روش اختيار ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان ڏس ۾ ممکن حل هيٺ ڏجن ٿا:

١- مٿاڇري تي موجود پاڻي مڪمل طور تي استعمال ڪيو پيو وڃي، تنهنڪري کالاباغ يا اهڙي ڪنهن ٻئي ڊيم جي اڏاوت غير مناسب ٿيندي.

۲- ترجيح ڪينالن ۽ واٽر ڪورسن ۾ خاص طور تي لوڻيالي زميني پاڻي وارين ايراضين ۾ نقصان گهٽائڻ لاءِ موجود فراهمين جي تحفظ کي ڏيڻ گهرجي.

۳- پاڻي جي ساڳي مقدار سان وڌيڪ ايراضي کي عمل هيٺ آڻي بهتر فصل حاصل ڪرڻ لاءِ آبپاشيءَ جي اثرائتي مشق لاءِ مناسب اُپاءَ ورتا وڃن.

۴- حڪومت فارم مينيجمينٽ، ڪمانڊ واٽر مينيجمينٽ، زرعي توسيعي، لاڳو ڪري سگهجندڙ تحقيق ۽ آبپاشي واري سرشتي جي بحاليءَ واري پروجيڪٽ جهڙا ڪيترائي پروگرام شروع ڪري چڪي آهي. انهن پروگرامن جي اهليت جو دارومدار بهر صورت انهن جي مسلسل ڪٽ ۽ چڪاس تي آهي ته جيئن ملڪ جي بهتري لاءِ ڀرپور معيار حاصل ڪري سگهجن.

۵- مستقبل لاءِ بجلي پيدا ڪرڻ وارو پروگرام حقيقت پسند ۽ معروضي حالتن تي ٻڌل هئڻ گهرجي. ذخيرو ڪرڻ لاءِ پاڻي جي عدم موجودگيءَ جي صورت ۾ اڳيئي واضع ڪيل دريا جي وهڪري واري رٿا تي ڌيان ڏنو وڃي جنهن مان پندرهن هزار ميگاواٽ بجلي حاصل ڪري سگهجي ٿي.

٦- لوڊ شيڊنگ کان بچڻ لاءِ سمورن هائيڊل پاور پروجيڪٽس جي اڻ ٽٽ حصي طور اعزازي ٿرمل جنريشن گنجائش جي رٿا بندي ڪئي وڃي.

۷- تربيلا جي باقي رهيل ۱۵، ۱٦، ۱۷ نمبر يونٽن کي ڪالاباغ جي اڏيءَ تي قربان ڪرڻ بدران ترجيحي بنيادن تي قائم ڪيو وڃي.

(ليکڪ اڳوڻو سينيٽر آهي ۽ هيءُ مضمون ۱۹۹۲ع ۾ "سائنسدانن ۽ سائنسي پيشيورن جي تنظيم PASSP جي ڪوئٽا سيمينار ۾ پڙهيائين).

(ترجمو: اسلم خواجا)

انجنيئر عبدالرسول ميمڻ

# ڪالا باغ بابت ڪجهه ويچار

**تعارف:**

ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت لاءِ رٿيل هنڌ سنڌونديءَ تي تربيلا ڊئم کان لهواري پاسي ١٢٠ ميلن ۽ ڪالاباغ جي شهر جي مٿئين پر اٽڪل ١٢ ميلن جي فاصلي تي آهي، جتي درياءَ ميداني علائقي ۾ داخل ٿئي ٿو. اهو عربي سمنڊ کان ٧٧٠ ميل پري آهي (جڏهن تہ ساموندي ڪناري کان هيستائين درياءَ جي ڊيگهه ٩٨٤ ميل آهي).

**سنڌو دريائي سرشتو.**

سنڌوندي سنڌ طاس جي ڇهن دريائن ۾ وڏي ۾ وڏي آهي. ١٩٦٠ع واري سنڌ طاس معاهدي تحت ڀيرندي وارا ٽي درياهہ راوي، بياس ۽ ستلج، جن جو ساليانو وهڪرو ٣٣ ملين ايڪڙ فوٽ هو، مڪمل طور ڀارت جي استعمال لاءِ ڏنا ويا، جڏهن تہ الهندي وارا ٽي درياهہ سنڌو، جهلم ۽ چناب جن جو رِم اسٽيشن تي ساليانو وهڪرو ١٣٧ ملين ايڪڙ فوٽ هو. سي ان شرط سان پاڪستان جي حوالي ڪيا ويا تہ ڀارت کي والاريل ڪشمير ۾ اولهہ وارن دريائن جي پاڻي سان ١٣ لک ايڪڙ زمين آباد ڪرڻ جو حق هوندو.

١٩٦٧ع ۾ جهلم نديءَ تي منگلا ڊئم مڪمل ڪيو ويو جنهن جي بجليءَ جي اپت واري شروعاتي گنجائش ٣٠٠ ميگا واٽ هئي، جيڪا ٨٠٠ ميگاواٽ تائين وڌي چڪي آهي ۽ اجان بہ هڪ هزار ميگاواٽ گنجائش وڌائڻ تي ڪم هلي رهيو آهي.

اٽڪ کان ٢٠ ميل مٿئين پر (ڪابل / سنڌو دوآبو)، تربيلا ڊئم جو وڏو ذخيرو آهي، جنهن جو پاڻي گڏ ڪرڻ وارو علائقو ٦٥،٥٠٠ چورس ميل آهي. هي ڊئم ١٩٧٤ع ۾ مڪمل ڪيو ويو، پر سرنگهہ نمبر ٢ جي ناڪاميءَ بعد ۾ اوپاري پاسي پاڻيءَ کي روڪيندڙ تهہ ۾ سوراخ ٿيڻ سبب ڊئم ڀرجي نہ سگهيو. ۽ هنگامي بنيادن تي ان مان پاڻي نيڪال ڪيو ويو، ان ٧٨-١٩٧٧ع ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. جيتوڻيڪ اوپاري پاسي تي هر سال سوراخ تي وڃن ٿا جن کي هڪدم پرڻ لاءِ مناسب خيال رکيو وڃي ٿو. ان جي بجلي جي اپت واري شروعاتي گنجائش ٧٠٠ ميگاواٽ آهي جنهن کي هاڻي ١٧٥٠ ميگاواٽ تائين وڌايو ويو آهي، ۽ ٤٣٢ ميگاواٽ

جي گنجائش وارا وڏيڪ ۴ يونٽ لڳائڻ جو ڪم هلي رهيو آهي. چشما- جهلم لنڪ ان بئراج مان ڦٽي ٿو.

### اڳوڻي تاريخ

سنڌ طاس رٿا جي پن ڊئمن لاءِ منگلا ۽ تربيلا جا هنڌ ان ڪري چونڊيا ويا جو فقط اهي ٻه هنڌ اهڙا هئا، جن بابت ڪجهه تفصيلي کوجنا ڪئي ويئي هئي. منگلا ڊئم فوري طور تي، سنڌ طاس معاهدي ۾ مقرر ڪيل مدي اندر تعمير ڪيو ويو. جڏهن تربيلا تي غور ڪيو پئي ويو، تڏهن متبادل طور ڪالا باغ ٻه ويچار هيٺ هو. عالمي بئنڪ جي ليف ٽنڪ رپورٽ ١٩٦٧ جا هيٺيان ٽڪرا ان ڏس ۾ روشني وجهن ٿا:

" ڪالاباغ ڊئم جي مکيه خاصيت ان جي ساڳئي وقت بنيادي نوعيت جي ڪشش توڙي مکيه ڪمزوري آهي "چاس ٽي مٿن" پاران وجود ۾ آندل هي پراجيڪٽ سلوئسنگ اسڪيم تحت ڪم ڪندو جيئن ذخيري جي پاڻي گڏ ڪرڻ واري مدي کي وڌائي سگهجي. آبڪلائي واري شروعاتي مُند جو گهڻي مٽي گاڏڙ پاڻي لازمي طور تي ذخيري مان بنا ڪنهن رنڊڪ جي خارج ٿيڻ ڏنو ويندو. جنهن سان گذريل وقت ۾ درياء جي مکيه وهڪري ۾ گڏ ٿيل مٽي ٻه ڪنهن حد تائين صاف ٿي ويندي. جيوٽيڪ ان طريقہ ڪار لاءِ ڪنڪريٽ جي ڳري تهه واري ڍانچي جي ضرورت پوندي، جنهن سان پيڙهه تي وڏو دٻاءُ پئجي ويندو".

اهڙي ريت ١٩٦٨ ع ۾ هيٺين سببن جي ڪري تربيلا کي ڪالاباغ تي اوليت ڏني ويئي:

(الف) سائٽ بابت وڌيڪ تفصيل جاچ.

(ب) ڊئم مان ذيلي ذخيرن جي وڌي تعداد کي ترقي وٺرائڻ جو امڪان.

(ج) تربيلا ۾ بجليءَ جي وڌيڪ اپت ٿيڻ جو امڪان.

درحقيقت جن ماڻهن ڪالاباغ کي تربيلا جي متبادل طور رد ڪري ڇڏيو هو، تن جي ذهن ۾ ڪالاباغ جي مکيه ڪمزوري اتي مٽيءَ جي گڏ ٿيڻ وارو مسئلو هو.

تربيلا جي اڏاوت شروع ٿيڻ ڪانپوءِ، ان جي ۵۵ سالن جي مختصر امڪاني زندگيءَ جي پيش نظر ڪالاباغ جي تعمير تي ويچار ڪيو ويو. ميسرس اي. سي. اي. کي ڪنسلٽينسي جو ڪم ڏنو ويو، جن ١٩٧٥ع ۾ ان جي فزيبلٽي رپورٽ پيش ڪئي. ١٩٨٢ ع ۾ ڪالاباغ بابت اڳوڻي اپياس کي يو اين ڊي پيءَ پاڪستان

سرڪار جي مالي سهڪار سان ڪنسلٽنٽس ٽين حالتن سان لکيا. سرحد صوبي طرفان، پاڻي گڏ ڪرڻ جي بلند سطح ٩٢٥ تي اعتراض ڪيائين، ان ايماس تي نظرثاني ڪندي پاڻي ذخيرو ڪرڻ جي سطح کي گهٽائي ٩١٥ ڪيو ويو ۽ رپورٽ جون ١٩٨٨ع ۾ واپڊا کي پيش ڪئي ويئي.

پاڪستان سرڪار کي پراجيڪٽ رپورٽ پيش ٿيڻ ڪانپوءِ سرحد ۽ سنڌ جي صوبن ڊيم جي اڏاوت تي اعتراض آٿاريا جنهن بعد ٽيڪنيڪي معاملن جي نبيري لاءِ صوبن ۽ واپڊا جي عيوضن تي مشتمل هڪ ڪالاباغ ڪميٽي جوڙي ويئي. بئي پاسي ٢٥ جون ١٩٩٠ع تي سياسي پارٽين سنڌ اسيمبليءَ ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ڪري وفاقي حڪومت کي سفارش ڪئي ته پراجيڪٽ کي رد ڪيو وڃي. سرحد اسيمبلي ٩ آڪٽوبر ١٩٩١ع تي چوٿون ڀيرو يڪراءِ ٺهراءُ پاس ڪري ڊيم جي اڏاوت ترڪ ڪرڻ جي گهر ڪئي. ايستائين جو واپڊا جي ماهرن ۽ اڳوڻي سينيٽر قاضي عبدالمجيد جي مضمونن کي قومي اخبارن شه سرخين سان شايع ڪيو. سنڌ طرفان مکيه اختلاف پاڻيءَ جي دستيابي ۽ ماحولياتي اثرن بابت هو. جڏهن ته سرحد طرفان مخالفت جو ڪارڻ ڊيم جي ڇڏيل پاڻي جي اثر (Back water effect) ۽ پشاور ۽ مردان جي وادين تي پونڊڙ ماحولياتي اثر هئا. انهن ٻنهي تڪراري معاملن توڙي مکيه ٽيڪنيڪي مسئلن جهڙوڪ بنياد ۽ سلوٽسنگ جو تجزيو ڪرڻ ضروري آهي.

**پاڻيءَ جي دستيابي**

هڪ ڀيرو اهو فيصلو ٿي وڃي ته آبپاشيءَ لاءِ مختلف مدن ۾ پاڻيءَ جي استعمال لاءِ ڪيترو ڪيترو پاڻي ڏنو ويندو ته پوءِ اهو ڏکيو سوال ناهي، ته رهي ته مختلف ڏسن ۾ استعمال لاءِ باقي ايترو پاڻي ميسر ٿي سگهندو. جيتري سپلاءِ مهيا ڪرڻ لاءِ نام ڪيو ويو آهي. ان سوال جي جواب جو بنياد تفصيلي انجنيئرنگ اسٽڊيز تي ٻڌل هئڻ گهرجي. جن ۾ ڪي طريقه ڪار اختيار ڪيل هجن ۽ اهي ڪجهه مفروضن تي ٻڌل هئڻ گهرجن. ان ڏس ۾ هيٺيان سوال اهم آهن:

١- اهو ايپاس گهڻن سالن جي تعداد تي ٻڌل آهي.

٢- سرشتي ۾ ٽيندڙ پاڻيءَ جو زيان ڪيترو آهي.

٣- دريائي سرشتي ۽ ماحولياتي معاملن کي مد نظر رکڻ بعد پاڻي جو ڪيترو مقدار استعمال ٿيڻ جوڳو هوندو.

**ايپاسي سالن جو تعداد:***

اهو معلوم ڪرڻ جو ڪوبه طريقو ڪونهي ته ڪنهن دريائي سرشتي ۾

مستقبل ۾ پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار دستياب هوندو. ان ڏس ۾ سڀ کان بهتر اهو طريقو ٿيندو ته فرض ڪجي ته مستقبل ۾ پاڻيءَ جي موجودگي ايتري ئي هوندي، جيتري ماضيءَ ۾ رهي آهي. اهياس جو مدو جيترو قدر ڊگهو هوندو پاڻيءَ جي مقدار بابت اڳڪٿي اوتري ئي وڌيڪ درست هوندي. هڪ اهڙي معاملي (پاڻي) لاءِ جنهن جي تاريخ بحرانن سان ڀربور ۽ انساني جاڻ کان مٿيري هجي، اسان کي ڪنهن قطعي نتيجي تي پهچڻ کان اڳ سموري رڪارڊ کي جاچڻ گهرجي. "پاڻيءَ جي وسيلن واري انتظامي ڪميٽي ١٩٨٧ع" جي ڪارروائي دوران، جنهن جو چيئرمن ميمبر واٽر واپڊا هو. ١٩٢٢ کان ١٩٨٨ع تائين ننهي دريائن جي موسمي ۽ ساليانن وهڪرن جا انگ اکر سهيڙيا ويا. ۽ انهن جي هيٺين خاصيتن جو ڪاٿو لڳايو ويو.

سراسري 137.27 ملين ايڪڙ فوٽ.

Median 137.164 ملين ايڪڙ فوٽ

وڌ ۾ وڌ 186.79 ملين ايڪڙ فوٽ (سال 60-1959)

گهٽ ۾ گهٽ 100.31 ملين ايڪڙ فوٽ (سال 75-1974)

٥ مان ۴ ڀيرا 123.59 ملين ايڪڙ فوٽ.

اهو ظاهر آهي ته هنن انگن ۾ ڪافي لاهه چاڙها آهن. اسان ماضيءَ ۾ ڪيل ڪن اڀياسن جي حوالي سان ڪنهن مناسب انگ تي پهچي سگهون ٿا. پاڻيءَ جي وسيلن واري انتظامي ڪميٽي ٥ مان ۴ سالن ۾ دستياب پاڻيءَ جي مقدار کي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي. "امڪاني طور دستياب پاڻيءَ جي وهڪري تي ويچار ڪندي اهو پيش نظر رکڻ گهرجي ته اهي وهڪرا هڪ کان پنج سال ۾ ڦرندا گهرندا رهيا آهن ۽ پاڻيءَ جي ذخيري ڪرڻ جي اهڙي گنجائش ڪانهي جنهن سان مٿين سراسري وهڪرن کي بعد جي سالن لاءِ سنڀالي رکجي. تنهنڪري اندازن جو دارو مدار وهڪري جي اهڙي سطح تي رکڻ گهرجي، جنهن تي پنجن مان گهٽ ۾ گهٽ چئن سالن تائين انحصار ڪري سگهجي. ميسرس هرزاس، نظرثاني ٿيل ايڪشن پروگرام کي سهيڙڻ مهل پاڻيءَ جي سراسري مقدار کي "دستياب مقدار" فرض ڪيو هو.

جيڪڏهن اسان انڊس ڪميشن جلد - ١، ١٩۴٢ع جي رپورٽ تي نظر وجهون جنهن جو سربراهه جسٽس راؤ هو جنهن سنڌ ۽ پاڪستان کان اڳ واري پنجاب ۾ ٿيا ڪٽڙي ڪندي آمريڪي سپريم ڪورٽ جي ان فيصلي جو حوالو ڏنو هو جيڪو ان ويومنگ جي ڪولوراڊو خلاف ڪيس ١٩٢٩ع ۾ ڏنو هو. ويومنگ

رياست لارامڪ درياءَ جي مٿين واري رياست ڪولوراڊو خلاف ڪيس داخل ڪيو هو. جيڪا پنهنجي رياستن وچ ۾ وهندڙ ان درياءَ جو رخ موڙڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. فيصلي جي لاڳاپيل پئرا (٩). هيٺ پيش ڪجي ٿي.

"(٩) ڪولوراڊو واري شاهديءَ ۾. درياءَ جو هڪ ڊگهي مدي تائين سراسري ساليانو وهڪرو چاڻايو ويو آهي جڻ اهو پاڻيءَ جي دستياب سپلاءِ ماپڻ جو مناسب پئمانو هجي پر عدالت سمجهي ٿي ته پاڻيءَ جي وهڪري ۾ وڏي ڦير گهير سبب اهو مناسب پئمانو ڪونهي". عملي طور تي پاڻيءَ جي دستياب هجڻ لاءِ سپلاءِ نسبتا لاڳيتي ۽ قابل انحصار هئڻ گهرجي". "فصل پاڻيءَ جي اُن سراسري وهڪري جي اُميد تي نٿا اُپائي سگهجن جيڪو ڪونه ايندو، نه ئي پاڻيءَ جي اُنهن غير معمولي وهڪرن جي يادگيريءَ تي آباد ڪري سگهجن ٿا. جيڪي گذريل سالن ۾ درياءَ مان لنگهي چڪا آهن. جڏهن پاڻي حقيقي طور ڏبو آهي تڏهن ئي قدرتي اُن جي موٽ ڏيندي آهي". عدالت پاڻيءَ جي دستياب سپلاءِ بابت هڪ خاص مدت ۾ گهٽ ۾ گهٽ پاڻيءَ واري وهڪري کي به درست پئماني طور قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. "عملي طور آبپاشي ڪندڙن ۽ تجربيڪار اريگيشن انجنيئرز وچ ۾ ان ڳالهه تي عام اتفاق راءِ آهي ته گهٽ ۾ گهٽ قدرتي وهڪرو ئي ان ڏس ۾ پرک جو پئمانو ڪونهي" عدالت سمجهي ٿي ۽ سندس خيال آهي ته عملي طور تي ڪن خاص حدن اندر، هڪ نسبتاً لاڳيتو انحصار جوڳو پاڻيءَ جو وهڪرو، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ مقدار کان وڌيڪ هجي، ذخيرن جي مدد سان حاصل ڪري سگهجي ٿو". ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته عدالت نه هڪ ڊگهي مدي جي سراسري وهڪري کي ۽ نه ئي گهٽ ۾ گهٽ ڪن ٻن لاڳيتن سالن جي سراسري گهٽ ۾ گهٽ وهڪري کي قبول ڪري ٿي. واضح طور تي عدالت انهيءَ مفروضي کي اهميت ڏني آهي ته اهو ممڪن آهي ته پاڻيءَ کي هڪ سال ذخيرو ڪري اُن کي ٻئي سال استعمال ڪجي، پر اهو وڌيڪ ڊگهي مدي لاءِ گڏ نٿو ڪري سگهجي. جيڪڏهن اسان پاڻيءَ جي ميسر هجڻ جو ڪاٿو آمريڪي سپريم ڪورٽ واري فيصلي جي بنياد تي لڳايون ته پاڻيءَ جي حاصل ٿي سگهندڙ سپلاءِ 124.58 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيندي جيڪا 80% دستيابيءَ (123.59 ملين ايڪڙ فوٽ) جي لڳ ڀڳ آهي.

## سسٽم ۾ پاڻيءَ جو زيان

جيتوڻيڪ دريائن ۾ پاڻيءَ جي زيان جي ڏس ۾ مختلف ايپاس ڪيا ويا آهن پر ڪابه نظرياتي يا تجربي فارمولا ٺهي ڪانه سگهي آهي، جنهن مان دريائن ۾ پاڻيءَ جي زيان جو تعين يا ڪنهن سال دوران ان ۾ ڪيترو پاڻي هوندو تنهنجي

اڳڪٿي ڪري سگهجي. جو ته ان ڏس ۾ ڪيترائي پاسا آهن، جن جي اٿون بابت اڳڪٿي نٿي ڪري سگهجي. جهڙوڪ رڪارڊ نه ٿيل وهڪرا، چئنل سرشتي ۾ ڦير گهير، اڳين پوڏن جو نمونو کهڙو هو وغيره. اهوئي سبب آهي جو اڻ وابريل پاڻيءَ جي سپلاءِ جي بنياد تي اپياس ٿيڻ گهرجي. اهڙي ريت پاڻمرادو طور تي ٿيل زيان ڳڻپ ۾ اچي ويندا. سنڌ طاس ۾ پاڻيءَ جي زيان سال بسال ڦرندو گهرندو رهيو آهي. ١٩٦٧ع ۾ منگلا تعمير ٿي ويو جنهن پاڻيءَ جي زيان جي تاريخي طريقي ۾ تبديلي آڻي ڇڏي. ساڳي ريت ٧٨-١٩٧٧ع ۾ تربيلا چالو ڪيو ويو. جنهن پاڻيءَ جي زيان واري نموني کي وڏيڪ تبــديل ڪري ڇڏيو. پاڻيءَ جي زيان واري نئين لاڙي جو اپياس ڪرڻ لاءِ اهو بهتر ٿيندو ته انهن ٻنهي دؤرن ۾ ٿيندڙن نقصانن جو ڪاٿو لڳايو وڃي.

اڻ واپرايل پاڻيءَ، جي سپلاءِ جي بنياد تي پاڻي جي وسيلن واري انتظامي ڪميٽي پاران پاڻيءَ جي زيان جو، موجب هيٺين ريت ڪاٿو لڳايو ويو آهي.

| منگلا ڊئم چالو ٿيڻ بعد | | تربيلا ڊئم چالو ٿيڻ بعد | |
|---|---|---|---|
| 1966-67 | - 10.23 | 1977-78 | 6.00 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 68 | - 2.77 | 79 | 8.67 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 69 | - 8.46 | 80 | 8.28 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 70 | - 10.74 | 81 | 17.94 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 71 | - 6.28 | 82 | 16.75 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 72 | - 12.50 | 83 | 18.50 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 73 | - 12.43 | 84 | 14.33 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 74 | + 6.76 | 85 | 16.45 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 75 | - 12.02 | 86 | 16.49 - ملين ايڪڙ فوٽ |
| 76 | - 9.83 | | |
| 77 | + 2.39 | | |
| سراسري | - 6.92 | سراسري | 13.71 - ملين ايڪڙ فوٽ |

مٿين جدول مان ظاهر ٿئي ٿو ته نئين ڊئم تربيلا جي اڏاوت سان پاڻيءَ جي زيان ۾ اچان به واڌاري وارو لاڙو رهيو آهي. اهو پڌرو آهي جو ته تربيلا جو ذخيرو 100 چورس ميلن جي ايراضيءَ تي پکڙيل ۽ ٥٠ ميل ڊگهو آهي. جنهن مان پاڻي سج جي تپش سبب ٻاڦ بڻبو، ذخيري واري ايراضيءَ ۾ ٽمڻ سبب زمين جي گهرائي ۾ ويندو ۽ ٻين طريقن سان به ضايع ٿيندو.

**پاڻيءَ جو قابل استعمال مقدار**

پاڻيءَ جي دستياب مقدار ۾ زيان جي لاڙي جو ڪاٿو لڳائڻ بعد اسان دريائي پاڻيءَ جي ورچ واري ٺاهه جي روشنيءَ ۾ پاڻيءَ جي قابل استعمال مقدار جو ڪاٿو لڳائي سگهون ٿا. اهو واضح آهي تہ هڪ وڏيڪ ذخيري جي اڏاوت سان پاڻيءَ جو زيان اڃان بہ وڌندو. بين الاقوامي تجربي مان پڻ ان ڳالهہ جي پٺڀرائي ٿئي ٿي. اوڇي اسوان ڊئم ۾ ساليانو 8.1 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سج جي تپش سببان ٻاڦ بڻجي ضايع ٿئي ٿو، جيڪو ساليانيءَ سراسري وهڪري جو ١٢ سيڪڙو آهي. لندن جي "ورلڊ واٽر" (اپريل ١٩٨٩ع) ۾ اها ڳالهہ ڄاڻائي ويئي آهي. اهڙي ريت پاڻيءَ جو ذخيرو جيڪو پاڻيءَ کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ٺاهيو ويجي ٿو. اهو پاڻيءَ کي محفوظ رکڻ بدران ضايع ڪري ٿو. سراسري ٨٠% ۽ آمريڪي عدالت جي فيصلي جي بنياد تي پاڻيءَ جو استعمال جوڳو مقدار پاڻيءَ واري ٺاهہ تي عمل جي صورت ۾ هيٺين ريت هوندو:

## سنڌ طاس ۾ پاڻيءَ جو استعمال جوڳو مقدار

| جريان نمبر | تفصيل | سراسري | 80% | آمريڪي عدالت | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|
| ١ | الهندي دريائن جو رم اسٽيشن وارو وهڪرو. | 137.27 | 123.59 | 124.58 | 1922-86 جورڪارڊ |
| ٢ | رم اسٽيشن کان هيٺيون وهڪرو نقصان (-)/ فائدو (+) واپڊا | - 13.71 | - 10.96 | - 10.96 | واپڊا موجب |
| ٣ | پاڻيءَ جو سمنڊ ۾ نيڪال | - 10.00 | - 8.0 | - 8.0 | پاڻيءَ واري ٺاهہ موجب فقط سراسري لاءِ |
| ۴ | صافي موجود پاڻي. | 113.56 | 104.63 | 105.62 | |
| ۵ | صوبن لاءِ رکيل پاڻي. | 114.35 | 114.35 | 114.35 | پاڻيءَ جو ٺاهہ |
| ٦ | هندستان کي استعمال جو ڏنل اختيار. | 2.0 | 2.0 | 2.0 | معاهدي موجب |
| ٧ | استعمال لاءِ صافي موجود پاڻي. | - 2.79 | - 11.72 | - 10.73 | |

مٿين جدول واضح طور تي ڄاڻائي ٿي تہ ان حقيقت جي باوجود تہ پاڻيءَ جي زيان جو لاڙو وڌندو (گهٽ ۾ گهٽ 4.0 ملين ايڪڙ فوٽ واڌو). ۾ موجوده زيان جي حساب سان ٻہ صوبن کي سندن پوري کوٽا ڏيڻ کانپوءِ پاڻي جي دستيابي نفي ۾ آهي. اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ سنڌ کي آبپاشيءَ واري زراعت لاءِ ۸۰٪ پاڻي ملڻ گهرجي. ڇو تہ اها خشڪ علائقي (Aridzone) ۾ اچي ٿي. اهو آمريڪي سپريم ڪورٽ واري فيصلي سان پڻ ٺهڪندڙ آهي.

**سرحد صوبي تي ٿيندڙ اثر**

**ڪالاباغ وٽ پاڻيءَ جي ذخيري جي حد آر. ايل. ۹۱۵ تائين وڌائي ويئي تہ اهو اٽڪ کان سون دوآبي تائين سنڌؤ جي وڏي واديءَ کي پوڙي ڇڏيندو جيڪو فاصلو ۹۰ ميلن جو آهي. ۽ ڪابل، سنڌو، دوآبي وٽان ڪابل نديءَ کان پڻ ڏهاڪو کن ميلن تائين مٿي هليو ويندو. اهو سون نديءَ کان پڻ ۳۶ کن ميل مٿي تائين پکڙجي ويندو. پاڻيءَ جي ذخيري جي گهٽ ۾ گهٽ سطح آر ايل ۸۲۵ تي اهو سنڌو درياءَ کان ۷۵ ميل مٿي تائين پکڙبو ۽ نوشهره کان ۲۵ ميل هيٺ پرو هوندو.**

**ڪالاباغ تي درياءَ جي آندل مٽي، واري ۽ پٿر جي ساليانو وزن جو ڪاٿو ۴۷۰ ملين شارٽ ٽن (هڪ شارٽ ٽن = ۲ هزار پائونڊ) لڳايو ويو آهي، جنهن مان ۳۲ سيڪڙو وڏن داڻن تي ٻڌل واري هوندي. ان ۾ ڪابل درياءَءِ جو حصو ۷۵ ملين شارٽ ٽن ساليانو هوندو جنهن مان ۱۲ سيڪڙو وڏن داڻن واري واري هوندي. سنڌو درياءَ جو پاڻي تمام گهڻو لڙانيل هوندو آهي. جنهن ۾ ۷۵ کان ۸۰ سيڪڙو اهڙا پٿر ۽ گريٽول هوندي آهي جنهن جي داڻن جي سائيز ۱۰ ملي ميٽر کان وڌيڪ هوندي آهي. جڏهن تہ ۱۵ کان ۲۰ سيڪڙو کن ۱ ملي ميٽر کان ننڍا هوندا آهن.**

**جيئن ئي ڊئم سان پاڻيءَ جي سطح وڌندي درياءَ جي بئڪ واٽر جي حد پاڻي جي ذخيري کان اوياري پاسي وڌندي ۽ درياءَ جي آندل مٽي بئڪ واٽر ايريا جي مٿين ڇيڙي تي گڏ ٿيڻ لڳندي. بئڪ واٽر ۽ مٽيءَ جي جمع ٿيڻ جو گڏيل اثر ساڪي ڏس ۾ اڳتي وڌندو. ڊئم جي اڏاوت سان ڪيڏو وڏو علائقو ۽ ڍنڍ جو ماحول ڪهڙي حد تائين متاثر ٿيندو، تنهن جو فيصلو گهڻي ڀاڱي مٿين ٻر مٽي جي گڏ ٿيڻ ۽ وڏڻ جي شرح ۽ چئنل جي ان ايراضيءَ سان ٿيندي آهي جنهن تي اهو پکڙيل هوندو آهي.**

**سنڌوءَ جهڙن گهڻي مٽي گڏڙ پاڻي وارن دريائن ۾ ڍنڍ جي پاڻيءَ واري سطح کان مٿي ڪافي مقدار ۾ مٽي گڏ ٿيڻ لڳندي آهي. چين ۾ "زرد درياءَ" واري**

ذخيري تي بئڪ واٽر ۾ گڏ ٿيندڙن ۽ پاڻيءَ جي بلند ترين سطح وچ ۾ تفاوت ١٢ کان ٢٣ ميٽرن تائين آهي. مٽيءَ جو گهڻو مقدار اٽيندڙ دريائن جي هڪ اهڙي خاصيت اها آهي تہ انهن ۾ بئڪ واٽر جو پاڻي عام اڳڪٽيءَ کان گهڻي وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙجي ويندو آهي.

دريائي پاڻي جي آندل مٽيءَ جو بندوبست ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ آبڪلاٽيءَ وارن مهينن ۾ پاڻيءَ جي سطح جنهن حد تائين ٿي سگهي، گهٽ رکي وڃي. ڪالاباغ ۾ وچٿري سلوئسنگ وارو طريقو اختيار ڪرڻ سبب پاڻيءَ جي سطح کي پهرين جون کان ٢٠ جولاءِ تائين آر. ايل ٨٢٥ تي برقرار رکيو ويندو. جڏهن نارمل ۽ خشڪ سال ۾ پاڻي مشڪل سان ڏيڍ کان ٻہ لک هوندو. جڏهن جولاءِ جي پڇاڙي ۽ آگسٽ ۾ سيلابي وهڪرا اچڻ شروع ٿيندا تہ ڊئم مٽي گاڏڙ پاڻي گڏ ڪرڻ شروع ڪندو، جيستائين رٽينشن ليول ٩١٥ تائين پاڻي نہ پهچي. جنهن کي آگسٽ ۽ سيپٽمبر جي مهينن ۾ برقرار رکيو ويندو. اهو دريائي مٽيءَ جي بندوبست واري مجيل طريقي جي خلاف آهي. ۽ "چاس تي مٽن" جي ماهرن جي اصلوڪين سفارشن جي بہ ابتڙ آهي، جن پاڻيءَ جي سيلابي وهڪري کي هيٺ سطح جي سلوئسنگ ذريعي گذاري ان کي آر. ايل 700 تي رکڻ جي سفارش ڪئي هئي. تنهنڪري ان سان مٽيءَ جي گڏ ٿيڻ وارو عمل وڌيڪ تيز ٿيندو ۽ بئڪ واٽر جي چيڙي ۽ ان مٽئين پر پاڻي پکڙبو جيڪو نوشهري کان 10 ميل هيٺ تائين هوندو دريا ۽ زرد وارو ڊئم جنهن جي اوچائي ٣١٥ فوٽ هئي. تنهن جي بئڪ واٽر جو پاڻي ٢٠ سالن ۾ اوياري پاسي پاڻيءَ وڌڻ جي لڳايل ڪاٿي کان بہ اٽڪل ٤٠ ميل مٿي تائين پکڙجي ويو. اهڙي ريت بئڪ واٽر واري ڍنڍ جي نوشهري کان بہ اڳتي وڌڻ جي امڪان کي رد نٿو ڪري سگهجي، جو تہ وچين سطح واري سلوئسنگ جو طريقو گڏ ٿيندڙ مٽي ۽ پٿرن جي لوڊ کي بد انتظامي سبب صاف نہ ڪري سگهندو جنهن جي نتيجي ۾ ڪابل نديءَ ۾ پاڻيءَ جي سطح بلند ٿيڻ سان ناقابل برداشت مسئلا پيدا ٿيندا. اهي تلخ حقيقتون، سرحد صوبي طرفان ڊئم جي مخالفت جو بنياد بڻجن ٿيون.

**بنياد**

ڪالاباغ بابت سڀ کان اهم نقطو پڻ ان جي بنيادن جي ارضياتي نوعيت آهي، جنهن آن کي پاڪستان معدني ترقياتي ڪارپوريشن جي ارضياتي ماهرن توڙي ٻين غير وابستہ ارضياتي ماهرن جي نظرن ۾ مشڪوڪ بڻائي ڇڏيو آهي. جيڪي آن ساڳئي علائقي ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. اهو بهتر ٿيندو تہ ان ڏس ۾ واپڊا جو نقطہ

نظر هتي پيش ڪيو ويو آهي ته ان تي ٽيڪا ٽپڻي ڪجي جيئن بنياد وارين ارضياتي حالتن کي سمجهي سگهجي. واپڊا جي پراجيڪٽ رپورٽ جون ١٩٨٨ جي پيرا ٥ء٢ ۾ چاتايل آهي ته ڊيم جي سائيٽ سون ماتوي، جي ڪنڌيءَ تي آهي جيڪو علائقو ارضياتي قوتن جي سرگرميءَ کان نسبتاً گهٽ متاثر ٿيل ٿو. رزروائر ايريا جي اترئين ڪنڌيءَ تي بنون هزاره فالٽ سسٽم مختلف ارضياتي جوڙ جڪن وچ ۾ غير آرامده لاڳاپن کي وڌائي ٿو ........ ڊيم جي ڍڪڻ ۾ ارضياتي خلل اندازي وڌي ٿي ۽ سالٽ رينج وارا جبل پنجاب جي ميداني علائقي کان مٿي وڌندي ڪالاباغ فالٽ وٽ ختم ٿين ٿا". (پيرا ٦ء٢ تازو ٿيل اپيڊاس مان معلوم ٿيو آهي ته سالٽ رينج ۽ هزاره سسٽم جي وچ واري علائقي هيٺان هڪ اُفقي اڻ لهڪندڙ فالٽ آهي. لڳي ٿو ته ان جي ڪافي ايراضي لوڻ جي تهه سان ڍڪيل آهي. جنهن سبب ارضياتي چرپر ٽيڪٽانڪ پليٽن جي حرڪت سان هم آهنگ ٿئي ٿي. اهو تهه ڊيم واري سائٽ تي ١٠ هزار فوٽ کان وڌيڪ اونهائي ۾ تصور ڪيو وڃي ٿو. اهو لوڻ ذخيري واري علائقي ۾ زميني سطح تي نروار نه ٿيندو. ڪالاباغ فالٽ ۽ ان سان لاڳاپيل فالٽ واري علائقي ۾ ويجهي ۾ ويجهو هنڌ جتي اهو لوڻ جو تهه ڏسي سگهجي ٿو. اهو ڊيم واري سائٽ جي لهواري پاسي ساڍا ست ميلن جي فاصلي تي آهي.

"پيرا ٢.٧ لوڻ جا ذخيرا. جڏهن مٿن سخت دٻاءُ پوندو آهي ته متحرڪ ٿي ويندا آهن. جنهن جي نتيجي ۾ لوڻ قبن ۽ پين شڪلن ۾ ظاهر ٿيندو آهي. ڪالاباغ فالٽ ويجهو ٻاهر نڪتل لوڻ انهي ارضياتي عمل جو ئي نتيجو آهي. ڊيم واري هنڌ پرسان اهڙي ڪنهن ارضياتي بگاڙ جي شاهدي نٿي ملي. "ڊيم ۽ پاڻي جي ذخيري وارو اضافي وزن انهن دٻائڻ جي پيٽ ۾ تمام گهٽ آهي. جيڪي اڳيئي ان ايراضيءَ ۾ لوڻ تي موجود آهن. ۽ ڊيم جي وزن سان موجوده صورتحال ۾ ڪا به تبديلي ڪانه ايندي".

مٿيون آخري جملو بنيادن جي ڪمزوريءَ کي لڪائڻ لاءِ لکيو ويو آهي. ڪالاباغ جو ذخيرو ١٠٠ چورس ميلن جو هوندو جنهن جي ڊيگهه ٥٠ ميل هوندي ۽ ان جي اونهائي ٢٠ کان ١٢٥ فوٽن تائين ڦرندڙ گهرندڙ هوندي. ڪنهن به لحاظ کان ان وزن کي تمام گهٽ نٿو چئي سگهجي. ڊاڪٽر ناصر گذدر ٥ مارچ ١٩٨٨ع واري "ڊان" ۾ لکيو هو ته " ڪالاباغ ۽ ذخيري واري علائقي سان لاڳاپيل ايراضين ۾ جوڙ جڪن جي ارضياتي نوعيت. زميني مٿاڇري تي توڙي زير زمين لوڻ، ڪاربونيٽس ۽ پين پاڻ ۾ ٻڌجڻ جوڳن جزن جي ڳرڻ ۽ تبديل ٿيڻ جو ڪارڻ بڻجندي. جڏهن لوڻ ڪنهن وڏي وزن جهڙوڪ ڊيم جي ڍانچي ۽ پاڻيءَ جي ذخيري

هيٺان دٻيل هوندو آهي تہ اهو وڏين چادرن جي شڪل ۾ مٿاڇري تي تري ايندو آهي. سالٽ رينج واري جوڙ جڪ جي اها خاصيت ڪثافت (Density) ڪي تبديل ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجندي. هلڪين چين مٿان ڳرين چين جي ترتيب ڦرندڙ گهرندڙ ۽ غير پائيدار هوندي آهي. تہ دار چيون لوڻ ۾ دٻجڻ شروع ٿينديون. ۽ لوڻ کي مٿي ڌڪي ڇڏينديون، جيڪو مٿين سطح تي اُٿلي پوندو. گهڻن سالن کان ايران ۾ پڻ اهڙو رد عمل ڏٺو پيو وڃي".

پي.ايم.ڊي سي. جي ماهرن جي حوالي سان واپڊا اهو ڪيس ٺاهيو آهي تہ گهاٽي جابلو لوڻ ۽ جپسم جي جيڪا ترتيب ڪالاباغ، مري انڊس ايريا ۾ ڏسجي ٿي، سا ڊيم لاءِ ڪو خطرو ڪونہ بڻبي. ڇو تہ اها هزارين ميٽرن جي اونهائي ۾ آهي. جڏهن تہ پاڪستان معدني ترقياتي ڪارپوريشن (P.M.D.C) جي ارضياتي ماهرن طرفان ڪالاباغ، مري انڊس ايريا ۾ لوڻ جي ورتاءُ بابت ڪيل تفصيلي اڀياسن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ لوڻ ڪيترن ئي ننڍن ۽ وڏن مڊانن ۾ ٻاهر نڪري آيو هو. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هن علائقي ۾ هر ڪمزور مٿاڇرو، چاهي اهو ڪيڏي بہ اونهائي تائين پکڙيل ڇو نہ هجي لوڻ کي مٿانهين ڏانهن وهي ٻاهر نڪرڻ جو رستو ڏئي ٿو".

"پاڻيءَ جو رٽيل وڏو ذخيرو، جيڪو سنڌو ۽ سون ندين جي مٿين ايراضين ۾ ڪيترن ئي ڪلوميٽرن تي پکڙيل هوندو، علائقي ۾ پاڻيءَ جو وڏو دٻاءُ پيدا ڪندو. پاڻيءَ جي ذخيري جو اهو زبردست دٻاءُ موسمي ڦير گهير سان علائقي ۾ "ذخيري جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل ارضياتي لرزش" جو ڪارڻ بڻبو. ساڳئي ئي نموني، جيئن تربيلا واري علائقي ۾ ڏٺو ويو آهي. "ڪالاباغ ڊيم وارو علائقو جنهن ۾ سوين ميٽرن جي پکيڙ وارا لوڻ جا ذخيرا آهن، وڌيڪ متحرڪ بڻبو، جنهن سببان ڊيم جي بنياد لاءِ مسئلا لاڳيتو پيدا ٿيندا رهندا ۽ علائقي ۾ موجوده ارضياتي توازن پڻ غير پائيدار بڻجي ويندو".

ماهرن جي ٻنهي گروپن ساڳي ڳالهہ ڪئي آهي. پر ان جو اظهار مختلف لفظن ۾ ڪيو آهي، جيڪو هي آهي تہ ڊيم جي بنيادن بابت نئين سر راءِ معلوم ڪرڻ جي ضرورت آهي، جيڪو ٦ ارب ڊالرن جي ڳري سيڙپ لاءِ مشڪوڪ آهي.

### سلوئسنگ

ٻيو اهم پاسو جنهن تي پاڻيءَ جي ذخيري جي جئاءُ جو دارو مدار هوندو، اهو "سلوئسنگ آپريشن" آهي. پاڻيءَ ۾ مٽيءَ جي مقدار بابت لڳايل ڪاٿي مان

ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪالاباغ ڪان مٿئين ڀرڪئچمينٽ جي علائقي ۾ درياءَ سان ايندڙ مٽيءَ جو ساليانو مقدار ٤٧٠ ملين شارٽ ٽن آهي. جيستائين ان علائقي ۾ تربيلا يا ٻاڻيءَ جا ٻيا ذخيرا دريائي مٽيءَ ٻتر کي روڪيندا رهندا، تہ ڪالاباغ ۾ پهچندڙ مٽي جملي مقدار کان گهٽ هوندي، جيڪو وزن ۾ مهل ساليانو ٧٠ ملين شارٽ ٽن آهي. جڏهن ڪالاباغ شروع ٿيندو تہ ٻوءِ تربيلا ذريعي وڌيڪ مٽيءَ ٻتر هيٺاهين ايندو ۽ نتيجي ۾ ٧٥ پائونڊ فوٽ جي کهاڻائي سان قدرتي حالتن ۾ مٽيءَ جو ساليانو مقدار ٢٨٧ء٠ ملين ايڪڙ فوٽ ٿيندو.

ڪالاباغ ڊئم جنهن جو ساليانو وهڪرو ٨٧ ملين ايڪڙ فوٽ ۽ پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش ٦ء١ ملين ايڪڙ فوٽ هوندي Burne's Curve موجب ان جي مٽي روڪڻ جي شروعاتي گنجائش ٨٠٪ هوندي. ماهرن موجب سنڌونديءَ تي پاڻيءَ جي ڪنهن بہ ذخيري لاءِ مٽيءَ گڏ ٿيڻ واري عمل کان مناسب بچاءَ ضروري آهي، جيئن اهو وڌيڪ مدي تائين جٽاءَ ڪري سگهي.

"چاس. ٽي مٿن" طرفان هن رٿا کي جيئن جوڙيو ويو هو، ان موجب ڊئم جي پاڻي گڏ ڪرڻ جي صلاحيت کي ڊگهي عرصي تائين برقرار رکڻ لاءِ، ان کي سلوئسنگ اسڪيم، طور هلائڻ لاءِ رٿيو ويو هو. جنهن موجب شروعاتي آبڪلاٽي مند جو گهڻو لڙائيل پاڻي، بنا روڪڻ جي ذخيري مان گذرڻ ڏنو ويندو. جنهن سان گذريل مدي ۾ مکيہ دريائي چئنل ۾ گڏ ٿيل مٽيءَ جي ڪنهن حد تائين صفائي ٿي ويندي. پر هن طريقہ ڪار لاءِ ڪنڪريٽ جي ڳري حفاظتي ڍانچي جي ضرورت پوندي، جنهن سان ڊئم جي پيڙهہ تي وڏو دٻاءَ پئجي ويندو". هيءَ عالمي بئنڪ جي ليفٽنڪ رپورٽ ١٩٦٧ مان ورتل ٽڪرو آهي. جيئن اڳتي ٿي ٻڌايو ويو آهي.. ڪالاباغ جي موجوده ڪنسلٽنٽس ڊئم کي وڌ کان وڌ ڪفايتي نموني هلائڻ لاءِ "هيٺين سطح جي سلوئسنگ" ۾ تبديلي آندي آهي ۽ تجويز ڪيو آهي تہ پاڻيءَ جي ذخيري جي سطح کي جون کان ٥٠ ڏينهن تان آر. ايل. ٨٢٥ واري هيٺين سطح تائين رکيو وڃي. ڊئم جي آپريشن جو اهو طريقو "وچين سطح جي سلوئسنگ" سڏبو آهي.

مٽي گڏ ٿيڻ وارو عمل، ڊئم جي نهايت ئي اهم پاسن مان هڪ آهي. جنهن تفصيلي اڀياس ٿيڻ گهرجي. سنڌونديءَ تي ڊئمن جي اڏاوت ۾ سڀ کان وڏي رنڊڪ پاڻيءَ جي ذخيري جي گهٽ زندگي آهي. تربيلا جي اڏاوت هڪ بنيادي ڍانچي طور ڪئي ويئي هئي ۽ عالمي بئنڪ جي اسٽڊي گروپ نهايت زورائتي نموني سفارش ڪئي هئي تہ اڳتي هلي تربيلا مان ٻيا ضمني ذخيرا تعمير ڪيا وڃن. پر

هاڻي انهن ڊيلي ذخيرن تان ڪالاباغ ڊئم جي حق ۾ هٽ ڪيو ويو آهي. اصل ۾ "چاس. ٽي. مٽن" جي ماهرن ڊئم جي جٽاء جو عرصو وڌائڻ لاء هيٺين سطح جي سلوئسنگ جي سفارش ڪئي هئي. ڪالاباغ مان مٽيء جي اخراج وارو اهو تصور اصل ۾ هيٺانهين اسوان ڊئم جي هلڻ واري طريقي مان ورتو ويو هو. جتي ٻوڏ جي پاڻيء کي خارج ٿيڻ ڏنو ويندو آهي ۽ ذخيري ۾ ٻوڏ واري مُند کان پوء پاڻي گڏ ڪيو ويندو آهي. جڏهن سموري مٽي ڊئم مان گذري ويندي آهي. اهو تصور ان ڳالهه تي ٻڌل هو ته دريائي پاڻيء جي موجوده سطح کان پاڻي جي ليول کي نه وڌايو وڃي. جيڪا آر. ايل ٧٠٠ تي آهي.

ڪالاباغ لاء موجوده "وچين سطح جي سلوئسنگ" واري سفارش سان ڊئم جي وڌيڪ عرصو جٽاء ڪرڻ جي امڪان جي ڏس ۾ ماهرن وچ ۾ اختلاف راء آهي. جنهن تحت ذخيري جي گهٽ ۾ گهٽ سطح کي آر. ايل 825 تائين اوچو رکيو ويندو جيڪا گهٽ ۾ گهٽ پاڻيء جي سطح کان ١٢٥ فوٽ مٿي آهي. حقيقت ۾ ان ڊئم کي سلوئسنگ ڊئم سڏڻ ان ناليءَ جو غلط استعمال ٿيندو. ماهرن جي سمجهاڻي موجب تربيلا ڊئم کي سلوئسنگ ڊئم سڏي سگهجي ٿو جنهن جي ذخيري جي سطح آر. ايل ١٥٥٠ کان گهٽائي ١٣٠٠ ڪئي ويئي آهي. ۽ ان کي مٽيء جون تائين آر. ايل ١٣٠٠ جي لڳ ڀڳ رکيو ويندو آهي. درياء طرفان آندل مٽيء گپ جي وڏي مقدار سببان تربيلا جي ذخيري جي گنجائش گهٽ ٿيندي وڃي ۽ ان ۾ ساليانه هڪ ڪلوميٽر کان به وڌيڪ جي حساب سان ڊيلٽا اسري رهيو آهي (نيو سائنٽسٽ ٢٦ جنوري ١٩٩٢ع) تازي ڪيل سروي مان ظاهر ٿئي ٿو ته ڊيلٽا جو مرڪز ڊئم کان مٿئين پر ساڍا اٺ ميلن تائين پهچي ويو آهي ۽ سنهي مٽي ۽ واريء جا ڍير ١٦ سالن جي مدي ۾ ١١٦٦ جي ليول تائين پهچي ويا آهن. جيڪي ڊئم جي سرنگهه ٣ ۽ ٤ جي پاڻي ڪڍڻ واري ليول کان به ٦ فوٽ مٿي آهن. اندازن موجب وڌ ۾ وڌ ١٥ کان ٢٠ سالن اندر مٽيء جا ڍير ڊئم تائين پهچي ويندا.

"پاڪستان انجنيئرنگ ڪانگريس" جي پيپر نمبر ٥٣٤ موجب جيڪو ڊاڪٽر اظهار الحق پڙهيو هو. وارسڪ ڊئم جو ڊگهو ذخيرو چالو ٿيڻ جي پنجن سالن اندر مٽيء سان ڀرجي ويو. اُن ۾ واپڊا ١٩٧٦ع کان وٺي پاڻيء جي تيز وهڪري ذريعي ذخيري جي صفائي جو سلسلو شروع ڪيو آهي. جيڪو پاڻيء جي ساليانې وڏي وهڪري جي آخري ڏينهن ۾ ڪيو ويندو آهي. جڏهن يونٽن مان پاڻيء جي لنگهه کي روڪيو ويندو آهي. ذخيري جي اها صفائي هاڻي هر سال ٿيندي آهي پر ان جو اثر محدود آهي ۽ گهڻو جٽادار ڪونهي.

ساڳي ريت، سلوئسنگ جي لحاظ کان سنڌو درياءَ تي ٻڌراجن وارو اسانجو تجربو بہ ساڳيو ئي وارسڪ جهڙو آهي. اهو ڄاڻايو ڪونهي، جيئن ٽيڪ برڏيهي ماهر ڊاڪٽر ائنسٽين ۽ ڊاڪٽر سائمنز. سلوئسنگ جي ان طريقي سان متفق آهن پر اسان جو سنڌوءَ تي ٻڌراجن ۽ وارسڪ ڊئم وارو تجربو برڏيهي ماهرن جي خيالن جي ابتڙ آهي. اسان جي پنهنجي تجربي جي پيش نظر اهو يقين ڪرڻ ڏکيو آهي تہ سلوئسنگ واري رٿيل طريقي سان ذخيري جي ڄمار جو مدو وڌي ويندو. سمجهيو ٿو وڃي تہ مٽيءَ جي گڏ ٿيڻ واري اٽڪل ٨٠ سيڪڙو ٽريپ ايفيشينسي سان ذخيرو ٣٠ کان ٤٠ سالن تائين ڄمار ڪري سگهندو. جڏهن ڊيلٽا ڊئم جي سطح تائين پهچي ويندو تہ مٽي گڏ ٿيڻ وارو عمل بہ ذري گهٽ برابر ٿي ويندو. جنهن بعد ان جي معمولي گنجائش ڊئم کان ٿورو مٿي باقي رهندو. دائيدار مٽيءَ جي وڌيڪ گڏ ٿيڻ جو امڪان گهٽ ٿي ويندو ۽ اها درياءَ ۾ ڪنهن هنڌ تي مرڪز ٺائيندي، جنهن کان ان جو اڳتي وڌڻ گهٽ هوندو (جان اي ڊرسڪو تربيلا بابت) جنهن بعد ڊيلٽا مٿين پر وڌندو ۽ نتيجي ۾ نوشهري کان بہ اڳتي وڌي ويندو. جو تہ اٽڪ واري ماٿري ان جو مرڪز بڻيل هوندي جنهن کان مٿي سلوئسنگ اثرائتي ڪانہ رهندي.

ان کان علاوہ ڪالاباغ ڊئم بابت صلاحڪار ڊاڪٽر سائمنز، وچٿري سلوئسنگ واري طريقي جي پرک لاءِ هڪ طبعي ماڊل جي پرک ڪرڻ جي سفارش ڪئي هئي پر بدقسمتيءَ سان ان ڏس ۾ ڪابہ پيشرفت ڪانہ ٿي آهي. جنهنڪري ڊئم "وچين سطح واري سلوئسنگ" جو شڪار ٿي سگهي ٿو. افسوس جيڪڏهن وچين سطح واري سلوئسنگ" ڪم نہ ڏيکاريو ۽ ذخيري جي ڄمار جو عرصو ٣٠ کن سالن تائين گهٽجي ويو تہ اهو پاڪستان لاءِ ڪيڏو نہ وڏو الميو هوندو. ٻئي طرف ڊيلٽا نوشهري کان بہ اڳتي وڌي ويندو ۽ ٻئڪ واٽر جو ذخيرو پنهنجي سطح کان وڌي ويندو، جيئن چين ۾ درياءَ زرد وارو مثال اسان جي اڳيان آهي.

## وڏن ڊئمن واري خام خيالي

آخر ۾ اهو مناسب ٿيندو تہ وڏن ڊئمن واري خام خياليءَ تي روشني وجهجي، وڏن ڊئمن بابت اهو خيال عام آهي تہ اهي پاڻيءَ جي بهتر انتظام ۽ زراعت لاءِ مددگار ٿين ٿا. ۽ انهن مان وڏا اقتصادي ۽ سماجي فائدا ٿين ٿا. جو تہ اهي هاڃيڪار ٻوڏن کي روڪين ٿا ۽ آبپاشيءَ لاءِ پاڻي مهيا ڪري ٻک سان ويڙهہ ۾ مدد ڏين ٿا. انهن خيالن مان جيڪا ڳالهہ واضح ٿي ٿئي سا اها آهي تہ وڏا ڊئم پڻ پنهنجي پويان ثقافتي ۽ اقتصادي بربادي، ماحولياتي تباهي ۽ سياسي اختلافن جو

ورثو ڇڏين ٿا. ڊئم جو ڪوبہ فائدو انهن نقصانن جو مقابلو نٿو ڪري سگهي.

ماڻهن جي آبادڪاريءَ جو مسئلو تمام وڏو ۽ منجهائيندڙ آهي. وولٽا ڊئم سان ٧٨ هزار ماڻهو بي گهر ٿيا. ڪالاباغ ڊئم جي صورت ۾ ٨٢ هزار ماڻهو ۽ متانهين اسوان ڊئم سان جنهن جي گنجائش ڪالاباغ کان ٢٠ ڀيرا وڌيڪ آهي، هڪ لک ويهہ هزار ماڻهو بي گهر ٿيا. عام طور تي انهن ماڻهن جي پيهر آبادڪاري اندرون ملڪ زمين تي ۽ اڻپورو معاوضو ڏيئي ڪئي ويندي آهي. ان کان علاوه بي گهر ٿيل ماڻهن جي سندن وڏڙن جي ڌرتيءَ سان جذباتي ۽ روحاني وابستگيءَ سبب سماجي ۽ ثقافتي بربادي‌ءَ جا ڏورس اثر ٿيندا آهن. خاص طور تي قبائلي سماجن ۾ اهو وڌيڪ درست آهي. اهي قدر جيڪي مغربي دنيا لاءِ ڌاريا آهن، مشرقي ڪلچر لاءِ بنيادي حيثيت رکن ٿا. نئين سر آبادڪاريءَ جي صورت ۾ سماجي ۽ ثقافتي ويڇن سبب نسلي ۽ لساني مسئلا پيدا ٿين ٿا ۽ بي گهر ٿيل ماڻهن کي سدائين "تڙيل" ماڻهو سڏيو ويندو آهي.

وڏن ڊئمن جو معيشت تي پيو مکيہ اثر سم ۽ ڪلر سببان قيمتي زمين جي تباهي ۽ ان جو پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ، زمين جي زرخيزيءَ لاءِ گهربل مٽيءَ جو زيان ۽ سيپي کان وڌيڪ اهم پاڻيءَ جو زيان آهي. جيڪو تيز هوائن، سيمي وغيره جي ڪري وڏي ذخيري مان ضايع ٿيندو آهي، جنهن جو مقصد پاڻيءَ کي اڪٺي لاءِ بچائڻ هوندو آهي.

رڪارڊ نہ ٿيل وهڪرن کي روڪيو ويندو آهي، اهڙي ريت درياءَ جا هيٺانهان علائقا پاڻيءَ تي صديون پراڻو هن وڃائي ويهندا آهن جن کي صدين کان اهو حق حاصل هو. ان سان سسٽم ۾ عدم توازن پيدا ٿئي ٿو ۽ پاڻيءَ جي زيان ۾ واڌارو ٿئي ٿو. اهي حالتون گڏجي زمين ۽ دريائي سرشتي جي ماحوليات، زراعت ۽ ٻيلن کي وڏو نقصان رسائين ٿيون.

ورلڊ واچ (اپريل ١٩٨٩ع) لنڊن ڇاڻايو آهي تہ متانهون اسوان ڊئم، ساليانو ١ءِ٨ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ٻاڦ جي شڪل ۾ ضايع ڪري ٿو. پاڪستان ۾ منگلا جي اڏاوت کانپوءِ (١٩٦٧ کان ٧٧-١٩٧٦ع) پاڻيءَ جو زيان ٩٢ءِ٦ ملين ايڪڙ فوٽ هو، جيڪو تربيلا جي اڏاوت کانپوءِ (٧٨-١٩٧٧ کان ٨٩-١٩٨٨ع تائين) وڌي ٣٤ءِ١٥ ملين ايڪڙ فوٽ تي وڃي پهتو. افسوس! ڊئم مان ان پاڻيءَ جو زيان ٿئي ٿو، جنهن کي بچائڻ لاءِ ان جي اڏاوت ڪئي وڃي ٿي. اندازن موجب ڪالاباغ ڊئم ٨٨ءِ٥ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جو زيان ڪندو. اسان ان ڏس ۾ جيڪڏهن گهٽ ۾ گهٽ ڪاٿو لڳايون تہ بہ پاڻيءَ جو اضافي زيان ٣ ملين ايڪڙ

فوٽ جي لڳ ڀڳ ٿيندو. اهو تخمينو مقامي توڙي بين الاقوامي ماهرن جي اندازن سان ٺهڪندڙ آهي. جيڪو درياءَ جي هيٺين علائقن کي ٿيندڙ جملي نقصان ۾ شامل ٿي ويندو. تنهنڪري هاڻي وقت آهي تہ اسان متبادل ٻين طريقن تي سوچيون. جيڪي هتي بحث هيٺ آڻجن ٿا.

مبادل ٽيڪنيڪي رٿون

١٩٦٠ع واري معاهدي ۾ مجيل سيٽلمنٽ پلان کي قبول ڪيو ويو.

(الف) ذيلي ذخيرن کي ترقي وٺرائڻ.

(ب) منگلا ڊئم ۽ تربيلا ڊئم جي گنجائش وڌائڻ.

ذيلي ذخيرا

ڊاڪٽر ليفٽنڪ جي سربراهي هيٺ گروپ هڪ "اسپيشل اسٽڊي گروپ" جوڙيو جنهن ۾ سمورا ناميارا بين الاقوامي ڪنسلٽنٽ گروپ شامل هئا. جنهنجو مقصد پاڪستان جي پاڻي ۽ بجلي جي وسيلن خاص طور تي تربيلا ۽ سنڌونديءَ تي ان جي متبادل وسيلن جو ڪوڙهو اپياس ڪرڻ هو. بئنڪ گروپ تربيلا تي سندس پهرين رپورٽ فبروري ١٩٦٥ع ۾ مڪمل ڪئي. جنهن ۾ تربيلا کي ٽيڪنيڪي طور تي قابل عمل قرار ڏنو ويو. جنهن جي ذخيري جي گنجائش ١عر١١ ملين ايڪڙ فوٽ هئي. ٻين متبادل هنڌن جهڙوڪ اٽڪ ۽ ڪالاباغ بابت چيو ويو تہ اُتي قيمتي زمين جا وڏا حصا ۽ اهم شهر پاڻيءَ هيٺ ٻڏي ويندا. تربيلا کي قبول ڪندي چيو ويو تہ ان جي ذخيري جي زندگي مٽيءَ جي گڏ ٿيڻ سبب نسبتا مختصر (اٽڪل ٥٣ سال) هوندي. پر پرپاسي جي وادين ۾ ذيلي ذخيرن جي ترقي فني طور تي قابل عمل ۽ ڪهٽي پرڪشش آهي. جنهن سان ذخيري جي گنجائش گهٽجڻ جو ازالو ٿي سگهندو.

هنن رٿائن ۾ هاڙو درياءَ تي گهڙيالاوٽ ۽ سون نديءَ تي ڊوڪ پٺاڻ وٽ ذخيرن جي اڏاوت رٿي ويئي. جنهن مان ترتيبوار ٢عر٨ ملين ايڪڙ فوٽ. ۽ ١٢ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ٿي سگهي ها. اُتي بجليءَ جي اُپت پڻ ممڪن هئي. فقط ڊوڪ پٺاڻ واري سائٽ تي ١٦٠٠ ميگاواٽ بجلي پيدا ڪرڻ جي گنجائش هُئي.

ڪالاباغ ڊئم واري فني يادداشتنامي ٥٠ ۾ تربيلا ذخيري جي گنجائش ۾ گهٽتائي ڏيکاريندي اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ ذخيري ۾ مٽيءَ جي گڏ ٿيڻ جو عمل ذري گهٽ سنوت واري حالت ۾ اچي ويندو. سال ٢٠٧٥ ۾ ان جي باقي بچيل گنجائش ٤ ملين ايڪڙ فوٽ هوندي ۽ مٽيءَ جي گڏ ٿيڻ واري اهليت ڏلهي ليڪ ٦٠ سيڪڙو تائين

گھٽجي ويندي. جيئن تہ ڏيلي ذخيرا تربيلا کان پاڻي حاصل ڪندا تنھنڪري عملي طور تي اهي تمام گھڻي عرصي لاءِ ڪارائتا هوندا. (مسٽر بي. اي. ملڪ انجنيئرنگ نيوز جون ١٩٦٣) ۾. بي بي ٤٩ واپڊا موجب ”پاڪستان ۾ درياهي رخ تبديل ڪرڻ وارو هڪ ڍانچو هجي. جيڪو سنڌونديءَ جي پاڻيءَ جو هارو ۽ سون ندين جي ماترين ۾ نون ڏيلي ذخيرن ڏانهن موڙڻ کي قابل عمل بڻائي جنهن سان جملي ٥عـ٣٠ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪري سگھبو ۽ چار هزار ميگاواٽ بجلي، جي اپت ٿي سگھندي“.

ساڳي ريت منگلا واري معاملي ۾ مسٽر ايس. ايس. ڪرماني روهتاس (٨عـ٣ ملين ايڪڙ فوٽ) ۽ ڪانشي (٩عـ٣ ملين ايڪڙ فوٽ) ڏيلي ذخيرن لاءِ مناسب هنڌن طور تجويز ڪيا هئا. جن کي منگلا ۽ ڪمالپور ڊئمن مان ڀري سگھبو. البت ماهرن منگلا کي ترجيح ڏني ۽ آءِ.بي.پي. ورڪس جي هڪ حصي طور ان جي اڏاوت ڪئي. ڏيلي ذخيرن جا اهي امڪان گھٽ ڪونهن ۽ وچترن ذخيرن (ہـ کان ٽي ملين ايڪڙ فوٽ) لاءِ انهن بابت کوجنا ٿي سگھي ٿي. ان مان چٽي طرح ظاهر ٿئي ٿو تہ عالمي بئنڪ کي سنڌو جي ذخيرن جي گھٽ جٽادار هجڻ بابت چڱي ريت ڄاڻ هئي ۽ اُن ڏيلي ذخيرن کي انهن جو مناسب متبادل تصور ڪيو ٿي. بدقسمتيءَ سان هاڻي ڪالاباغ کي اوليت ڏني ويئي آهي. جڏهن تہ ڏيلي ذخيرن واري رٿا کي مڪمل طور تي نظر انداز ڪيو ويو آهي.

**ڊئمن جي گنجائش وڌائڻ**

**”انجنيئرنگ نيوز جون ١٩٦٣ع“ موجب تربيلا کي 12.1 ملين ايڪڙ فوٽ ذخيري جي گنجائش تائين وڌائي سگھجي ٿو. بعد ۾ بئنڪ جي اسٽڊي گروپ، سيٽلمنٽ پلان ۾ ڊئم جي اصل گنجائش ٦عـ٦ ملين ايڪڙ فوٽ تي ١عـ١١ ملين ايڪڙ فوٽ جي گنجائش کي ترجيح ڏني. جڏهن تہ ان ۾ وڌيڪ اضافي کي آئنده جي نسلن جي مرضيءَ تي ڇڏي ڏنو. پر ان رٿا کي پهتل مختلف ڊچڪن سبب هاڻي اهو گھٽ خرچ ڪم ڪونهي.**

**جيستائين منگلا جو واسطو آهي تہ نومبر ١٩٦٧ع ۾ مسٽر ڪرماني چيو ٿو تہ ”جڏهن مستقبل ۾ منگلا کي (چاليهہ فوٽ) وڌايو ويو تہ اهو اضافي ٧عـ٣ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪندو. روهتاس وٽ اٺ ملين ايڪڙ فوٽ جو ڏيلي ذخيرو مستقبل ۾ منگلا ۾ مٽي گڏ ٿيڻ ڪري گنجائش گھٽجڻ سبب ان جي متبادل طور استعمال ٿي سگھندو. انهن امڪانن جي پيش نظر منگلا واري ذخيري جي ڪيترين ئي صدين تائين موجود رهڻ جي خاطري ٿئي ٿي“.**

عالمي بئنڪ جي ڊاڪٽر ليفٽينيڪ مشن ياران ١٩٦٧ ۾ مٿاڇري وارن ذخيرن جي ترقي لاءِ هيٺين ريت، امڪاني منصوبي جي تجويز ڏني ويئي، جيئن گهرجن جو پورائو ٿي سگهي.

| پراجيڪٽ | سال | ذخيرو (ملين ايڪڙ فوٽ). |
|---|---|---|
| ١- منگلا | ١٩٦٨ | ٢٢ءِ٥ |
| ٢- چشما | ١٩٧٢ | ٥١ءِ٠ |
| ٣- تربيلا | ١٩٧٥ | ٦ءِ٨ |
| ٤- سيوهڻ / منڇر | ١٩٨٢ | ٨ءِ١ |
| ٥- وڌايل منگلا | ١٩٨٦ | ٦ءِ٣ |

مٿئين جدول مان ڄاڻ ٿي پوي ته وڌايل منگلا کي هاڻي ان پوزيشن ۾ هئڻ گهرجي، جو ته ان ۾ واڌاري جي اندروني سهوليت موجود آهي.

اهي سمورا امڪان موجود آهن تنهنڪري ڪالاباغ کي غير ضروري اوليت ڏيندي، انهن کي رد نه ڪرڻ گهرجي.

### پاڻي کي محفوظ ڪرڻ

ٽيوب ويلن جي لڳائڻ ڪانپوءِ هاڻي پاڻيءَ جي حصول جو هي طريقو پڻ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

مستقبل ۾ پاڻي کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ جي وڏي پروگرام تي عمل ڪيو وڃي، جنهن ۾ واٽر ڪورسن کي سڌارڻ ۽ واٽر ڪورسن ۽ آبپاشيءَ جي ننڍن واهن کي پڪو ڪيو وڃي، هڪ اندازي موجب زمين ۾ مٺي پاڻيءَ واري علائقي ۾ پاڻيءَ جي عام سطح کي گهٽ ٿيڻ ڏجي ته پنج ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ کي غير ضروري طور ڀاڄ ٿيڻ کان بچائي سگهجي ٿو.

ڪئنال سسٽم جنهن ۾ مٿن ڪئنال، شاخون، ڊسٽريبيوٽريون ۽ مائنراڇي وڃن ٿا. تنهن مان لڳايل ڪاٿن موجب ٢٥ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ضايع ٿئي ٿو. (IV-5.1) جنهن جو وڏو حصو زير زمين پاڻيءَ ۾ شامل ٿئي ٿو. ڪاري پاڻي وارن علائقن ۾ واهن کي پڪو ڪري اٽڪل اٺ کان نو ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي بچائي سگهجي ٿو.

واٽر ڪورس جي سطح تي پاڻي کي محفوظ رکڻ وارو پروگرام آر اي بي

(روائزڊ ايڪشن پروگرام) تحت شروع ڪيو ويو وڃي. هن پروگرام جي لڳايل تخمين موجب ١٦ کان ١٨ سيڪڙو پاڻيءَ جي سپلاءِ ۾ واڌ ٿيندي. جيڪڏهن سسٽم جي سموري واٽر ڪورسن تي غور ڪجي ته ١٥ ملين ايڪڙ فوٽ تائين پاڻي بچائي سگهجي ٿو. (IV - 6.2).

دريائي Reaches ڪي زميني پاڻي جي ذخيري طور ترقي ڏيئي زمين پاڻيءَ جي سطح وڌائي سگهجي ٿي. ٽيوب ويلن ذريعي زمين مان پاڻي حاصل ڪري ربيع جي فصل لاءِ پاڻيءَ جي مقدار ڪي وڌائي سگهجي ٿو. RAP ۾ تخمينو لڳايو ويو آهي ته صافي ١٢ ملين ايڪڙ فوٽن جي امڪاني گنجائش کي ترقي وٺرائي سگهجي ٿي. اها متاڃري واري ذخيري جي متبادل هوندي. (IV.4.9) ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته جيڪڏهن پاڻيءَ کي محفوظ ڪرڻ جي ڏس ۾ پوري جفاڪشي سان ڪم ڪيو وڃي ته تمام وڏي گنجائش موجود آهي.

**بچائي**

متبادل ٽيڪنيڪي رٿن بابت مٿين بحث مان ظاهر ٿئي ٿو ته پرڏيهي ماهرن طرفان مستقبل جي امڪانن طور رٿيل ذيلي ذخيرن، موجوده ڊئمن جي گنجائش وڌائڻ، ۽ پاڻيءَ جي بچت ذريعي موجوده ڊئمن ۾ مٽيءَ گڏ ٿيڻ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ مسئلن کي منهن ڏيئي سگهبو ۽ موجوده ذخيرن جي گهٽجندڙ گنجائش جي مسئلي کي حل ڪري سگهبو.

جيستائين بجليءَ جي اُپت جو معاملو آهي ته چيو وڃي ٿو ته جيتوڻيڪ ڪالاباغ (پهرئين مرحلي) جي اڏاوت جيَ ستين سال ۾ گنجائش ٢۴٠٠ ميگاواٽ هوندي، پر لوڊشيڊنگ جي خاتمي جي ڏس ۾ مئي ۽ جون جي مهينن ۾ سندس حقيقي گنجائش محض ١٠۴٠ ميگاواٽ هوندي. سن ٢٠٠٠ع ۾ بجليءَ جي رٿيل ضرورت ١٦٣٠٠٠ ميگاواٽ هوندي جڏهن ته ڪالاباغ واري اُپت ان جو محض ۴عر٦ سيڪڙو هوندي. هاڻي واپڊا تاجڪستان سان پاڪستان کي ٣٦٠٠ ميگاواٽ بجلي "رنگوسنستحڪايا" هائيڊل پاور پراجيڪٽ مان گهرائڻ جو ٺاهه ڪري چڪي آهي. جنهن جو پهريون مرحلو سال ١٩٩٧ع ۾ مڪمل ٿيڻو هو. جنهن کان سواءِ واپڊا جي ڪنسلٽنٽس ميسرس ميڪوسيڊا درياءَ سان اهڙا ڪيترائي هنڌ ڳولها آهن، جن کي ترقي وٺرائي سگهجي ٿي. جن جي گنجائش ١٧٠٠٠ ميگاواٽ تائين آهي.

مٿي ڄاڻايل ڳالهين جي پيش نظر اسان کي سنجيدگيءَ سان ان وقت بابت سوچڻ گهرجي. جڏهن اسان پاڻيءَ جو وڌ کان وڌ بهتر استعمال ڪنداسين، جيڪو

ڏورانهين مستقبل ۾ نہ هجي پر يا ٽن منصوبن جي مدي اندر هئڻ گهرجي، تنهنڪري اسان کي نون ذخيرن جي اڏاوت بدران موجوده سهوليتن جي بهترين استعمال سان گڏوگڏ پاڻي کي محفوظ ڪرڻ بابت سوچڻ گهرجي.

تنهنڪري نئين ڊيم لاءِ موجوده سرگرمي خطرناڪ نتيجن سان ڀرپور آهي، جن بابت ڊئم لاءِ پروپيگنڊا ڪندڙ ماڻهن کي ڪابہ ڄاڻ ڪانهي، جن پنهنجو پاڻ کي اهو مجرائي ورتو آهي تہ اهو خوشحالي ۽ ترقيءَ جي جنت ڏانهن وڃڻ جو واحد رستو آهي. درياءَ جي هيٺانهين پاسي جو آواز صحرا جي صدا وانگر گم ٿي ويو آهي.

نئين ڊيم جي اڏاوت واري تجويز کي پاڪستان جي وسيع تر مفاد کي اڳ رکندي رد ڪري ڇڏڻ گهرجي. سيلابي وهڪرن سميت پاڻيءَ جي صوبائي ڪوٽا کي ڪئنالن جي ري ماڊلنگ ذريعي سولائي سان استعمال ۾ آڻي سگهجي ٿو. جنهن تي خرچ پڻ گهٽ ٿيندو ۽ پاڻيءَ کي محفوظ رکڻ جي طريقن سان ۽ پاڻيءَ جي ذيلي ذخيرن کي ترقي ولرائي ڊئمن ۾ مٽي گڏ ٿيڻ واري مسئلي کي منهن ڏيئي سگهجي ٿو. جنهن سان اجائي سياسي بحث ڪان بہ بچي سگهبو. خدا پاڪستان کي پنهنجي امان ۾ رکي.

(ليڪ اڳوڻو جنرل مينيجر واپڊا ۽ "ارسا" جو اڳوڻو چيئرمين آهي ۽ هيءُ مضمون 1992ع ۾ PASSP جي سيمينار ۾ پڙهيائين).

(ترجمو: شڪور نظامائي).

ابرار قاضي

# ڪالاباغ ڊيم ۽ سنڌ ڪيس

## جڏهن سنڌونديءَ کي زنجير وڌا ويا

شاندار سنڌونديءَ جو آغاز سمنڊ جي سطح کان ١٦٠٠٠ فوٽ (٥١٨٣ ميٽر) مٿي تبت ۾ ڪيلاش پربت جي اترين لاهي جي گليشئرن ۾ ٿئي ٿو. "ٽرڪل" (ٽمڻ) طور آغاز ڪندي اها برسات جو پاڻي ۽ ٣٦٠٠٠٠ چورس ميل (٩٤٠٠٠٠ چورس ڪلوميٽر) واري ڪيچمينٽ ايريا (جتي برسات جو پاڻي گڏ ڪيو ويندو آهي) مان برف جو پاڻي گڏ ڪندي دنيا جي سيني کان وڏين ندين مان هڪ نديءَ آهي جيڪا ڪولوراڊو ندي کان ڏهه ڀيرا وڌيڪ ۽ نيل ندي کان ٻه ڀيرا وڏي آهي.

٢ هزار ميل (٣ هزار ڪلوميٽر) واري پنهنجي ڊگهي سفر ۾ سنڌونديءَ ڏهن مکيه ندين ڪابل، سوات، ڪوهاٽ، هرو ۽ سٺان (سرحد)، جهلم، راوي، ستلج ۽ بياس (پنجاب) ذريعي سگهه حاصل ڪري ٿي. ندي جيڪا ٻوڏ واري مند ۾ ڏهن لکن ڪيوسڪ (ڪيوبڪ فوٽ في سيڪنڊ) کان ٻه وڌيڪ هوندي آهي پوءِ سنڌ جي ٤ سو (٦ سو ڪلوميٽرن) جي ميدانن مان گذري عربي سمنڊ جي کاري پاڻي کي نيڪال ڪري ٿي.

سنڌونديءَ ۽ ان جي ٽريبوٽريز جو پاڻي پنجاب ۽ سنڌ جي ميدانن کي سيراب ڪري ٿو. هر سال چار سؤ ملين ٽن لٽ آڻي ٿي جنهن ميدانن کي سرسبز بڻايو آهي ته ٻئي طرف پنهنجي رستي ۾ خوبصورتي واري زندگي ۽ ڊيلٽا جي چوڙ واري علائقي جي مدد ڪئي آهي. سڄي پنجاب ۽ سنڌ ۾ پکڙيل انساني آبادي سنڌونديءَ جي ان احسان جي تصديق ڪري ٿي.

چيو وڃي ٿو ته جراسڪ دور (١٦٠ ملين سال اڳ) سنڌ جو وجود اڳ موجوده ملتان تائين هو ۽ ان سمنڊ ۾ نيڪال ڪندي هئي جنهن کي ٽيٿيس (Tethyes) سمنڊ سڏيو وڃي ٿو. سنڌوندي روزانو ملين ٽن لٽ کڻي ٿي ۽ هر سال سمنڊ مان اٽڪل زمين جي ٦٠ فوٽ جي دعويٰ ڪري ٿي. ميسوزوئڪ ۽ سينوزوئڪ دور کان وٺي جيئن ئي لٽ ڪري سنڌو جو پيٽ وڌيو ۽ ندي پنهنجي رخ کي بدلائڻ شروع ڪيو جيڪو گهٽ ۾ گهٽ لکيل تاريخ ۾ ست ڀيرا ٻڌايو ويو آهي سڄي سنڌ تي سمنڊ جي دعويٰ هئي. شايد ان ٿيوري جو وڌيڪ ويجهڙائيءَ سان جائزو وٺڻ

جي ضرورت آهي پر رڻ ڪڇ بيابان جي وچ ۾ مٽي جي ڍڳن جي موجودگي جتي سنڌونديءَ جو پاڻي سمنڊ ۾ نيڪال ٿيندو هو ۽ اها حقيقت ته سنڌ ۾ زمين هيٺ پاڻي ايترو ئي کارو آهي جيترو سمنڊ جو پاڻي جڏهن ته سڄي سرحد ۽ پنجاب جي وسيع علائقي ۾ پاڻي مٺو آهي. سا حقيقت ان مفروضي کي سچو ثابت ڪري ٿي. سرحد ۽ پنجاب مان گذرندي سنڌو جا ٽريبوٽريز سنڌ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ صوبن جي ڊيگهه ۽ وسعت مان گذرن ٿا. پر سنڌ مان گذرندي ادبي پولي ۾ ان کي ٻه اڌ ڪندي عظيم ندي وڏي مقدار ۾ پاڻي ڪٺي داخل ٿئي ٿي جيڪو ٦ سو ملين (هڪ هزار ڪلوميٽر) واري زمين کي سيراب ڪري ٿو ۽ سراسري طور ۵ ميل (۸ ڪلوميٽر) سيراب ڪري پوءِ عربي سمنڊ ۾ وهي ٿو.

زمين جو اهو ٽڪرو جيڪو ڪل ۹ءِ ۱ ملين ايڪڙ (۷٦۰۰۰۰ هيڪٽر آهي) ۽ جنهن کي سنڌ ۾ ڪچو سڏيو وڃي ٿو روراڻ پيلن جي ۵۹۸۸۰۰ ايڪڙ (۲۴۰۰۰۰ هيڪٽر) سر سبز ۱۰۰۰۰۰ ايڪڙ (۴۰۰۰۰ هيڪٽر) آباد ڪري ٿو.

اجان ٻه هيٺ ويندي سموري ڊيلٽا علائقي کي سيراب ڪندي سنڌو ٦۵۰۰۰۰ ايڪڙ (٢٦۰۰۰۰ هيڪٽر) گهري تمر ٻيلي کي جنم ڏنو آهي جيڪو دنيا ۾ ڇهين نمبر تي آهي جتي رنگا رنگي ساموندي جيوت ۽ نباتاتي زندگي روان دوان آهي.

سنڌونديءَ ۽ ان جي ٽريبوٽريز جي پاڻي واري مقدار جو وهڪرو مختلف وقتن ۾ مختلف رهي ٿو ان جو دارومدار برف جي مقدار ۽ ڪيچمنٽ ايريا ۾ برسات جي پاڻي تي آهي.

سال ۷۴-۷۵ع ۾ رڪارڊ ڪيل مقدار ۱۰۰ ايم اي ايف جو گهٽ ۾ گهٽ آهي جيڪو ۱۴۰۰۰۰ ڪيوسڪ نمائندگي ڪري ٿو اهو مقدار سڄو سال وهندو رهي ٿو جڏهن ته سال ۵۹-٦۰ع ۾ ۱۸٦ ايم اي ايف کان ٻه وڌيڪ مقدار رڪارڊ ڪيو ويو هو.

انگريزن طرفان سنڌ جي فتح (۱۸۴۳ع) ۽ پنجاب جي فتح (۱۸۴۷ع) کان وٺي پنجاب جي ميدانن کي آباد ڪرڻ لاءِ سنڌونديءَ جي پاڻيءَ کي ڪتب آڻڻ لاءِ لڳاتار ڪوششون شروع ٿي ويون. هن وقت تائين ۲ ڊئم، ۱۹ بئراج، ۴۲ ڪئنال سب سسٽم جنهن ۾ ۱۱ مکيه لنڪ ڪئنال شامل آهن سنڌونديءَ تي تعمير ڪيا ويا آهن ۽ ان جي ٽريبوٽريز دنيا جي سڀ کان وڏي انسان جي ٺهيل ايريگيشن نيٽ ورڪ کي پيدا ڪيو آهي جيڪو ڪئنال، ڊسٽريبوٽريز ۽ مائنر جي ۴۰ هزار ميل (٦۴ هزار ڪلوميٽر) تي مشتمل آهي.

اهو وسيع آبپاشي وارو نظام ٥ء ٢٤ ملين ايڪڙ زمين کي آباد ڪري ٿو جنهن مان ٥ء ٢٩ ميلن ايڪڙن (١١٧ ملين هيڪٽر ٨٨-٨٩ع ڊيٽا) ڪئنال ذريعي آبادي ٿئي ٿي جنهن لاءِ ١٠٥٠٠٠ واٽر ڪورسز استعمال ڪيا وڃن ٿا. يوڪ لائق وسيع زمين ٣٠ لک انفرادي فارمن ۾ ڪڙيل آهي ۽ هر سال انڊس رور سسٽم مان ١٠٥ ايم اي ايف پاڻي ڪيٽ ڪري ٿي.

## شاهي ندي کي زنجير

انگريزن جي دور کان اڳ انڊس بيسن ۾ آبپاشي جو دارو مدار ڪئنال تي هو مثال طور اپر سنڌ ۾ نارا ڪئنال ۽ حيدرآباد ۾ ڦليلي ۽ پينجاري ڪئنال. شايد بهرين انساني ٺاهيل ڪئنال جو بنياد علي مردان خان رکيو هو جنهن جو بنيادي مقصد راوي کان شاليمار گارڊن تائين پاڻي آڻڻ هو پر پوءِ ان پاڻي کي لاهور جي چوڌاري زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويو.

سنڌ ۾ ڪلهوڙا حڪمران (١٧٠١ع کان ١٧٨٣ع) ڪئنال جا باني ۽ زراعت جا اڏيندڙ هئا. انهن ١٠ ميل ڊگهي نور واهه شاخ ٺهرائي جنهن مان بعد ۾ بيگاري ڪئنال ڪڍيو ويو. ٢ ميل ڊگهي شاهه جي ڪور ۽ ٢٠ ميل ڊگهي (Date) جي ڪور جيڪا هاڻي وارهه ڪئنال ۾ جذب ٿي ويئي آهي ٺهرائي ويئي. ڪلهوڙن نصرت واهه، مراد واهه ۽ سينٽرل سنڌ ۾ باغ شاخ ۽ فيروزه شاخ ٺهرايون جيڪي روهڙي ڪئنال ۾ جذب ٿي ويون.

پر انگريزن سنڌوندي ۽ ان جي ٽريبوٽريز جي پاڻي جي افاديت سڃي پاڪ - هند ۽ مئنچسٽر جي ٽيڪسٽائيل صنعت لاءِ به چاڻي ورتي. تنهن ڪري هنن ١٨٤٧ع ۾ پنجاب فتح ڪرڻ کان ترت پوءِ راوي ندي مان سينٽرل باري دوآب ڪئنال تي ڪم شروع ٿي ويو.

سينٽرل باري دوآب ڪئنال جي ڪاميابي ڪانپوءِ سڌنئي ڪئنال، لوئر چناب ۽ لوئر جهلم ڪئنال ١٨٨٥-١٩٠١ع، پهاڙپور ڪئنال (١٩٠٨ع)، اپرسوات ڪئنال (١٩١٣ع) ۽ اپر جهلم، اپر چناب، لوئر باري دوآب ڪئنال (١٩١٥ع) ۾ ٺهرايا ويا.

ستلج ندي رٿا جي ١٩٣٢ع ۾ تڪميل سان جيڪا ١١ ڪئنال ۽ ٣ هيڊ ورڪس تي مشتمل آهي پنجاب جي زمين جي گهڻي حصي کي پوک لائق بڻايو ويو.

ساڳي سال (١٩٣٢ع) ۾ سنڌوندي ۽ تي سکر بئراج ٺاهي سنڌ جي ميدانن کي پوک هيٺ آندو ويو. چناب تي ٽريمو هيڊورڪ ١٩٣٩ع ۾ ٺاهيو ويو جنهن بعد

سنڌوندي تي ڪالاباغ (يا جناح) بئراج ٺاهيو ويو. ورهاڱي کانپوءِ سنڌو تي ۳ وڏيڪ بئراج جوڙيا ويا. ڪوٽڙي بئراج ۱۹۵۵ع ۾ جوڙيو ويو ان کانپوءِ ۱۹۸۵ع ۾ تونسه بئراج ۽ ۱۹٦۲ع ۾ گڊو بئراج جوڙيا ويا.

ڪيترن ئي ڪئنالن ۽ بئراجن جي لهڻ سان انڊس رور سسٽم مان پاڻي وڏي مقدار ۾ ملڪ جي وڌندڙ آبادي جي ايريگيشن ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ ڪنيو ويو. انڊس رور سسٽم جي پاڻي وارن وسيلن ۾ وڏي کوٽ پارت ۽ پاڪستان وچ ۾ انڊس واٽر ٽريٽي کانپوءِ واقع ٿي جڏهن پنجاب جون ۳ نديون پارت حوالي ڪرڻ بعد ۳۳ ايم اي ايف پاڻي گهٽايو ويو. ۳۳ ايم اي ايف پاڻي ڪيترو آهي اهو جاچڻ لاءِ رڳو ايترو مثال ڪافي آهي ته اوائلي ڪئنال مثال طور روهڙي ڪئنال ۽ ڦليلي ڪئنال سڄو سال وهڻ بعد به صرف ۳ ايم اي ايف پاڻي ڪڻن ٿا.

انڊس واٽر ٽليٽري تي سيپٽمبر ۱۹٦۰ع ۾ ٻنهي ملڪن صحيح ڪئي جنهن جا ڪجهه نقطا هيٺين ريت آهن.

آرٽيڪل-۲

۱- اوڀارين ندين (ستلج، بياس ۽ راوي) جو سمورو پاڻي بنا روڪ پارت استعمال ڪندو.

۲- گهرو استعمال ۽ غير کپت استعمال کانسواءِ پاڪستان جي ذميواري هوندي ته پاڻي وهڪري کي نه روڪي ۽ ان ۾ مداخلت جي اجازت نه ڏئي.

آرٽيڪل-۳

۱- پاڪستان اولهائين ندين (سنڌو، جهلم ۽ چناب) جو پاڻي بي روڪ استعمال ڪري سگهي ٿو ۽ پاڻي جو وهڪرو نه روڪڻ لاءِ پارت پابند هوندو.

اهڙيءَ طرح معاهدي هيٺ انڊس رور سسٽم کي ٽن ندين جي پاڻي کان محروم ڪيو ويو ۽ ان جي بدلي ۾ قرض ورتو ويو جنهن ذريعي ۲ ڊئم، ۵ بئراج ۽ ۸ لنڪ ڪئنال ٺاهڻا هئا. معاهدي موجب پاڪستان ۲ ڊئم ٺاهيا.

۱- جهلم تي ۱۹٦۷ع ۾ ۳عـ ۵ ايم اي ايف پاڻي جمع ڪرڻ لاءِ منگلا ڊئم ٺاهيو ويو.

۲- سنڌو تي ۱۹۷۴ع ۾ ۳عـ ۹ ايم اي ايف پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ تربيلا ڊئم ٺاهيو ويو.

ٽن ندين جي نقصان ۽ ان سبب ۳۳ ايم اي ايف جي محرومي، ٦عـ ۱۴ ايم

اي ايف جمع ڪندڙ ۲ ڊئم ۽ هر سال ۱۰۵ ايم اي ايف حاصل ڪندڙ ۱۹ بئراج ۽ هيڊورڪس جي تعمير دنيا جي عظيم ندي سنڌو کي زنجير وجهڻ واري عمل جي تڪميل هئي جنهن ندي جو وهڪرو اڳي عربي سمنڊ ۾ ويندو هو.

اڄ اڪثر سالن ۾ سنڌونديءَ جي پيٽ مان واري اڏامندي آهي ڇوته انهن سالن ۾ جوڳو پاڻي هوندو آهي جڏهن ڪيچمينٽ ايريا ۾ برسات جي پاڻي جو غير معمولي مقدار هوندو آهي جنهن وقت کي ٻوڏ جي حوالي سان ياد ڪيو ويندو آهي.

**ڪالاباغ ڊئم تي سنڌ جا 9 اعتراض:**

**۱- سنڌو ۾ گهڻو پاڻي نه رهيو آهي.**

**سنڌونديءَ ۾ پاڻي جو وهڪرو ڪيترو آهي جڏهن اهو سنڌ مان گذري ٿو اهو هڪ اهڙو نقطو آهي جيڪو سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ شديد اختلاف جو ڪارڻ آهي. سنڌونديءَ ۾ ٻوڏن وارين خبرن ۽ حفاظتي بندن جي ٽٽڻ پنجاب ۾ اهو تصور پيدا ڪيو آهي ته هر سال سنڌ جي ٻوڏ ڪري وڏي مقدار ۾ پاڻي "ضايع" ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن ان پاڻي کي ڪالاباغ وٽ جمع ڪيو وڃي ته پاڪستان جي زراعت خود انحصاري ڏانهن پيش قدمي ڪندي. واپڊا ۽ پنجاب جي آبپاشي کاتي جي اهلڪارن انهي غلط تصور کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪجهه نه ڪيو آهي بلڪ حقيقت ۾ ان غلط تصور کي سگهه ڏيڻ لاءِ ڪا ڪسر نه ڇڏي آهي.**

**سنڌو ۽ انجي ٽربيوٽريز ۾ پاڻي جي وهڪري جو مقدار هر سال مختلف ٿئي ٿو ۽ ان جو دارومدار هماليه ۾ برفباري ۽ ڪيچمنٽ ايريا ۾ برسات تي آهي.**

**انگن اکرن مان ۵ ماپا واضح آهن.**

**۱- ٽن مغربي ندين جو سال ۵۹-۶۰ع ۾ وڌ ۾ وڌ وهڪرو ۷۹ء۱۸۶ ايم اي ايف آهي.**

**۲- ۷۴-۷۵ع ۾ وڌ ۾ وڌ وهڪرو ۳۱ء۱۰۰ ايم اي ايف آهي.**

**۳- سراسري طور هر سال ٽن مغربي ندين جو وهڪرو ۲۷ء۱۳۷ ايم اي ايف آهي.**

**۴- پنجن سالن جي وهڪري مان چئن سالن جو وهڪرو ۵۹ء ۱۲۳ ايم اي ايف آهي.**

**۵- پنجن سالن ۾ هڪ ڀيرو سپر ٻوڏ اچي ٿي جنهن سان هر سال سراسري ۲۷ء۱۳۷ ايم اي ايف تائين وڌي سگهي ٿي. پر باقي چئن سالن ۾ پاڻي جي موجودگي ۵۹ء۱۲۳ ايم اي ايف آهي.**

ڪالا باغ ڊئم لاءِ پاڻي جي موجودگي بابت پنهنجن جائزن سان واپڊا ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته سراسري وهڪرو ٢٧ ع ١٢٧ ايم اي ايف آهي. جيتوڻيڪ واپڊا جي پنهنجن تجويزن، ڪامن سينس ۽ بين الاقوامي طور مڃيل اصول موجب پاڻي جي موجودگي ٨٠ سيڪڙو آهي يا اهو مقدار ٥ سالن مان چئن سالن ۾ موجود آهي.

واپڊا جي ميمبر آصف قاضي جي سربراهي ۾ پاڻي جي وسيلن ۽ انتظام بابت نيشنل ڪميشن (سيپٽمبر ١٩٨٧ ع) جي رپورٽ ۾ چيو ويو آهي:

"موجود پاڻي جي سطحي سپلاءِ واري گنجائش کي جاچيندي اهو خيال ذهن ۾ رکڻ جي ضرورت آهي ته هر سال پاڻي جي وهڪري ۾ فرق ٿئي ٿو ۽ جيستائين پاڻي گڏ ڪرڻ واري وڏي گنجائش موجود نه هجي جنهن ذريعي بعد جي سالن لاءِ وهڪرن کي جذب ڪجي تيستائين ڪنهن به ڊولپمينٽ جو بنياد پنجن ڪان چئن سالن واري وهڪري جي سطح تي هئڻ گهرجي. ان سان نه رڳو وهڪرن جو سڌيءَ طرح استعمال ممڪن ٿيندو پر ان سان اضافي سطحي پاڻي پڻ پيدا ڪري سگهبو".

قانون جنهن ذريعي پاڻي موجودگي جو جائزو وٺي سگهجي ٿو تنهن جي آمريڪا جي سپريم ڪروٽ سٺي نموني سان وضاحت ڪئي آهي. ان قانون ذريعي رياست منجهه پاڻي جي تڪرار واري سڀ کان منجهيل مسئلي کي حل ڪيو ويو. ڳالهه هيئن آهي ته آمريڪا جي ٻن رياستن وومنگ ۽ ڪولوراڊو وچ ۾ ١٩٢٢ع ۾ پاڻي تان تڪرار پيدا ٿيو. وومنگ رياست ڪوشش ڪئي ته باهمي ندي "لارامڪ" جو پاڻي ڪولوراڊو رياست ۽ ڪولوراڊو جي ٻن ڪارپوريشن ڏانهن منتقل ڪرڻ کان روڪيو وڃي جڏهن ڪولوراڊو رياست پاڻي جي ساليانى سراسري وهڪري جو تفصيل پيش ڪيو ته آمريڪي سپريم ڪورٽ پنهنجي فيصلي ۾ هيئن چيو: "پاڻي جي واقعي موجودگي واري صورت ۾ سپلاءِ کي منصفانه نموني جاري رکيو وڃي. فصلن جي واڌ کي سراسري وهڪرن جي اميدن حوالي نٿو ڪري سگهجي جيڪي اچڻا ناهن ۽ نه وري غير معمولي وهڪرن جي ٻيهر ڪليڪشن تي ڀاڙي سگهجي ٿو جيڪي وهڪرا گذريل سالن ۾ لهواري پاسي کان گذري چڪا آهن. زمين رڳو ان وقت جواب ڏيندي جڏهن پاڻي جو واقعي اطلاق ٿئي" ليڪي واري مقصد لاءِ آمريڪا جي سپريم ڪورٽ گهٽي وقت تائين سراسري وهڪري کي اختيار ڪرڻ جي حمايت نه ڪئي پر ٻن سالن واري گهٽ وهڪري کي اختيار ڪرڻ جي حق ۾ فيصلو ڏنو ۽ استثنائي طور گهٽ وهڪرن واري سالن کي خارج ڪري ڇڏيو.

جيڪڏهن اهو ڪيس ڪالاباغ ڊئم تي لاڳو ڪجي تہ پوءِ آمريڪي سپريم ڪورٽ جو فيصلو هن طرح هجي ها: "جيڪڏهن پاڻي واقعي موجود هجي تہ پوءِ سيلاءِ کي جاري رکڻ ضروري آهي.... ڊئم سراسري وهڪرن وارين اميدن تي نتا پري سگهجن جيڪي اڃا ناهن ۽ نہ وري غير معمولي وهڪرن جي پيهر ڪليڪشن تي ڀاڙي سگهجي ٿو جيڪي گذريل سالن ۾ لهواري پاسي وهي چڪا آهن" تنهن ڪري ڪالاباغ ڊئم کي پرڻ وارو اصول ساڳيو هئڻ گهرجي جيڪو آمريڪي سپريم ڪورٽ بيان ڪيو آهي يعني ڪن ٻن سالن جي سڀ کان ننڍي سطح ۽ استثنائي طور گهٽ وهڪري وارن سالن کي خارج ڪيو وڃي.

جيڪڏهن ٦٩ سالن جي انگن اکرن کي خبرداري سان پڙهيو وڃي ۽ جيڪڏهن استثنائي طور ١٢٠ ايم اي ايف کان بہ گهٽ وارن ٩ سالن کي خارج ڪيو وڃي تہ پوءِ باقي ٻن سالن وارو گهٽ وهڪرو ٣١-٣٢ع ۾ ٥٩ء١٢٣ ايم اي ايف ۽ ٣٢-٣٣ع ۾ ٢٦ء١٢٥ ايم اي ايف آهي جنهن جي سراسري ٤ء١٢٤ ايم اي ايف آهي. اها صورتحال پنجن سالن مان چئن سالن واري ٥٩ء ١٢٣ ايم اي ايف يا ٨٠ سيڪڙو وهڪرو جي ويجهو آهي. واپڊا ان کي سٺي پاليسي طور قبول ڪيو هو پر ڪالاباغ ڊئم جي معاملي ۾ چالاڪي سان انکي وساري ڇڏيو.

چام صادق علي حڪومت طرفان ١٩٩١ع ۾ ٿيل پاڻي واري ٺاهہ کي سنڌي عوام من ماني ۽ ناانصافي وارو ٺاهہ سڏي ٿو. ان ٺاهہ ۾ چئن صوبن جي هاڻوڪي ۽ تجويز ڪيل مستقبل جي ضرورتن لاءِ پاڻي جي ورڇ ٿيل آهي.

پاڻي واري ٺاهہ کي ڏسندي انڊس رور سسٽم جي پاڻي وارن وسيلن جو سادو ۽ صحيح ليکو هن طرح آهي:

ٽن مغربي ندين ۾ پاڻي جي موجودگي (رم اسٽيشن جي هيٺ) ٥٩ء١٢٣ ايم اي ايف.

١٩٩١ع جي پاڻي واري ٺاهہ موجب چئن صوبن جي ضرورت (رم اسٽيشن جي هيٺ ٣٥ء١١٤ ايم اي ايف).

ڪوٽڙي جي هيٺين پاسي لاءِ پاڻي (پاڻي واري ٺاهہ ۾ سنڌوءَ جي ڇوڙ واري علائقي جي صحت لاءِ منظور ٿيل ٠٠ء١٠ ايم اي ايف).

باقي ٧٦ء ٠ ايم اي ايف پاڻي جو خسارو.

اهو سادو ليکو نشاندهي ڪري ٿو تہ جيڪڏهن پاڻي جي ورڇ واري هاڻوڪي صورتحال برقرار رهي تہ پوءِ ٨٦ء٠ ايم اي ايف پاڻي جي کوٽ پيدا ٿيندي

ان ۾ ١٩عـ١٥ ايم اي ايف شامل ناهن جيڪي سسٽم جي خرابي سبب يا رم اسٽيشن ۾ مختلف بئراج وچ ۾ مکيه رور بيڊس ۾ پاڻي ٿمي ضايع ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن ان نقصان يا (سياري جي ٠٨عـ٣ ايم اي ايف فائڊن) جو حساب ڪيو وڃي ته پاڻي جي ڪوٽ ٩٥عـ١٥ ايم اي ايف ٿي وڃي ٿي.

صوبن طرفان ٣٥عـ١١٤ ايم اي ايف استعمال ٿيندڙ پاڻي.

سسٽم وارو نقصان ١٩عـ ١٥ ايم ايف ايف ڪوٽڙي جي هيٺ لاءِ پاڻي ٠٠عـ١٠ ايم اي ايف ٽوٽل ٥٤عـ١٣٩ ايم اي ايف.

٨٠ سيڪڙو پاڻي جي (-) ٩٥عـ١٥ ايم اي ايف موجودگي واري ڪوٽ.

(اهو تفصيل سرفيس واٽر پوٽينشل) پلاننگ ڊويزن واپڊا ١٩٨٩ع (اپينڊڪس ٨ ۾ ڄاڻايل آهي).

پاڻي جي ان مقدار جو به ليکو ٿيڻ گهرجي جيڪو ذخيرن جي خاتمي ۾ سيپيج سبب ضايع ٿي وڃي ٿو.

خود واپڊا طرفان تربيلا ڊئم مان سسٽم واري خساري جو نقصان هيٺين ريت ڄاڻايل آهي؛

منگلا ڪانپوءِ تربيلا کان اڳ؛

سراسري ساليائي (سسٽم) نقصان ١٩٦٦-١٩٧٧ع) ٩عـ٦ ايم اي ايف.

تربيلا ڪانپوءِ؛

سراسري ساليائي (سسٽم) وارو نقصان (١٩٧٦-١٩٨٧ع) ٢عـ١٦ ايم اي ايف.

ٻين لفظن ۾ تربيلا ڊيم کي انڊس رور سسٽم ۾ شامل ڪرڻ سان خسارو ٨عـ٦ ايم ايي ايف کان وڌي ٢عـ١٦ ايم اي ايف ٿي ويو.

رڳو تربيلا ڊئم هر سال ٣عـ٩ ايم اي ايف خسارو آندو آهي. ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت ڪري سسٽم وارو خسارو ويتر وڌي ويندو.

جڏهن سادي ليکي کي ڪنهن به ڪنڊ کان جاچيو وڃي ته ان مان انڊس رور سسٽم ۾ پاڻي جي ڪوٽ جي نشاندهي ٿئي ٿي پوءِ اٿين ڇو آهي ته ٻوڏ جو پاڻي سمنڊ ڏانهن ڇو ٿو وڃي ۽ اهو تصور ڪيو ويو آهي ته هر سال گهڻي مقدار ۾ پاڻي "ضايع" ٿي وڃي ٿو ۽ ان مان ڪجهه پاڻي ڪالاباغ ڊئم جي تعمير ذريعي جمع ڪرڻ گهرجي؟.

انهن منجهيل سوالن جا جواب تفصيل ۾ ڏسي سگهجن ٿا. انڊس رور سسٽم آپريشن جا ۱۱ سال (۷٦-۷۷ع کان ۸٦-۸۷ع) ظاهر ڪن ٿا ته ڪوٽڙي کان هيٺ سراسري طور جاري ڪيل پاڻي ۸۳ء۳۴ ايم اي ايف آهي. يعني ۸۳ء۳۴ ايم اي ايف پاڻي هر سال سمنڊ ۾ "ضايع" ٿي وڃي ٿو.

۱- مذڪوره تفصيل مان جيڪڏهن ۱۹۹۱ع جي ٺاهه ذريعي ۱۰ ايم اي ايف پاڻي سمنڊ ۾ ڇڏڻ واري ڳالهه کي هٽايو وڃي ته سمنڊ ڏانهن "اڻ ڳڻيل" وهڪرو ۸۳ء۲۴ ايم اي ايف ٿي ويندو.

۲- هن وقت پاڪستان ۾ سيٽي بئراج ۽ ڪئنال پاڻي واري ٺاهه ۾ منظور ٿيل ۳۵ ۽ ۱۱۴ ايم اي ايف جي برعڪس ۱۰۵ ايم اي ايف حاصل ڪري سگهن ٿا. باقي ۳۵ء۹ ايم اي ايف صوبن جي مستقبل جي ضرورتن لاءِ آهن. اهي ۳۵ء۹ ايم اي ايف هن وقت سمنڊ ڏانهن وڃن ٿا ۽ ان وقت غائب ٿي ويندا جڏهن صوبا پنهنجي ڪوٽا جو ڀرپور استعمال ڪندا. اهڙيءَ طرح "زيان" ۴۸ء۱۵ ايم اي ايف ٿي وڃي ٿو.

۳- اوڀاريون نديون ستلج، بيز ۽ راوي جو سنڌو ۾ وهڪرو ڪل ۹۷ء٦ ايم اي ايف آهي جنهن مان راوي جو حصو ۷ء۴ ايم اي ايف، ستلج ۽ بياس جو حصو ۲۳ء۲ ايم اي ايف آهي. (انڊس بيسن ايريگيشن سسٽم ائبسٽريڪٽ آف آپريشنل ڊيٽا ۸۰-۸۱ع کان ۹۰-۹۱ع واپڊا تان ورتل).

انڊس بيسن ٺاهه هيٺ ٽئي نديون ڀارت حوالي ڪيون ويون آهن. جيڪو پاڻي انهن ندين ڏانهن جاري ڪيو وڃي ٿو سو به ستت رڪجي ويندو ڇاڪاڻ ته ڀارت ستلج جي ٦ء۸ ايم اي ايف گنجائش وارو ڪيري اوور ڊئم ڀاکرا تي ڪم مڪمل ڪري ڇڏيو آهي ۽ بياس ندي تي هڪ ٻيو ڊئم ٺاهيو پيو وڃي جنهن جي گنجائش ۳ ايم اي ايف آهي. قصو اجان اتي ختم نٿو ٿئي راوي ندي تي "ٿين" نالي هڪ ٽيون ڪيري اوور ڊئم تعمير هيٺ آهي جنهن جي گنجائش ۲ ايم اي ايف. ان ڊئم جي تعمير ڪانپوءِ پاڪستان ڏانهن پاڻي جو وهڪرو بند ٿي ويندو سواءِ وڏي ٻوڏ جي مند جي. جيڪڏهن ان مقدار جو ليکو ڪيو وڃي ته رڳو ۵۱ء۸ ايم اي ايف پاڻي سمنڊ ۾ "زيان" ٿئي ٿو.

۴- انڊس بيسن واٽر ٽريٽي ۱۹٦۰ع هيٺ نه رڳو ستلج، بياس ۽ راوي جو پاڻي ڀارت کي ڏنو ويو پر مغربي ندين مان ۱۳۴۳۴۷۷ ايڪڙن لاءِ پاڻي ڪڻڻ جو پڻ حق ڏنو ويو.

پاڪستان جي پاڻي ۽ بجلي واري وفاقي وزير قومي اسيمبلي ۾ اعلان ڪيو ته پارٽ ٧٥ءِ٦ ايم اي ايف پاڻي استعمال ڪندي ٧٥٥٧٩٩ ايڪڙ بوڪ لائق بڻائڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. اهو چوڻ مناسب رهندو ته باقي رهيل ٥٥٧٦٧٨ ايڪڙن جي آبادي لاءِ پارٽ وڌيڪ ٧٩ءِ٤ ايم اي ايف حاصل ڪندو. تنهنڪري سمنڊ ۾ پاڻي جو وهڪرو وڌيڪ گهٽجي وڃي ٧٢ءِ٣ ايم اي ايف بيهي ٿو.

٥- ٨٣ءِ٣٤ ايم اي ايف جيڪو سمنڊ ڏانهن وڃي ٿو اهو "مين ڊسچارج" آهي نه ڪي پنجن سالن مان ڇهن سالن وارو نيڪال جيڪو ١٠ کان ١۴ ايم اي ايف تائين گهٽ ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري ايستائين جو جيڪي ڪالاباغ ڊيم جي حمايت ڪن ٿا پنجن سالن مان ڇهن سالن ۾ سمنڊ ۾ پاڻي جو وهڪرو قطعي نه هوندو نه رڳو باقي ٧٢ءِ٣ ايم اي ايف غائب ٿي ويندا بلڪ انڊس ڊيلٽا جي صحت لاءِ پاڻي واري ڳاهه ۾ رکيل ١٠ ايم اي ايف پاڻي وارو مقدار به ختم ٿي ويندو.

٦- سنڌ ۽ پنجاب يا پارٽ جي ميدانن ۾ غير معمولي برسات سنڌو جي پاڻي ۾ اضافو ڪرڻ ڪانسواءِ ڪوٽڙي جي لهواري وهڪري جي نيڪال ۾ اضافو ڪري ٿي. سيپٽمبر ١٩٩٧ع ۾ چناب جون ٻوڏون ان جو مثال آهن. والاريل ڪشمير ۾ آگسٽ ١٩٩٧ع جي ٻجاڙي ۾ اوچتو برسات چناب ندي جي نيڪال جي صورتحال ٦٠٠٠٠٠ ڪيوسڪ وڌائي ڇڏي. جڏهن ته سنڌو ۽ جهلم ندي ۾ پاڻي جي شديد کوٽ هئي. چناب ۽ اوپارين ندين ڪوٽڙي جي لهواري وهڪري کي مناسب سطح تائين وڌائي ڇڏيو پر ڇهن ڏينهن واري ٻوڏ اتر طرف پاڻي جي سهولتن کي ڪو فائدو نه پهچائي سگهي.

٧- جيڪي ماڻهو ٻوڏ جي پاڻي کي زيان تصور ڪن ٿا اهي نه رڳو هلڪڙا بلڪ اڻ ڄاڻ به آهن. سنڌوندي، جي ڪينل لٽ وارو بار سيني بئراج ۽ ڊيم وٽ ڊپازٽ ٿئي ٿو، تربيلا ڊيم پٺيان لٽ واري جبل بابت خبرن جي سيني کي خبر آهي پر جيڪي مشاهدو ڪن ٿا اهي هر بئراج پٺيان واري ۽ لٽ جا دڙا ڏسي سگهن ٿا. وڏين ندين ۽ بئراج جي تعمير سبب ملين ٽن لٽ صاف ڪرڻ لاءِ ڪو مڪينيڪل طريقو موجود ناهي پر ٻوڏ جي پاڻي واري وهڪري جي طاقت سبب گڏ ٿيل ڪجهه لٽ صاف ٿي ويندي آهي. وڏيون ٻوڏون ندين کي لٽ کان پاڪ ڪرڻ لاءِ قدرتي طريقو آهن (پر اسان جي معاملي ۾ ان سان بئراج جي زندگي ۾ اضافو ٿئي ٿو).

٨- اها ڳالهہ مشاهدي ۾ آئي تہ سيمينارن، مضمونن، پريس بيان ۽ سرڪاري شعبي ۾ ١٠ ارب ڊالرز واري رٿا ڪالاباغ ڊئم لاءِ راهہ هموار ڪرڻ لاءِ واپڊا ۽ پنجاب جي آبپاشي کاتي جي اهلڪارن عوام کي غلط معلومات فراهم ڪرڻ وارو رجحان ظاهر ڪيو آهي. ان لاءِ پاڻي جي موجودگي بابت تڪراري ۽ ساڳي وقت حقيقتن کان وانجهيل تفصيل مهيا ڪيو آهي. ايستائين جو پنجاب ۽ سنڌ ۾ آبادي جوڳي زمين ۽ پنهي صوبن ۾ آدمشماري واري تعداد جو پڻ من پسند تفصيل ڏنو آهي. اهڙيءَ طرح سمنڊ ۾ پاڻي جي زيان بابت غلط تصور کي درست ڪرڻ لاءِ ڪي ڪوششون نہ ونندي ساڳين اهلڪارن انهي خواهش جو اظهار ڪيو آهي تہ هر قيمت تي ڪالاباغ ڊئم ٺاهيو ويندو. سنڌ جا ماڻهو اهڙي قسم جي تفصيل ۽ ڪالاباغ ڊئم جي حامين جي سازشن ڪري ڳڻتي ۽ شڪ ۾ ورتل آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن کي ڏڪوٺيندڙ تجربو آهي تہ پاڻي جي ڪوٽ کي نيٺ سنڌ جي حصي جي ڪوٽ ۾ تبديل ڪيو ويندو.

**2- ڪڇي وارو علائقو برباد ٿي ويندو.**

سنڌ جي مان گذري ٦٠٠ ميل (١٠٠٠ ڪلوميٽر) اتر کان ڏکڻ ورن وڪڙن وارو سفر ڪندي سنڌو پنهجي پنهي پاسن واري وڏي علائقي کي آباد ڪري ٿو. ان علائقي کي ڪچو سڏو وجي ٿو جيڪو شاندار نيڪال واري سسٽم ۽ لٽ کان بچاءَ ڪري سر سبز زمين ۾ تبديل ٿي چڪو اهي. ڪچي جو علائقو ٩عہ١ ملين ايڪڙ آهي.

صدين کان ڪچي جي ٻيلي وارو علائقو وڌندي ويجهندي ٥٩٨٨٨٠ ايڪڙ (٢٤٠٠٠٠ هيڪٽر) ٿي ويو آهي جتي وڻن جا مختلف قسم آهن جن ۾ مشهور وڻ ٻاهڻ بہ شامل آهي جنهن مان خوبصورت رنگ واري جنڊي پڻ ٺاهي ويندي آهي. ڪچي جي ويڪر ۾ ٣عہ١ ملين ايڪڙ (٥٢عہ٠ ملين هيڪٽر) سر سبز زمين پکڙيل آهي.، ان مان اٽڪل ٦٠٠٠٠٠ ايڪڙ (٢٤٠٠٠٠ هيڪٽر) زمين کي پوک هيٺ آندو ويو آهي جتي مختلف فصل ٿين ٿا جن ۾ تيلي ٻج بہ شامل آهن.

سنڌ جي معيشت لاءِ ڪچي جي اهميت کي نظر انداز نٿو ڪري سگهجي. ڪچي جي علائقي جو ايان تائين آزاد سروي نہ ڪيو ويو آهي پر ڪچي جي انساني آبادي ۽ جانورن جو تعداد هيٺين ريت آهي؛

| آبادي | في خاندان | في چورس ميل | ٽوٽل ڪچو. |
|---|---|---|---|
| ماڻهو | 8 | 32 | 100,000 |
| چوپايو مال | 4 | 150 | 450,000 |
| مينهون | 6 | 150 | 450,000 |
| ٻڪريون/رڍون | 6 | 225 | 675,000 |
| پولٽري | 20 | 750 | 2,250,000 |

زرعي پيداوار، کير، گوشت ۽ پولٽري تي نہ رڳو ڪچي جي ١٠ لک آبادي جو دارومدار آهي پر اهو علائقو سنڌو جي ٻنهي ڪنارن تي آباد سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن لاءِ خوراڪ جو وسيلو آهي. ان ڪان علاوه ٢٠٠٠٠٠ ماڻهو عمارتي ڪاٺ جو واپار مان فائدو حاصل ڪن ٿا جن جا وڻ ٥٩٨٥٠٠ ايڪڙن تي پکڙيل آهي. ڪاٺ انهن ڪيترن ئي ڳوٺن ۽ شهرن لاءِ توانائي جو وسيلو آهي جتي اڃا گئس نہ پهتي آهي. اجان بہ اٽڪل ٣ لک مهاڻن جي زندگي جو دارومدار سنڌوندي تي آهي.

ڪچي جو سڄو دارومدار سنڌو جي پاڻي تي آهي. جڏهن سنڌو جو پاڻي ڪچي جي علائقي ۾ نہ پهچندو آهي تہ فصل، خوراڪ ۽ گاهہ متاثر ٿيندو آهي ۽ ايستائين جو پيئڻ جي پاڻي وارن کوهن ۾ بہ کوٽ هوندي اهي. ان لاءِ ٨٥-٨٦ع وارو خشڪ سالي وارو مثال آهي جڏهن ڪچي ۾ سنڌو جو پاڻي نہ پهتو نتيجي ۾ ڪيترائي خاندان گذر سفر لاءِ ٻين علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ويا.

خشڪ سالي وارن سالن يا سنڌو جي پاڻي ۾ ڦيرو آڻي يا ڊئم جي اڏاوت سبب ڪچي جي علائقي ۾ نقصان هيٺين ريت ٿيندو.

١- سطحي آلاڻ ختم ٿي ويندي جنهن سان زمين جي بربادي جو آغاز ٿيندو. ڪلر ۽ هوا جي خاتمي سبب آباد زمين بنجر بنجي ويندي.

٢- زمين جو ڪاج ٻوڙن جي زوال جو ڪارڻ آهي جنهن ڪري ٥٠ سالن جي عرصي ۾ ٻيلي وارو سڄو علائقو ختم ٿي ويندو.

٣- ڪچي جي علائقي ۾ رهندڙ ١٠ لک ماڻهن سماجي ۽ معاشري بربادي کي منهن ڏيندا نتيجي ۾ لڏ پلاڻ ڪري ويندا.

٤- ٻيا ٢ لک ماڻهو (جن ۾ عمارتي ڪاٺ جو ڪاروبار ڪندڙن جا خاندان بہ شامل آهن)، شديد متاثر ٿيندا.

۵- مکڻ، گوشت ۽ پولٽري جي پيداوار ۽ ڀلي جي بربادي جي صورت ۾ سنڌ کي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پوندي.

٦- خشڪ مند وارن سالن ڪري ڪچي جا ڪوهه ۽ تلاءُ سڪي ويندا نتيجي ۾ انسانن ۽ جانورن لاءِ شديد مشڪلات پيدا ٿينديون.

**3- تمر جا ٻيلا اجايا ناهن:**

انڊس ڊيلٽا ۾ تمر جو ٻيلو ٦٥٠٠٠٠ ايڪڙن کان وڌيڪ علائقي تي پکڙيل آهي ۽ اهو دنيا ۾ ڇهون نمبر وڏو ٻيلو آهي. هر سال سنڌونديءَ جي ۴۰۰ ملين ٽن لٽ مان خوراڪ حاصل ڪندڙ (ڊئم ۽ ٻراج جي اڏاوتن کان اڳ) تمر ٻيلو سڀ ان وڌيڪ پيداواري ٻيلو آهي جيڪو هزارين ٻوٽن، دريائي پاڻي ۾ رهندڙ جاندار شين ۽ جهنگلي جيوت جو تحفظ ۽ خوراڪ فراهم ڪري ٿو.

آءِ يو سي اين جي ۱۹۹۱ع جي رپورٽ موجب " تمر جا وڻ ڊيلٽا جي ايڪو سسٽم جا بنيادي جزا آهن انهن کانسواءِ خوراڪ جيڪي اهي ري سائيڪل ڪن ٿا ۽ جيڪو تحفظ فراهم ڪن ٿا ان کان سواءِ ايڪو - سسٽم جاٻيا جزا جيئرا رهي نہ سگندا. تمر جي چوڙ وارو علائقو واپاري مقصدن لاءِ مڇي جي ڪيترن ئي قسمن خاص طور تي جهينگي / ڪانگٽ جي پيداوار لاءِ آئڊيل ميدان آهي.

تمر جو ٻيلو ٻين جن جهنگلي جيوت جو تحفظ ڪري ٿو تن ۾ ٻلهڻ، گدڙو، جهنگلي سوئر، ريڙهيون پائيندڙ جانور، پرڏيهي پکي ۽ ڊالفن جا ۲ قسم آهن. جيڪڏهن تمر کي برباد ڪيو ويو تہ پوءِ انڊس ڊيلٽا م رهندڙ سيني خاندان جو وجود خطري ۾ پئجي ويندو. (آءِ يو سي اين، ڪورنگي ايڪو سسٽم پراجيڪٽ ۱۹۹۱ع) آءِ يو سي اين پنهنجي تحقيق ۾ وڌيڪ ڄاڻايو آهي تہ تمر جي چوڙ وارو علائقو تمر کانسواءِ گرم علائقي کان ۴ کان ۵ ڀيرا وڌيڪ پيداواري آهي.

اجان ڪا چڱيءَ طرح تحقيق نہ ٿي آهي پر شايد اهو چوڻ صحيح رهندو تہ تمر وڻ وارو علائقو زرعي زمين جي ڀيٽ ۾ ۲ ڀيرا وڌيڪ فائدي مند آهي. تمر ٻيلي جا اهم معاشي فائدا هيٺين ريت آهن.

۱- ساحلي علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن لاءِ اهو عمارتي ڪاٺ ۽ ٻارڻ جو وسيلو آهي.

۲- اهو چوپائي مال، ٻڪرين ۽ خاص ڪري اٺن لاءِ سرسبز ۽ گاهہ وارو علائقو آهي سنڌ جي ساحلي علائقن ۾ اٺن جو هڪ عمده نسل آهي جن لاءِ آلي زمين گاهہ فراهم ڪري ٿي.

٣- ڊيلٽا ۾ مڇيون:

ڊيلٽا ۾ موجود ٤٤ مڇين جا قسم آهن مثال طور: پلو، سول، ڪڳو، ڏنيرو، پاپليٽ، سرمئي، ڏوڻ، جهينگو وغيره.

٤- مڇيون ڊيلٽا کي پنهنجي نرسري طور استعمال ڪن ٿيون اڪثر مڇيون خاص ڪري جهينگن جي زندگي جو ڪجهه حصو تمر واري علائقي ۾ گذري ٿيو. ١٩٨٩ع جي تفصيل موجب پاڪستان مڇي جا ٤عره٠ ملين ٽن پاهر وڪرو ڪري ٢٥عره٢ ارب رپيا ڪمائي ٿو. ان مان ٥عره١ ارب رپين جي ماليت واري ٢٤٢٠٠٠ ٽن مڇي سنڌ جي ساحلي علائقن مان حاصل ڪئي وڃي ٿي.

٥- ١٩٨٩ع جي تفصيل موجب مڇي جي پڪڙڻ واري ڪاروبار ۾ ٢٧٣٠ ترالر ۽ ٻيڙين تي ٨٤٦٢٠ ڪان به وڌيڪ ماهيگير ملازم آهن. انهن سڀني جي گذر سفر جو دارومدار ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان تمر واري چوڙ جي علائقي تي آهي (سورس: بيورو آف اسٽيٽڪس سنڌ طرفان ١٠ ساله ايگريڪلچر اسٽيٽڪس آف سنڌ ٨٠-٨١ع ڪان ٨٩-٩٠ع تائين).

٦- ساحلي تحفظ: تمر ٻيلي جي ڪري سنڌ جو ساحل لهرن جي ڪاچ ڪان محفوظ آهي. ٻيلي ڪانسواءِ ٢٠٠ ميل (٣٠٠ ڪلروگرام) طويل ساحل جي لهرن واري طاقت آسانيءَ سان علائقي تي ڪرندي جيئن اڄڪلهه بنگلاديش ۾ ٿي رهيو آهي.

٧- تمر ٻيلي جو هڪ ٻيو فائدو موجود بندرگاهن ڪراچي پورٽ ۽ قاسم پورٽ کي لٽ ڪان بچائڻ آهي.

تمر ٻيلا سمنڊ جي پاڻي مان واري صاف ڪندا آهن. جيڪڏهن سمنڊ جي بندرگاهن ۾ واري کي ڇڏيو وڃي ته پوءِ واري آسانيءَ بندرگاهن کي لٽي ڇڏيندي.

ياد رهي ته فطري ٻيلن يا تمر ٻيلن جي ترقي هڪ عمل آهي جنهن ۾ وڻن کي بالغ ٿيڻ ۾ ٥٠ ڪان ٦٠ سال لڳي وڃن ٿا. پر جڏهن زمين ڪاچ جو شڪار ٿي رهي هجي ۽ تازي پاڻي جي کوٽ سبب انجي خوراڪ اڻ لڀ ٿي وڃي ته پوءِ ٻيلن جي بربادي جو عمل شروع ٿي ويندو آهي. اڄ ڪلهه سنڌونديءَ جي پنهي ڪنارن تي ساحلي علائقن ۾ تمر ٻيلي سان اهڙي ئي حالت ٿيندي پئي وڃي. واپڊا دفاع ۾ لڳاتار اصرار ڪري رهيو آهي ته ٻيلي واري علائقي کي بربادي ڪان بچائڻ لاءِ انڊس ڊيلٽا ۾ لوڻ، روڪ شيون متعارف ڪرائي سگهجن ٿيون ۽ ڪرائڻ گهرجن. پر اهڙو تدارڪ تمام مهانگو هوندو ۽ اهو به ضروري ناهي ته اهو ڪامياب وڃي. ان ڏس ۾

هتي هڪ آمريڪي شهري وليم ٽي آروش جو خط پيش ڪجي ٿو جيڪو ڊان اخبار ۾ ١٣ جولاء ١٩٩٦ع تي ليٽرس ٽو ايڊيٽر ۾ شايع ٿيو هو:

"تمر ون ۽ دشم"

ڊاڪٽر ثريا خاتون جو خط ته "ڇا اهي زنده رهندا" معلومات ڏيندڙ ۽ پڻ اهم مسئلن کي ظاهر ڪندڙ آهن جنهن سان انهن ماڻهن جو به واسطو آهي جيڪي ان بابت خبرداري ۾ ويساهه نٿا رکن ۽ تمر ٻيلي جي بربادي ۽ وڏي پئماني تي هائڊرو. بجلي جي ڊولپمينٽ. تمر جا ٻيلا ساحلي ماحول لاء وڏا فائدي مند آهن تنهن حقيقت کي تازو محسوس ڪيو ويو آهي. ان کي گهڻو وقت نه گذريو آهي ته ڪجهه بااثر پر اڻ ڄاڻ "اسڪالرن" تمر جي وڻن جي بربادي جي وڪالت ڪئي هئي ۽ دليل اهو ڏنو هو ته اهي وڻ "قدر واري" ساحلي زمين جي بي قدري ڪن ٿا پر هنن پنهنجي دليل ۾ ڪا معمولي سائنسي شهادت به پيش نه ڪئي هئي. هنن جي صلاح تي تمر جا ٻيلا ترقي جي نالي تي برباد ڪيا ويا پر ان بيوقوفي جي خطرناڪ اثرن کي ترت محسوس ڪيو ويو. اهي خطرناڪ اثر هي هئا: سامونڊي زندگي جي بقا داء تي لڳي ويئي (ڪانگٽ / جهينگا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي مڇيون پنهنجي جواني جا مرحلا تمر ٻيلن جي تحفظ ۾ گذارين ٿيون) زمين جو ڪاٽ، ٻيلن طرفان لٽ صاف ڪرڻ واري گنجائش ۾ گهٽتائي ۽ اهو احساس ته تمر ٻيلي سان واڳيل ايسڊ سلفيٽ واري زمين زرعي استعمال جي لائق ناهي جيتوڻيڪ تمر جو ٻيلو جيڪو فائدو پهچائي ٿو ان آڏو في ايڪڙ بنياد واري پيداوار ڪجهه به ناهي. آمريڪي آرمي ڪورجي انجنيئرن طرفان فلوريڊا رياست کي ڪئنال ذريعي ٻن حصن ۾ ورهائڻ واري رٿا کي ان وقت ترت رد ڪيو ويو جڏهن اهو ٺوس ثبوت مليو ويو ته فلوريڊا جي ساحل وٽ تمر وڻ جي صحت لاء تازو پاڻي نهايت ضروري آهي. ڪئنال ٺاهڻ جي صورت ۾ گلف آف ميڪسيڪو ۾ رهندڙ مڇي جو نسل خطري ۾ پئجي ويندو ان کان علاوه ايورگليڊس جي جاندارن جي زندگي داء تي لڳي ويندي. پر شروع ۾ فوجي انجنيئرن ماحول بابت ماهرن جي شڪن کي بلاجوز قرار ڏنو پر پوء جڏهن سائنسي شاهدي آڏو رکي ويئي ته پوء ايستائين جو جيڪي ڪئنال جا سخت حامي هئا تن کي پنهنجي خطرناڪ غلطي جو احساس ٿيو.

ان کان اڳ جو پاڪستان سنڌو جي وهڪري کي ڪنهن به بهاني روڪڻ واري غلطي ڪري يا پاڻي جي خاصيت کي بي روڪ آلودگي ذريعي نقصان رسائي نهايت ضروري آهي ته دنيا جي ٻين هنڌن تان سبق سکيا وڃن. جن "ترقي" جي نالي تي تمر جا وڻ برباد ڪيا اهي هاڻي وڏي قيمت تي تمر جا وڻ پوکي رهيا آهن.

تمر ٻيلي جي بربادي جا هاڃيڪار اثر ترت نروار ٿين ٿا ۽ ڪنهن ويجهي عرصي ۾ ان جو تدارڪ ممڪن نہ هوندو آهي. تمر جي فطري ترقي هڪ آهستہ عمل آهي نوان وڻ ان زمين ۾ وڌندا آهن جنهن کي اڳ ۾ هموار ڪيو ويندو آهي. جڏهن زمين ڪاچ جو شڪار هجي ۽ مدد لاءِ وڏا وڻ موجود نہ هجن تہ پوءِ تمر جي ٻيلي جي ٻيهر آبادڪاري تي تمام گهڻو وقت لڳي ٿو ۽ وڏو خرچ اچي ٿو. اڻ ڄاڻ "اسڪالرن" کي ان جو احساس ان وقت ٿيندو آهي جڏهن اهي فطرت جي ملبل سوڪڙي کي برباد ڪري چڪا هوندا آهن.

مان ترقي جو مخالف ناهيان بشرطيڪ ان لاءِ فطري ماحول کي برباد نہ ڪيو وڃي ۽ نہ وري مان پاڪستان کي توانائي ۽ ماحولياتي واري پاليسي لاءِ سبق ڏيئي رهيو آهيان تہ اوهان ٻين جي غلطين مان سبق پرايو. اسان هاڻي آمريڪا ۾ محسوس ڪري ورتو آهي تہ وڏي پئماني تي هائڊرو - اليڪٽرڪ ڊئم جي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پوي ٿي. فطرت جا ڪيترائي انمول تحفا اسان جي ڊئم واري سسٽم ۾ برباد ٿي ويا. ڪولوراڊو ندي جهنهن جو وهڪرو سمنڊ ڏانهن ويندو هو سا غائب ٿي ويئي آهي جنهن جي نتيجي ۾ ميڪسيڪو جي مڇين وارا ڳوٺ برباد ٿي ويا ۽ اتر اولهہ ميڪسيڪو جي علائقي کي ڪولوراڊو جي پاڻي واري حصي کان محروم ڪيو ويو. آمريڪا ميڪسيڪو جي مرمت واري قيمت تہ هميشہ ادا ڪندو رهندو.

وڏي ڊئم کي هاڻي هر هنڌ پسند نٿو ڪيو وڃي پر ننڍا ڊئم مني اينڊ مائڪرو هائڊرو پروجيڪٽس جن تي گهٽ خرچ اچي ٿو. گهٽ بربادي واري متبادل، ننڍي سطح واريون هائڊرو - اليڪٽرڪ رٿائون امريڪا ۾ مقبول ٿي رهيون آهن. وڏي پئماني تي هائڊرز اليڪٽرڪ ڊولپمينٽ جي نتيجي ۾ ماڻهن جي لڏپلاڻ زمين ۽ ٻيلن جي ناقابل واپسي بربادي هڪ اهڙي قيمت آهي خاص ڪري جيڪڏهن ان سان تمر ٻيلي جي صحت تي اثر پوندو هجي. جيڪا مذڪوره رٿائن جي جواز کي بي اثر بڻائي ڇڏي ٿي. خاطري سان پاڪستان کي وڏي قيمت ادا ڪرڻي پوندي.

جيڪڏهن دولت هڪ وڏي ڊئم تي خرچ ڪرڻ بدران تعليم، صحت، آبادي تي ڪنٽرول ۽ جٽاءُ دار توانائي وارن متبادل تي خرچ ڪئي وڃي تہ بجلي جي پيداوار لاءِ ڊئم ٺاهڻ وارو مطالبو ئي نہ ڪيو ويندو.

زميني آلاڻ، ڪپ چڪ، ڪٽيل ٻيلا، جيت ۽ نانگ انهن اڻ ڄاڻ ماڻهن لاءِ روماني شيون ناهن جن "ترقي" جو عزم ڪيو آهي. اهي "اسڪالر" انهن شين کي

ڪارائتو نٿا سمجهن. پر ان ڪان اڳ جو "ڊيولپرس" کي پنهنجون خواهشون پوريون ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي انهن کي اهو ياد ڪرڻ گهرجي ته انهن شين کي هتي ڪنهن آندو آهي. تازي ڄاڻ جي روشني ۾ رڳو اڻ ڄاڻ ۽ لاپرواهه ماڻهو اهڙين رٿائن جو اظهار ڪري سگهن ٿا جن جي نتيجي ۾ تمر ٻيلي وارو ماحول برباد ٿيندو هجي. جهالت ۽ لاپرواهي ٻه اهڙيون شيون آهن جن جي محدود فائدي کي وسيع نقصان تي ترجيح ڏني ويندي آهي".

آروش جي خط ۾ سڀ کان وڏيڪ فڪر انگيز جملو "سيني آڏو موجود ٺوس سائنسي ثبوت" وارو آهي. اهو ثبوت واپڊا ۽ پنجاب جي اهلڪارن اهو ليکو ڪرڻ لاءِ آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهجي ٿو ته ڇا سنڌو نديءَ تي ڪالاباغ ڊئم يا ٻيو ڪو ڊئم قومي مفاد ۾ آهي. پر بدقسمتي سان اهڙي ثبوت جي جستجو بدران واپڊا ۽ پنجاب جي نمائندن ورلڊ بئنڪ جي تحقيق کي رد ڪري ڇڏيو جيڪا ان جو تعين ڪرڻ لاءِ هئي.

5- پاڻي جي وسيلن جي آلودگي:

پاڪستان جي ١٣٠ ملين انسانن لاءِ آبپاشي ۽ پيئڻ جي پاڻي جو مکيه وسيلو سنڌو ندي سسٽم آهي. پاڻي جي وسيلن جي خاصيت ۾ خرابي سان نه رڳو زرعي پيداوار وارو فصل متاثر ٿيندو بلڪه ان جا انساني صحت تي اثر پوندا. خاص ڪري سنڌو جي هيٺين پاسي وارا ماڻهو سڌيءَ طرح متاثر ٿيندا.

پاڻي جي ڪواليٽي جي خرابي جا مکيه سبب هيٺين ريت آهن:

١- پوک لاءِ پاڻي پاڻ سان گڏ لوڻ ۽ جيت به کڻي ايندو آهي. هتي اهو ذڪر ڪرڻ مناسب رهندو ته پاڪستان هر سال ٢٥ هزار ٽن آرگنڪ فاسفورس ۽ آرگنو، ڪلورين جيت مار دوائون استعمال ڪري ٿو. جيئن ته اهي جيت مار دوائون نه ٽان بايوڊي گريڊيبل هونديون آهن تنهنڪري نقصانڪار زهر جو وڏو مقدار سنڌو نديءَ سسٽم ۾ ڊوبجي وڃي ٿو.

٢- سنڌو نديءَ جي ڪناري تي آباد ٤٠ شهرن ۽ سوين ڳوٺن جي آلودگي نديءَ جي پاڻي حوالي ڪئي وڃي ٿي وڌندڙ آبادي ۽ صنعتي ترقي ۽ پاڻي کي بهتر بنائڻ وارين سهولتن جي عدم موجودگي ڪري اٽڪل ٢٠ ملين انسان جيڪي سنڌو نديءَ جي مکيه شهرن مثال طور چشمه، ڊي آءِ خان، تونسه، ڊي جي خان، گڊو، سکر، روهڙي، حيدرآباد، ڪوٽڙي ۽ سوين ڳوٺن ۾ رهن ٿا اهي سنڌو نديءَ ۾ آلودگيءَ جو سبب آهن جيڪا آلودگي ناقابل برداشت حد تائين وڌي ويئي آهي.

سنڌونديءَ ۾ گهٽ وهڪرو ۽ سنڌوءَ جي هيٺين پاسي گرم ۽ خشڪ موسم پڻ سنڌونديءَ ۾ آلودگيءَ آڻيندڙن ۾ شامل آهي. سنڌونديءَ جي پاڻي ۾ آلودگيءَ جي مقدار ۽ ان جي اثرن بابت ڪا تحقيق نہ ڪئي ويئي آهي پر سنڌ ۾ گردي، پيٽ سور ۽ آنڊن جي بيمارين جو وڌندڙ رجحان آلودگي واري پاڻي ۽ بيمارين ۾ لاڳاپي ڪي ظاهر ڪري ٿو انهي صورتحال جو جائزو انساني نقصان ۽ آبادي جي معاشي قيمت جي حوالن سان وٺڻ گهرجي.

### 6- فطري ڍنڍون - پکين جي پناهہ گاهہ

لکين سالن ۾ سنڌونديءَ پنهنجي وهڪري جو رخ ڪيترائي ڀيرا تبديل ڪيو آهي. هر سال سنڌوندي ۴۰۰ ملين ٽن لٽ ڪٺي ٿي جيڪو نديءَ جي تري ۾ رهجي وڃي ٿو جنهن سان ان جي سطح وڌي وڃي ٿو تنهن ڪري اها نازڪ نقطي تي پهچڻ ڪانپوءِ پنهنجو رستو بدلائي ڇڏي ٿي. لکيل تاريخ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ سنڌونديءَ پنهنجو رخ ۷ ڀيرا بدلايو آهي. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ موئن جو دڙو ۽ ٺٽي ۾ ڀنڀور سنڌو جي ڪناري تي آباد خوشحال شهر هئا پر انهن جو معاشي اثر رسوخ ختم ٿي ويو ۽ آهستي آهستي برباد ٿي ويا.

سنڌونديءَ جي بدلجندڙ رخ ڪيترن ڍنڍن کي جنم ڏنو جڏهن انهن کي پاڻي سان ڀريو ويو. تنهن ڪري سنڌ ايشيا جي سڀ کان وڏين فطري ڍنڍن جو گهر آهي، مثال طور دادو ضلعي ۾ منڇر ڍنڍ، ٺٽي ۾ ڪينجهر، هاليجي ۽ هيڊرو، سانگهڙ ۾ چوٽياري ۽ ٻيون ڪيتريون ئي ننڍيون ڍنڍون سنڌ ۾ آهن.

منڇر ڍنڍ ڪي ٻوڏ واري موسم ۾ ڀريو ويندو آهي. جيڪا ۵۰ چورس ميل (۱۵۰ چورس ڪلوميٽر) آهي ۽ ۵عـ۰ ايم اي ايف کان وڌيڪ پاڻي جمع ڪري ٿي. ڪينجهر ڍنڍ ۴۰ چورس ميل (۱۲۰ چورس ڪلوميٽر) آهي جيڪا پيئڻ جي پاڻي جو مکيہ وسيلو آهي ۽ ڪراچي وارن لاءِ پسنديده تفريحي هنڌ آهي چوٽياري هڪ ٻي وڏي ڍنڍ آهي جيڪا ۴عـ۰ ايم اي ايف پاڻي گڏ ڪري سگهي ٿي ۽ علائقي جي آبپاشي لاءِ مکيہ ڪردار ادا ڪري ٿي. بدين، ٺٽي، لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ ماڻهن ۾ اهو شعور وڌي رهيو آهي تہ ننڍين ڍنڍن ۾ مڇيون ڇڏي ان مان تجارتي فائدا حاصل ڪيا وڃن. وڌندڙ آبادي ۽ گوشت جي گهٽجندڙ پيداوار سبب ايندڙ سالن ۾ مڇي پروٽين جو مکيہ وسيلو بڻجي ويندي.

پر سنڌ ۾ انهن ڍنڍن جو هڪ دلچسپ پهلو هيءُ آهي تہ ڍنڍون سياري توڙي اونهاري ۾ لکين پرڏيهي پکين جو گهر آهن جيڪي قزاقستان، سائيبيريا ۽ ٻين

ملڪن مان هزارين ميل سفر ڪري "انڊس فلاء وي" نالي ڪاريڊور استعمال ڪندي ڏاکڻين سنڌ ۾ داخل ٿين ٿا. سڄي دنيا ۾ فطرت سان محبت ڪندڙ فطرت جي معجزن جي حفاظت لاءِ جاکوڙي رهيا آهن ۽ ڪينجهر، هاليجي، هيڊرو ۽ چوٽياري ڍنڍن تي تفريح لاءِ اچن ٿا ته جيئن فطرت جي نظارن کي ويجهڙائي سان ڏسجي.

هن وقت تائين سنڌ جي ڍنڍن ۾ پکين جا ٢٢٢ قسم ڏٺا ويا آهن. سنڌ وائلڊ لائيف ڊپارٽمينٽ "هاليجي ڍنڍ" جي عنوان سان هڪ ڪتابڙو شايع ڪرايو آهي جنهن ۾ پکين جا مختلف قسم ڏسي سگهجن ٿا ۽ ڍنڍن کي پکين جي پناهه گاهه سڏيو ويو آهي.

## 7- ڪاري پاڻي جي مداخلت

سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ جو ٧٠ سيڪڙو وهڪرو جون کان سيپٽمبر تائين هوندو آهي جڏهن چوماسي موسم سان گڏ هماليه ۽ قراقرم ۾ برف ڳرندي آهي. باقي ٣٨ سيڪڙو وهڪرو ان مهين آڪٽوبر کان مئي تائين پکڙيل آهي.

سنڌو نديءَ جي پاڻي جو وهڪرو عربي سمنڊ مان ڪاري پاڻي جي مداخلت اثرائتي انداز ۾ چڪاس ڪري ٿو. اهڙي طرح جمع ۽ ڪيپٽ وارو پاڻي سنڌو نديءَ جي اترين پاسي جاري رهي ٿو ۽ سمنڊ جو پاڻي سنڌو ۽ ان جي چوڙ واري علائقي ڏانهن وهڪري جو آغاز ڪندو آهي.

سنڌ جي ڏاکڻي پاسي ڏانهن عربي سمنڊ جي ڪاري پاڻي جي وهڪري سان مٺو پاڻي متاثر ٿئي ٿو ۽ آبپاشي واري زمين ۾ ڪلر وڌي وڃي ٿو.

اونهاري ۾ عربي سمنڊ مان وير ۽ چوماسي ويڪٽر ايس ڊبليو ۽ اين اي هوندو آهي. ان وقت ۾ عربي سمنڊ ۾ ڪاري پاڻي جي مداخلت ٧٥ ڪلوميٽر وڌي نئي تائين پهچي ويندي آهي. نتيجي ۾ نئي ۽ کهاري ۾ ڪلورائيڊ سطح تمام گهڻو وڌي ويندي آهي جيڪا علائقي جي زرعي نقصان جو سبب بڻجي ٿي.

سياري ۾ ويڪٽر قري اين اي ايس ڊبليو رخ تي هوندو آهي ته جيئن ڪاري پاڻي جي مداخلت گهٽجي ۽ تازي پاڻي سان ڪارو پاڻي صاف ٿئي.

اها ڳالهه واپڊا جي ساليانِي رپورٽ ٨٨-٨٩ع (صفحو ٢٤) ۾ پڌري آهي جنهن ۾ "انڊس پلين" جي پاڻي جي ٽيبل ڄاڻايل آهي. سنڌ لاءِ چوماسي منڊ ڪانپوءِ جي ٽيبل (آڪٽوبر ١٩٨٧ع) نشاندهي ڪري ٿي ته ٧٧ سيڪڙو علائقي جي پاڻي واري ٽيبل ٠-١٠ فوٽ اندر آهي ۽ چوماسي کان اڳ پاڻي جي ٽيبل (اپريل – مئي

١٩٨٨ع) ظاهر ڪري ٿي تہ علائقي جو ٧٩ سيڪڙو ١٠٠ فوٽ اندر آهي. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ جڏهن سنڌو ۾ پاڻي جي وهڪري جي سطح گهٽ هوندي آهي تہ سمنڊ جي پاڻي جي مداخلت سنڌ جي وڏيڪ ٢ سيڪڙو زمين کي متاثر ڪري ٿي. ان چوڻ جي ضرورت ناهي تہ چوماسي کان اڳ ٢ سيڪڙو سر ۽ ڪلر واري زمين جو واسطو ٺٽي ۽ بدين ضلعن سان آهي جيڪي سنڌ جي ڏکڻ ۾ آهن.

ڪراچي ۾ ١٩٨٢ع ۾ پاڪستان نيشنل انسٽيٽيوٽ آف اوشنيو گرافي ۽ نيشنل سائنس فائونڊيشن طرفان ڪرايل سمپوزيم ۾ اهو تسليم ڪيو ويو تہ سنڌ جي هيٺين ميدانن ۾ کاري پاڻي جي مداخلت جو سڌيءَ طرح واسطو سنڌوندي ۾ وهڪري جي گهٽتائي سان آهي.

آبهوائي تبديلي جنهن جو دنيا مشاهدو ڪري رهي آهي ۽ سال ٢٠٢٥ع کان اڳ ٽيمپريچر ۾ ٥ء١ ڊگريون سيلس واڌارو ساموندي پاڻي جي پڻ ٥ء١ ميٽر (٥ فوٽ) وڌائي ڇڏيندو. (ڏسو ورلڊ ميٽريا لاجيڪل آرگنائيزيشن جي رپورٽ ١٩٨٩ع).

جيستائين ڪوٽڙي جي هيٺين وهڪري لاءِ جوڳو پاڻي جاري نٿو ڪيو وڃي سمنڊ جي پاڻي جي مداخلت عربي سمنڊ جي وڌيل سطح سان گڏ ٺٽي، بدين ضلعن ۽ حيدرآباد ضلعي جي ڏاکڻي حصن واري زمين سر ۽ ڪلر حوالي ٿي ويندي.

**8- تمام ڳري قيمت:**

ڪالاباغ ڊئم پراجيڪٽ جي اسٽيج ٽين جي پي سي ڀ موجب پراجيڪٽ جي سول ۽ پاور سهوليت واري ڪل قيمت جيڪا ماهرن جون ١٩٨٧ع ۾ طئي ڪئي هئي سا آهي ١٥٣ء٥ ارب آمريڪي ڊالر، ان ۾ تعمير دوران وياج، ڪسٽم ڊيوٽز ۽ ٽيڪس ۽ اتفاقي قيمت پڻ شامل آهي پر ان ايڏي ڳري قيمت ۾ ٥٠ ڪلوميٽرن واري روڊ جي ڀيهر اڏاوت واري رقم شامل ناهي جيڪو روڊ اٽڪ کي نوشهرو سان ملائي ٿو ۽ ٦ ريل ۽ روڊ جي پلن جي ڀيهر اڏاوت واري رقم پڻ شامل ناهي جيڪي ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت سبب غرق ٿي ويندي.

١٩٨٧ع کانپوءِ قيمت ۾ واڌ ۽ ڊالر جي ڀيٽ ۾ پاڪستاني رپئي جي قدر ۾ لڳاتار گهٽتائي سبب ڪالاباغ ڊئم جي قيمت ويتر وڌي ويئي آهي. تازي صورتحال کان عوام کي آگاهہ نہ ڪيو ويو آهي ان تي شرط لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت تي خرچ ٨-١٠ بلين ڊالر جي وچ ۾ هوندو. جيڪا رقم اسان جي موجوده پرڏيهي قرض جي ٢٥ سيڪڙو کان بہ وڌيڪ آهي.

جيڪڏهن ملڪ جي معيشت ٢ ڪرب رپين جي پرڏيهي ۽ ڏيهي قرض جي وزن هيٺ دٻي رهي هجي. جڏهن ادائيگي جو توازن ٣ ارب ڊالرن کان وڌيڪ هجي، جڏهن وزيراعظم قرض لاهڻ لاءِ عوام کي چندي جي اپيل ڪري رهيو هجي ۽ جڏهن قرضن جي ادائيگي نه ڪرڻ ڪري ملڪ ڊيفالٽ جي خطري ۾ هجي تڏهن ڏاهپ تقاضا ڪري ٿي ته ١٠ ارب ڊالرز واري رٿا جو آغاز ڪرڻ کان اڳ هزار ڀيرا سوچيو وڃي. انهي رقم ذريعي پاڪستان جي زراعت ۽ آبپاشي واري نظام کي سنواري سگهجي ٿو جنهن سان ڪالاباغ ڊئم کان ڪيترائي ڀيرا وڌيڪ پاڻي پيدا ڪري سگهجي ٿو.

**٩- سنڌ في ايڪڙ پاڻي پنجاب کان گهٽ حاصل ڪري ٿي.** **وفاقي وزير سيده عابده سلطانه پنهنجي بيان ۾ چيو آهي ته "جڏهن سنڌ ۾ پاڻي ججهي مقدار ۾ هو تڏهن پنجاب ۾ پاڻي جي کوٽ هئي".**

**ڪيترائي سال اڳ ١٩٧٢ع ۾ پنجاب جي آمدني، آبپاشي ۽ بجلي جي وزير چوڌري انور سما سنڌ حڪومت ڏانهن هڪ خط ۾ لکيو هو ته "پنجاب ۾ في ايڪڙ لاءِ پاڻي ٧ء٢ فوٽ آهي جڏهن ته سنڌ ۾ ٢ء۴ فوٽ آهي".**

**اهي ٻئي اعلان ٻن صوبن ۾ پاڻي جي موجودگي بابت پنجاب ۽ واپڊا جي اهلڪارن جي ذهنيت جي وضاحت ڪن ٿا. پر حقيقتون ٻڌائن ٿيون ته صورتحال ۾ ٿورو فرق آهي.**

**پاڪستان ۾ پوک لائق ڪل علائقو ٨٦ ملين ايڪڙ آهي جنهن مان ۵ء٣۴ ملين ايڪڙن جي پوک ڪئنالن ذريعي ٿئي ٿي. هيٺ ڄاڻايل تفصيل موجب ان مان ٻه رڳو ٦٧ء٢٨ ملين ايڪڙن جي اصل ۾ آبادي ٿئي ٿي.**

**٢- ١٩٩١ع جي پاڻي واري ٺاهه موجب سنڌ ۽ پنجاب کي هيٺين ريت پاڻي ڏنو ويو آهي:**

| صوبو | خريف | ربيع | ٽوٽل |
|---|---|---|---|
| پنجاب | ٠٧ء٣٧ | ٨٧ء١٨ | ٩۴ء۵۵ |
| سنڌ | ٩۴ء٣٣ | ٨٢ء١۴ | ٧٦ء۴٨ |

**٣- پنجاب ۾ زمين هيٺ (Sub-Soil) پاڻي اڪثر مٺو آهي. سنڌوندي ۽ ڪئنال بيڊس جو پاڻي جيڪو ٿورو ٿورو ٿي ڪري زمين هيٺ مٺي پاڻي سان ملي**

وڃي ٿو اهو هر سال ۴۰ کان ۵۰ ايم اي ايف ٿائين آهي. سم ۽ ڪلر جي خوف کي محسوس ڪندي واپڊا پبلڪ سيڪٽر ۾ ۱۵ هزار ٽيوب ويل خاص ڪري ڇڄ ۽ ريچنا دوب ۾ لڳايا آهن ته جيئن مٺو پاڻي برقرار رکجي. ان کان علاوه پرائيويٽ سيڪٽر ۾ ۳ لک ۵۰ هزار ٽيوب ويل لڳايا آهن جنهن ڪري هر سال آبپاشي جي مقصد لاءِ ۴۰ ايم اي ايف کان به وڌيڪ پاڻي حاصل ڪيو وڃي ٿو. پاڻي جو اهو ۴۰ ايم اي ايف مقدار صوبن وچ ۾ موجود پاڻي واري ٽيبل ۾ ضرور شامل ٿيڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ۱۹۶۰ع کان وٺي واپڊا طرفان ٽيوب ويل لڳائڻ ۽ انهن کي هلائڻ تي اربين رپيا خرچ آيو آهي جيڪا رقم چئن صوبن وفاق پاڪستان ذريعي ادا ڪئي آهي. پنجاب ۾ مٺو پاڻي برقرار رکڻ واري صلاحيت جي برعڪس سنڌ سمنڊ جي پاڻي تي بيٺل آهي. روهڙي ڪئنال واري زمين جي هڪ ٽڪري ڪانسواءِ سڄي سنڌ جي اڪثر علائقن ۾ زمين هيٺ پاڻي عربي سمنڊ جيئان کارو آهي. ڪئنال جو سيپيج (ٽورو ٽورو ٿي وهڻ) ويتر سم ۽ ڪلر کي وڌائي رهيو آهي.

۴- پنجاب هر سال اونهاري ۽ سياري جي برسات جا ۵ انچ حاصل ڪري ٿو. پنجاب سياري جي برسات مان ۲ء۱ ايم اي اقيف مقدار حاصل ڪري ٿو ۽ اونهاري جي برسات مان ۸ ايم اي ايف کان به وڌيڪ مقدار حاصل ڪري ٿو. پوک جي مقصدن لاءِ برسات وارو پاڻي ڪئنال جي پاڻي کان ڪيترائي ڀيرا اعليٰ آهي ڇاڪاڻ ته ان ۾ زمين جي نقصان وارو عنصر شامل ناهي.

ياد رهي ته پنجاب ۽ سنڌ جو ڪئنال ڪمانڊ ايريا جنهن جو سنڌ جائزو ورتو آهي ۽ ڇاڻايل آهي اهو ۱۹۸۸ع ۾ زراعت بابت نيشنل ڪميشن جي جائزي کان ڪو گهڻو مختلف ناهي. فرق صرف ايترو آهي ته ۱۳ء۲۰ جي خلاف پنجاب ۵ء۱۹ ملين ايڪڙ حاصل ڪري ٿو ساڳي طرح سنڌ جا ۲ء۱۲ ملين ايڪڙ خلاف ۷۵ء۱۲ ملين ايڪڙ آهن. پر ۱۹۸۳ع جي جائزي موجب پنجاب ۾ زمين هيٺ استعمال جوڳو پاڻي ۷۷ء۱۳ ايم اي ايف آهي جڏهن ته ۱۹۹۷ع ۾ ۳ لک ۵۰ هزار ٽيوب ويل زمين هيٺ وسيلن مان ۴۰ ايم اي ايف حاصل ڪري ٿو ان سان پنجاب ۾ پوک وارو علائقو وڏي پئماني تي وڌي ويندو.

مذڪوره تفصيل کي اهو تعين ڪرڻ لاءِ ڄاچي سگهجي ٿو ته سنڌ ۽ پنجاب مان ڪهڙو صوبو پاڻي جو ڪيترو حصو حاصل ڪري رهيو آهي. ان دوران ان نقطي

ڪي ياد ڪرڻ تمام اهم آهي ته سنڌ ۾ پيئڻ ۽ آبپاشي لاءِ پاڻي جو وسيلو رڳو سنڌو ندي آهي جڏهن ته پنجاب ٢٢ ايم اي ايف جهلم مان، ٢٣ ايم اي ايف چناب مان، ۴٠ ايم اي ايف زمين هيٺ پاڻي مان ۽ ٩ ايم اي ايف ڪان به وڌيڪ پاڻي برسات مان حاصل ڪري ٿو.

سيده عابده جو بيان ان وقت صحيح هجي ها جڏهن هوءِ چوي ها ته سنڌ سمورو ڪلر ۾ غرق ٿي رهي آهي. من جو اهو خيال به غلط آهي ته پنجاب کي پاڻي کان محروم ڪيو پيو وڃي ۾ حقيقت هيءَ آهي ته پنجاب سنڌ کان تمام وڌيڪ پاڻي حاصل ڪري ٿو.

(هي مضمون ليکڪ جي انگريزي ڪتاب The Kala Bagh Dam & Sindh Case تان ورتل آهي)

(ترجمو: امتياز چانڊيو)



پيٽر جان منيبل

# ڪالاباغ ڊيم ۽ سنڌو ڊيلٽا تي پوندڙ نقصان

**تعارف**

ڪالا باغ ڊيم ١٩٥٣ع ۾ پنهنجي پهرين رٿيل اعلان کان وٺي وڏو تڪراري موضوع رهيو آهي. شروعات ۾ گهڻي ڀاڱي تڪراري معاملو سرحد صوبي ۾ ڊيم جي اوسي پاسي واري علائقي ۾ پوندڙ اثرن بابت هو. گهڻي عرصي کانپوءِ ئي سنڌو جي مٿاهين وهڪري ۾ تبديلين سان ڇوڙ وارن علائقن تي پوندڙ اثرن جو ادراڪ ڪيو ويو ۽ انجو حتمي ادراڪ سنڌو ڊيلٽا تي پوندڙ اثر آهن. گذريل ڏهاڪي ۾ ڊيلٽا جي اهميت کي محسوس ڪرڻ کانپوءِ ئي ان پهلو تي نظر وجهڻ جو عمل شروع ٿيو آهي.

هن مقالي جو مقصد ڪالا باغ ڊيم ٺهڻ جي صورت ۾ ڊيلٽا جي حصي ۾ ايندڙ مٺي پاڻي ۽ لٽ جو ڪيترو وڏيڪ مقدار گهٽ ٿيندو بابت منجهيل تصوير کي اجاڳر ڪرڻ ۽ وڏيڪ ڳنڀير بنائڻ ناهي. هن مقالي جو مقصد انهيءَ اهم سوال جو جواب ڏيڻ به ناهي ته تمر کي ڪيترو مٺو پاڻي گهرجي. مقالي ۾ ڊيلٽا جي ماضيءَ قريب واري تاريخ جا پيرا کڻڻ ۽ اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته سنڌو جي مٿاهين وهڪري ۾ آيل تبديلين جي نتيجي ۾ انجو زوال ڪيئن اچڻ لڳو آهي. انکانپوءِ اهو سوال اٿاريو ويو آهي ته ڇا مٿاهين وهڪري ۾ اڳتي ترقيءَ وڌيڪ اڳيئي هاڃي جي شڪار انهيءَ ڊيلٽا کي ايندڙ ڏينهن ۾ ڪالاباغ ڊيم جهڙين ٻين رڪاوٽن سان ڪي جوڳا نقصان رسڻ جا امڪان آهن. انهيءَ ڳالهه جو اخلاقي پهلو اهو آهي ته اهڙي ماحولياتي اهميت جهڙا فيصلا ڪرڻ کان اڳ اهو سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته ان سان اسين ڇا ڪجهه جوکم تي پيا وجهون ۽ ڪهڙا معاشي ۽ سماجي لاڀ وٺائي رهيا آهيون.

### گذريل پنجاهه سالن دوران سنڌو - ڊيلٽا ۾ تبديليون
### (پاڻي جي ڇوڙ ۽ لٽ جي مقدار ۾ گهٽتائي)

سنڌو ڊيلٽا سدائين سٽ پري رهي آهي. جيڪا چاليهه ڪروڙ ٽن في سال جابلو لٽ جي مدد سان ڪن دورن ۾ ته ٽيهه ميٽر في سال جي انتهائي تيز واڌ به ڏيکاريندي رهي آهي. بهرحال گذريل پنجاهه سالن دوران انساني سرگرمين ڪري انتهائي تيزيءَ سان وڌندڙ ويجهندڙ انهيءَ ڊيلٽا جو سٽ پنجن ورهاستي چٽنلن مان

گھڻجي هڪ تي بيٺو آهي جيڪو ته نديءَ جي وهڪري سبب سال جا ڪي ٻه ٽي مهينا ٺي پاڻيءَ جو منهن ڏسي ٿو.

نديءَ جي لٽ جي وهڪ بابت پنهنجي ١٩٨۴ع واري انتهائي ڪارائتي تجزئي ۾ ملمٿن. قريشي ۽ بيگ گڏريل پنجاهه سالن دوران تازي پاڻي ۽ لٽ جي وهڪ جا ٽي اهم دور ڄاڻايا آهن. هو انهن ٽنهي دورن کي هيٺين ريت واضع ڪن ٿا:

١- ١٩٢١ کان ١٩۴٧ تائين. جڏهن ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي جو عمومي وهڪرو ست ڪروڙ ٽيهه لک ايڪڙ فٽ يا انڪان وڌيڪ ۽ روڪيل بار (Suspended load) ويهه ڪروڙ ٽن في سال کان به وڌيڪ هو.

٢- ١٩۴٨ع کان ١٩٦١ع تائين سنڌو دريا لاڳيتو وڏي وهڪري وارو ته هو پر Suspended Load گهٽائڻ پئي لڳو. هڪ يا ٻن مٿاون سالن ڪانسواءِ اهو ڏهه ڪروڙ ٽن في سال کان به گهٽ رهيو پر پاڻي جو وهڪرو ساڳي مٿاهين سطح تي رهيو. دريا ۾ اها تبديلي پڪ سان ڪيترائي بيراج ٺاهڻ سبب آئي هوندي.

٣- ١٩٦١ع کانپوءِ وهڪرو ڊرامائي انداز ۾ گهٽ ٿي اڪثر چار ڪروڙ چوراسي لک ايڪڙ فٽ في سال تائين وڃي پهتو. جڏهن ته Suspended Load پنج ڪروڙ ٽن في سال جي سراسري مقدار جو وڃي رهيو. اها گھٽتائي پاڻي جي مٿاهين وهڪري تي وڏا ڊيم ٺاهڻ کان اڳ آئي. هو نتيجو اهو ٿا ڪڍن ته اها گھٽتائي بيراج ٺاهڻ ۽ دريا جي هيٺين حصي ۾ آبپاشي جو نتيجو هئي.

انڪانپوءِ دريا جي پاڻي جو آبپاشي، پاڻي جي فراهمي ۽ گڏوگڏ توانائي پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال اجائين وڌي ويو آهي. ١٩٧٦ع کان ١٩٨٧ع تائين وارن ٻارهن سالن دوران ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ پاڻي جو وهڪرو ساڍا ٽي ڪروڙ ايڪڙ فٽ ساليانو نظر ٿو اچي ۽ لڳايل ڪٽ موجب انجو اڌ ڪن ٺي ڊيلٽا تائين پهچي سگهيو. انهيءَ وهڪري سان گڏ آيل لٽ جو پوتا ميل نه ڪيو آهي پر عام حساب ڪتاب موجب اها ٽي ڪروڙ سٺ لک ٽن في سال کن مس هوندي. اهي وهڪرا جولاءِ ۽ سيپٽمبر دوران چارهه واري عرصي ۾ ڇڏيا ويا آهن. انهن مهينن کان علاوه ڇوڙ انتهائي گهٽ آهن.

مارچ ١٩٩١ع ۾ ٿيل سنڌو پاڻي ٺاهه ڪوٽڙيءَ کان هيٺ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪروڙ ايڪڙ فٽ پاڻي جي ڇوڙ جو تعين ٿو ڪري. انجو نتيجو اهو نڪرندو جو پاڻي جي گهٽ وهڪرن وارن سالن دوران (جڏهن درياءَ ۾ چارهه نه هجي) ڊيلٽا ۾ تازو پاڻي بلڪل نه هوندو. ان ريت اهو سنڌو دريا جي وهڪرن جي زوال جو حتمي دور سامهون ٿو آڻي.

## گذريل پنجاهہ سالن دوران ڊيلٽا ۾ تبديليون

سنڌو جي هيٺ وارن وهڪرن ۾ ايندڙ انهن ڊرامائي تبديلين وگهي جيوت تي پوندڙ اثر آهستي آهستي ظاهر ٿي رهيا آهن. ان مان هڪ تمر جي وڻ جي حيات جو چرخو آهي جيڪو سٺ کان ستر سالن تي ٻڌل ٿئي ٿو. انگريز سنڌو ڊيلٽا ۾ اسانکي نظر ايندڙ جوان جماڻ وڻ انهن ڏينهن جا نسريل آهن جڏهن تازي پاڻي جو وهڪرو اڄ کان ٽي چار ڀيرا وڌيڪ هو ۽ تن ڏينهن ۾ ڊيلٽا لٽ جي مناسب مقدار ملڻ سبب چڱيرڙي خوراڪ حاصل ڪري رهي هئي.

تمر جي جيوتي سرشتي ۾ پنهنجي جوين وڃائڻ جو پهريون اشارو تمر جي ريڪارڊ ٿيل اٺن جنسن مان گهٽجي هاڻوڪي اڪيلي جنس تائين گهٽجڻ آهي. انجو وڏو سبب ڪريڪس ۽ زميني پاڻي ۾ لوڻياڻ جو وڌندڙ مقدار آهي. ان سان گڏوگڏ تمر کي انساني ڪپت طور ٻارڻ، چاري يا عمارتي ڪاٺ لاءِ استعمال ڪرڻ واري عنصر سان گڏوگڏ تازي پاڻي جو مقدار گهٽجڻ واري عمل بہ تمر جي ايراضي گهٽائي آهي. بدقسمتي سان اسان وٽ انهن پنجاهہ سالن جي شروعات کان ٿمر جي ايراضيءَ جا جوڳا انگ اکر ناهن. بهرحال ٥٤-١٩٥٣ جي هڪ فضائي تصوير جي مدد سان ٺهيل نقشي وسيلي اسين تمر جي ايراضيءَ جو ادراڪ ڪري پيا سگهون. ان نقشي مان اهو چٽي ريت ظاهر آهي تہ ڪيٽي بندر کان هيٺ دريا جي مهاڙيءَ جي چوڌاري علائقو گهٽي ٻاڳي تمر سان ڀريل آهي. انجي پٺڀرائي ١٩٦٩ ۾ Snead جو اهو بيان بہ ٿو ڪري جنهن موجب Densest ٻيلو هاڻوڪي زرخيز ڊيلٽا ڀرسان هو جت مرڪزي سنڌو دريا ۽ انجا ٻيا وهڪرا وڏي مقدار ۾ تازو پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندا هئا. هن وقت تمر نديءَ جي ڪنارن تائين محدود آهي، ڇاڪاڻ جو اوسي پاسي واري ايراضي اوچي، وڌيڪ خشڪ ۽ تمر جي واڌ ويجهہ لاءِ گهٽ مناسب آهي. اهو نقشو ملمٽن جي ٻئي دور سان تعلق رکي ٿو جڏهن لٽ جو مقدار گهٽجي رهيو هو.

اسان تائين انڪانپوءِ وارو خاڪو ٧٧-١٩٧٦ ۾ اسپارڪو جي ابتدائي سيٽلائيٽ تصوير ذريعي پهچي ٿو. اهو زرخيز ڊيلٽا جي چوڌاري پکڙيل تمر عام سبزي مائل ڏيکاري ٿو. اهو ان وقت تائين بهتر ايراضي تي ڇانيل هو. اهو خاڪو ملمٽن جي ٽين دور جي نشاندهي ٿو ڪري جڏهن تازي پاڻي جا وهڪرا گهٽجي رهيا هجن.

آخري اسپارڪو جو ١٩٩٠ع وارو Spot خاڪو آهي جنهن ۾ زرخيز ڊيلٽا جو ساڳيو علائقو بنجر ٿو نظر اچي جڏهن ته اتر ۽ اوير ڏانهن باقي ايراضي پنهنجي تمر واري حصيداري برقرار رکيل آهي.

اسان اڏو انهن پنهي تصويري خاڪن جي آڌار تي تمر جي ايراضي بابت ڪٽ به آهن. اهي پٽي سنڌو ڊيلٽا ۾ تمر جي ايراضي ١٩٧٧ ۾ ٻه لک سٺ هزار هيڪٽرن کان گهٽجي ١٩٩٠ ۾ هڪ لک سٺ هزار هيڪٽر ٿيڻ جو ثبوت ڏين ٿا. اهو زيان ٣٨ سيڪڙو ڪن آهي.

ابتدائي خاڪو پاڪستان ۾ تمر جي ايراضيءَ جي ڪٽ جي ٻهرين ڪوشش هئي تنهنڪري ان ۾ وڌاءَ جا امڪان ٿي سگهن ٿا. انڪانسواءِ ڪجهل ايراضيءَ ۾ Density جي هر هڪ تصوير جي اُپٽار ۾ پڻ تفاوت آهي. اهو به امڪان آهي ته ١٩٩٠ واري اُپٽار بذات خود وڌاءَ هجي چاڪاڻ جو ڊيلٽا جي ١٩٩٠ع واري هڪ تي اوائلي لک واري اُپٽار جي ڀيٽ ۾ ڊيلٽا جي اترئين حصي جي اُپٽار هڪ تي پنجاهه هزار جي انگ سان وڌيڪ خالي ايراضي ۽ گهٽ ڀيلائي علائقو ڏيکاري ٿي.

ڪپ جي ميدانن ۽ ڪريڪس سان پريل علائقي ۾ مشاهدي هيٺ ايندڙ فرق ١٩٧٧ واري وڏي وير جي خاڪي جي ١٩٩٠ع واري هيٺانهين وير جي خاڪي سان ڀيٽ ۾ پروڙي سگهجن ٿا. وڏي ويرن ۾ ڪپ ۽ مٽيءَ وارا ميدان پاڻي سان ڍڪجي ڪريڪس جو روپ ڌارين ٿا. انڪري ئي ١٩٧٧ع واري خاڪي ۾ ڪريڪ جي ايراضي وڌيڪ جڏهن ته ١٩٩٠ع واري خاڪي ۾ ڪپ ۽ مٽيءَ واريون ايراضيون وڌيڪ پکڙيل نظر آيون.

ساحلي پٽيءَ جي جوڙ جڪ ۾ تبديليون چڪاسڻ لاءِ پنهي خاڪن وچ ۾ هڪ عمومي ڀيٽ به ڪري سگهجي ٿي. اهو ظاهر ٿيندو ته هاڻوڪي سرگرم ۽ زرخيز ڊيلٽا اُجڙڻ ۽ لٽ جي چوڙ لاءِ نارن وسيلي وهڪري جي اُٿوند ۾ مضبوط ساموندي پيشقدمين ڪري ميسارجڻ شروع ٿي وئي آهي. ١٩٨٤ع ۾ ويلس ۽ ڪولين جي ڪيل اڳڪٿي موجب اسان ڊيلٽا جي وٽيل سٽيل روپ ڏسڻ ۽ ساحل علائقي جي مزاحمت سائي ٿيندي ڏسي رهيا آهيون جيئن ١٩٩٢ ۾ ليڪ ۽ ابو الفرح ظاهر ڪيو هو.

**مستقبل تي ان صورتحال جا اثر:** ڊيلٽا ۾ تمر جو مستقبل انتهائي خراب آهي. اهو ضرور آهي ته زرخيز ڊيلٽا ۾ تمر جو خاتمو انساني دٻاءَ ۽ علائقي ۾ ساموندي صورتحال ۾ ايندڙ ڊرامائي تبديلين جي گڏيل ڪوشش جو نتيجو آهي.

جيتوڻيڪ اها ايراضي چاڙهه وارن ڏينهن ۾ ڪنهن حد تائين تازي پاڻي ۽ لٽ جو منهن ڏسي ٿي پر لٽ جي پيچ ڊاهه ۽ سامونڊي ڪارگذارين سبب پاڻ ڪري ڪريڪس جا ڪنارا نئين تمر جي پنهنجي سر واڌ ويجهه لاءِ اڻ مناسب آهن. اهو اڳ ۾ ئي واضح ڪيو ويو آهي ته ڪريڪس جي ڪنارن پويان ايراضي وڏيڪ اوچي، وڏيڪ خشڪ ۽ انتهائي لوڻياڻي آهي جو ان ۾ تمر نئو ٿي سگهي. وڻ هڪ پيرو ڪپجڻ ڪانپوءِ (اهو علائقو ٻيلي کاتي بدران سينٽرل ريونيو بورڊ تحت آهي) پيهر پنهنجي سر نسري نه سگهندا.

ڊيلٽا کي پاڻي جا هاٺوڪا جوڙ جولاءِ کان سيپٽمبر دوران چاڙهه جي منڊ ۾ ڏينڻ سان اها ڳالهه ڪٿي سگهجي ٿي ته ڪوٽڙي کان هيٺ خارج ٿيندڙ تازو پاڻي اصل ڊيلٽا جي انتهائي گهڻ ايراضيءَ تائين پهچي ٿو. هاٺوڪو وهڪرو سامونڊي ساحل ڏانهن اتر اولهه کان ڏکڻ اوير پاسي آهي تنهنڪري پاڻي ۽ لٽ جو جيڪو به مقدار خارج ٿيندو سو ڏاکڻي پاسي رڻ ڪڇ ڏانهن وهي ويندو. اڳي جڏهن سنڌو دريا چاڙهه ۾ هوندو هو ته هڪ آڳاٽي برطانوي سروي (برنس ١٨٣٢) موجب سمنڊ ۾ ڪو چئن ميلن تائين مٺي پاڻي جي اڇ هوندي هئي. انهي صورت حالت ۾ اهو سمجهڻ انتهائي سولو آهي ته ڊيلٽا جي وسيع تر ايراضيءَ ۾ پکڙيل لوڻياڻي ڪيفيت کي گهٽائڻ ۽ تمر جي واڌ ويجهه کي هٿي ڏيڻ ۾ سنڌو دريا جي حصيداري انتهائي اهم پئي رهي آهي / رهندي.

هاڻ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته جيڪڏهن ڊيلٽا ۾ تازو پاڻي نٿو پهچي ته پوءِ ڊيلٽا جي اترئين ۽ ڏاکڻي حصن ۾ تمر جو پيو ٿئي. انجو جواب ١٩٨٤ع ۾ سنيڊيڪر جي پيش ڪيل خيال ته ٻه سؤ سالن کان وڏيڪ واري عرصي دوران اهي هائيڊرو لاجيڪل طور تي جوڳا مضبوط ٿي ويا آهن، ۾ لهي سگهجي ٿو. انڪانسواءِ اهي اترين حصي ۾ ڪريڪس آڏو مٽيءَ جي ڦهيل مورچن سبب سگهاري ترين سامونڊي اٿل پٿل کان محفوظ بڻيل آهن. ان ريت اهي وسيع ۾ ڊيلٽا جا بنيادي روائتي نشان آهن جيڪي انڪري پنهنجو وجود بچائي سگهيا آهن جو ڏار ۽ پاڻ وارو عمل بچاءَ بندن جهڙيون ڇپون ناس ڪري نه سگهيو آهي. ويرن جي سطح واري ايراضيءَ وچ ۾ ڪپ جا ڦهليل ميدان آهن جيڪي باقاعدگي پاڻي ڇڪيندا ٿا رهن ۽ انڪري آهي تمر جي واڌ ويجهه ۽ وڌڪاريءَ لاءِ انتهائي ست پريا آهن.

بهرحال ان ڳالهه جا اهڃاڻ موجود آهن ته اترين ڪريڪس ۾ لوڻياڻ وڌي رهي آهي. مثال طور ڪورنگي ڪريڪ ۾ لوڻياڻ جو مقدار سمنڊ جي پاڻي واري مقدار جي ڀيٽ ۾ ورلي گهٽ هوندو آهي بلڪه اهو اڪثر عمومي سامونڊي لوڻياڻ

ڪان گهٽو وڏيڪ پڻ هوندو آهي. جڏهن ته ابتدائي سالن ۾ لوٽيات جو مقدار بنهه گهٽ هو. ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته تمر اهڙي يا ڪنهن حد تائين انڪان به وڏيڪ لوٽيات ۾ جيئرو رهي سگهي ٿو پر اهو جيئن پوءِ تيئن پنهنجو ست وڃائيندو ويندو. ان ريت جيڪڏهن انساني دٻاءُ تي ڪنٽرول ڪيو ٿو وڃي ته هن مهل وڏي وڻ ٽيل تمر ته تيهارو ڪن سال هلندو پر ڪونپلون ۽ ڪچڙا وڻ اڳي جيترا ڏکيا ۽ ست پريا نه ٿي سگهندا. جيڪڏهن الهيءَ عرصي دوران تمر مڪمل طور تي ختم نه به ٿي ويو تڏهن به اسانکي هاٿوڪي زرخيز ايراضي ۽ حياتياتي زرخيزيءَ ۾ اهم تبديلين جو منهن ڏسڻو ٿي پوندو.

جيستائين ڊيلٽا جي انهيءَ اترين حصن ۾ ساموندي چڙهائي نسبتاً گهٽ ناهي ۽ گپ پريل ميدان ويرن جي وچ واري زون ۾ لاڳيتو پاڻي سان تر ٿا رهن، تمر جي هاٿوڪي وهڪري واري صورتحال ۾ به برقرار رهڻ جا امڪان رکي سگهجن ٿا. تمر جي پيداوار گهٽجڻ سان علائقي جي زرخيزي گهٽبي. ان ڳالهه جا امڪان آهن ته اهي علائقا بلوچستان جي ساحلي علائقي مثال طور سونمياڻي جي تمر وارن علائقن وانگر بڃي وڃن.

**ڊيلٽا جي معاشي اهميت**

ڊيلٽا جي معاشي اهميت کي سدائين نظر انداز ڪيو ويو آهي. ڊيلٽا جي اهم ترين خاصيت ڪاروباري اهميت وارين مڇيءَ جي جنسن خاص طور تي جهينگن وغيره لاءِ نرسري هئڻ آهي پر تمر مان حاصل ٿيندڙ ٻارڻ جي ڪاٺ ۽ خشڪ خوراڪ جي اهميت کي به رد نٿو ڪري سگهجي. ان سان گڏوگڏ ساحلي تحفظ ۾ به تمر جو ڪردار انتهائي اهم آهي.

تمرتي نرسري طور انحصار ڪندڙ ماهيگيريءَ تي پوندڙ اثرن جو هن مهل ڪاٿو نٿو لڳائي سگهجي. بهرحال مجموعي طور تي تمر جي زرخيزي گهٽجڻ سان مڇين جي ڪاڌ خوراڪ جي اسمن ۾ به گهٽتائي اچڻ اٽر آهي. ان ريت ڪوٽڙي بيراج جي عمل پذير ٿيڻ سان في ٻيڙي شڪار جي مقدار ۾ گهٽتائي ٿيڻ وانگر ايڪو سسٽم زرخيزي ۾ گهٽائي ٿيڻ سان مڇين جي زرخيزيءَ ۾ آهستي آهستي زوال اچڻ لازمي آهي.

مڇين جي شڪار لاءِ تمر جي ايراضين جي اهميت IUCN جي ڪرايل مهاڻن جي هڪ سروي مان چٽي ريت واضح ٿي سامهون آئي. ان سروي جي نتيجن موجب مهاڻا تمر سان ڍڪيل ايراضيءَ ۾ يا انجي پسگردائيءَ ۾ شڪار ڪرڻ کي ترجيح ٿا ڏين.

## نتيجو

انهيءَ سڄي ورتا جو اثر اهو ٿيو آهي جو سنڌو ڊيلٽا کي تمام گهڻو ماڃو اڳيئي رسي چڪو آهي پر انجي مڪمل پوائنٽي شڪل اڃان ظاهر ٿيڻ باقي آهي. اهو ماڃو پيڙيءَ تي پوندڙ اثرن کي نظر انداز ڪندي مڇانهين وهڪري تي ڪيل ترقياتي ڪمن سبب رسيو آهي.

هن مهل تمام ٿورڙو تازو پاڻي ۽ لٽ حاصل ڪندڙ ايراضيون (ڪٽ موجب تقريباً ٻہ لک سٺ هزار هيڪٽر) تمر جي گهڻي ڀاڱي ايراضيءَ تان هٽ ڌوئي چڪيون آهن. اهي ايراضيون جت تمر بهتر انداز ۾ وجود برقرار رکي ٿو، دريا مان ٻنهہ نہ يا تمام ٿورڙو تازو پاڻي حاصل ڪن ٿيون ۽ گهڻي ڪري اُت پوندڙ تمام ٿورڙي بارش، زرعي نڪاس جي ٽمندڙ پاڻي، گهريلو نڪاس يا صنعتي فضلي تي انحصار ڪن ٿيون.

دريا وسيلي ايندڙ تازو پاڻي، لٽ ۽ ست پريا جزا سنڌو ڊيلٽا جي وڏيڪ تباهي روڪڻ ۽ ساحلي فشريز جي بچاءَ لاءِ انتهائي ضروري آهن. فيصلو ڪندڙن اختيارين کي ڪالاباغ ڊيم بابت يا سنڌو جي پاڻي واري ٺاهہ جي پوئواري ۾ پاڻي جي استعمال بابت ڪنهن بہ رٿا تي عمل يا فيصلو ڪرڻ کان اڳ انتي ضرور ويچارڻ گهرجي تہ اهڙن فيصلن سان سنڌو ڊيلٽا کي ڪيترو نقصان رسندو. اهو چوڻ غير ذميوار رويو آهي تہ جيئن تہ ماڃو رسي چڪو آهي انڪري ڊيلٽا ۾ پاڻي ۽ لٽ جي ڪهڙي ضرورت يا پاڪستان کي زراعت ۽ توانائي لاءِ مٿاهن وهڪرن تي پاڻي جو ذخيرو ڪرڻ جي ضرررت آهي. ان ريت اسين ساحلي علائقن ۾ وسندڙ ماڻهن ۽ خود پاڪستاني معيشت کي ڊيلٽا مان پهچندڙ فائدن کان انڪار ٿا ڪريون.

اهو واضح آهي تہ سنڌو ڊيلٽا ماحولياتي تباهي جي ڪناري تي آهي ۽ فيصلو ڪندڙن کي اهو چٽي ريت سمجهڻو پوندو تہ ڇا ڪجهہ جوکم تي آهي. ڇاڪاڻ جو ماضيءَ ۾ پاڻ جهڙن جي پيٽ ۾ هو ماحولياتي شعور کان وڏيڪ مڪا ميل ۽ واقف آهن. انهي معاملي کي سمجهڻ جي ڏس ۾ سنڌن هڪ رويو سنڌو ڊيلٽا جي ماحولياتي، معاشي اهميت جو تجزيو ڪرڻ بہ آهي، انڪانپوءِ هو ڪنهن بہ مٿانهين وهڪري جي استعمال مان حاصل ٿيندڙ لاڀن جي نتيجي ۾ پهچندڙ مقامي نقصان جي ڪٽ لڳائي سگهندا.

ٻيو سوال اهو هئڻ گهرجي تہ ڊيلٽا ۾ ٻوڙ ٿيندڙ پاڻي ۾ ايندڙ وڏيڪ

گهٽتائي جا اثر گهٽائڻ لاءِ کهڙا جوڳا قدم کڻڻ گهرجن. انهن جوڳن قدمن ۾ ڊيلٽا جي ايراضيءَ ۾ تازي پاڻي جي چوڙ جي اوسي پاسي تمر جي سرگرم وٽڪاري ڪرڻ به آهي. اهي گهٽ سٽ پريا تمر جا ٻيلا بڻجي سگهن ٿا. ان ڏس ۾ سنڌو جو هاٿوڪو وات ڪنهن سرگرم ڊيلٽا ۾ تازي پاڻي جو سڀ کان وڏو چوڙ بڻجي ٿو. سرگرم ڊيلٽا تي اختيار مڪاني طور سنڌ ٻيلي کاتي جي حوالي هئڻ گهرجي. جيڪو پنهنجي تجربي کي عالمي مدد سان ڊيلٽا ۾ تمر جي وٽڪاري لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿو. ان سان ساحل کي مستحڪم ڪرڻ ۽ علائقي ۾ ماهيگيريءَ جي سٽ کي بهتر بنائڻ ۾ مدد ملندي.

سرگرم يا عملي ڊيلٽا جي اها ايراضي ٻه لک سٺ هزار هيڪٽر سمجهي ٿي وڃي. سنڌ ٻيلي کاتي جي تمر جي عام واڌ ويجهه لاءِ سٺ ڏينهن تائين تازي پاڻي جو هڪ ڪيوسڪ فٽ في ايڪڙ واري اصل ڪٽ کي استعمال ڪندي پاڻي جو ڪُل گهربل مقدار ٻه ڪروڙ ستر لک ايڪڙ فٽ بڻجي ٿو. انڪري اهو زور ڏيڻ گهرجي ته پاڻي جي انهيءَ مقدار جي موجودگيءَ جي هر صورت ۾ خاطري ڪئي وڃي ۽ گڏوگڏ وٽڪاري ڪندي ماحولياتي حالتن جو تحفظ ڪرڻ گهرجي.

(ليکڪ فطرت جي تحفظ واري عالمي اداري IUCN ۾ ساحلي ايڪو سسٽم يونٽ جو پروگرام ڪو آرڊينيٽر هو ۽ هيءُ مقالو ١٩٩٢ع PASSP جي سيمينار ۾ پڙهيائين).

(ترجمو: اسلم خواجا)

علي ارسلان ۽ محمد نعمان

# ڪالا باغ تي ڊيم

## رياست بمقابلي عوام، مرڪز بمقابلي ديس ۽ وفاق بمقابلي ملڪ

ڇا رياست ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي زور ڀريندي عقل کان ڪم پئي وٺي؟ اجان مهينو اڳ ٿي گڏيل مفادن واري ڪائونسل ان رٿا کي هڪ پاسيرو رکندي ٻين صوبن کان بنيادي طور تي پنجاب جي انهيءَ ڪيس تي سهمت اختيار ڪرائڻ لاءِ هڪ ڪميٽي جوڙي هئي. بعد ۾ پيدا ٿيندڙ نيوڪليائي تجربن واري گهوٽالي انهيءَ ڪميٽيءَ جي عمل کي ڇڻ پوٽي ڍڪي ڇڏيو. غير ضروري تڪڙ ۽ بنيادي حقن جي معطليءَ جو فائدو وٺندي مرڪز ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪيو. جنونيت واري رنگ ۾ اسلام آباد ۽ لاهور ۾ ڪيترائي ترجمان ڪالاباغ جي فائدي بابت اڻکٽ پرچار ڪري رهيا آهن جڏهن ته ٻيا وري انجي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ مسئلن ۽ گهوٽالن تي رڳو جذباتي ڳالهيون ڪري رهيا آهن. پاڪستان ۾ ترقياتي ايجنڊائن جي جُڙڻ ۽ انهن تي عمل ٿيڻ واري اشرافيائي طريقي تي عمل ڪندي رياست واسطيدار ۽ متاثر ماڻهن جو موقف ٻڌڻ بدران رڳو صوبائي حڪومتن وچ ۾ ئي سهمت پيدا ڪرڻ تي سندرو ٻڌي بيٺي آهي.

ڪالا باغ ڊيم جا حمائتي، جيئن سدائين ڊيم جا حمائتي ڳالهائيندا آهن، مستقبل ۾ گوشت ڪانسواءِ خوراڪ ۽ تيزي سان وڌندڙ آباديءَ (خواهشن جي باوجود ٽي سيڪڙو جي لڳ ڀڳ) جي توانائي واري گهرجن جي پورائي لاءِ انتهائي ڀوائتي تصوير چٽي رهيا آهن. سمورن حوالن سان وڏي تعداد ۾ اڻپڙهيل مسلمان مردن ۽ عورتن کي خوراڪ ۽ بجلي رسائڻ لاءِ ڊيمن جو اڻکٽ سلسلو ٺاهڻ جي مقابلي ۾ آباديءَ جي وڌندڙ شرح گهٽائڻ ۾ سيڙپڪاري انتهائي سستي پوندي. اسلام به ڪو هروڀرو ننڍن ڪٽنبن جو مخالف ناهي. ايران ۽ انڊونيشيا ان ڏس ۾ بهترين مثال آهن جن پاڪستان ۾ پنجن کان وڌيڪ ٻار في ڪٽنب جي اُبتڙ پنهنجا ٻار پيدا ڪرڻ وارو انگ في ڪٽنب ٽن ٻارن کان گهٽ تي رسايو آهي. اسين پنهنجي

مائرن ۽ مستقبل ۾ مائرون بڻجندڙ ڀينرن ۽ ڌيئرن جي خراب صحت ۽ ناخواندگيءَ واري ڀوڏ آڏو بند ڇو نہ ٻڌون؟

ڪالا باغ ڊيم اعلان موجب "سمنڊ ۾ ضائع ٿيندڙ پاڻي" جي بنياد تي ڪم ڪندڙ ڄاڻايو ٿو وڃي، واپڊا جي چيئرمين سميت ڪيترن ئي ماڻهن جو اهو پسنديده جملو ۽ موقف افسوس سان ٿو چوڻو پوي تہ ڄاتل حقيقتن کي رد ڪرڻ لاءِ تصوراتي تمثيل آهي. پهرين ڳالهہ تہ فطرتي ايڪولاجيڪل سرشتي ۾ "زيان جوڳي" ڪابہ شيءِ نہ ٿيندي آهي. تازي پاڻي جو وهڪرو سڄي ساحلي ماحولياتي وايو منڊل کي هٿي ٿو ڏي ۽ ان ۾ ڪابہ وڏيڪ گهٽتائي سنڌو ڊيلٽا تي اڳيئي نهيل ڊيمن جي نتيجن ۾ رسيل هاڃي کي اجان وڌيڪ ڪندي. ان سان رڳو تمر جا ٻيلا ۽ مڇيون ئي متاثر نہ ٿيندا پر ساحلي علائقن ۾ رهندڙ لکين هارين ۽ مهاڻن جي روزگار جا ذريعا پڻ ختم ٿي ويندا. سمورا جوڳا ڪٿ ڄاڻائين ٿا تہ موجوده ايڪولاجيڪل سرشتي کي برقرار رکڻ لاءِ گهربل پاڻي جي مقدار کان گهٽ وهڪرو سنڌو ۾ آهي ۽ معاملو اوڏي مهل اجائين ڳنڀير صورتحال اختيار ڪندو جڏهن ڏينهون ڏينهن وڌندڙ ڪراچي شهر سنڌو مان وڌيڪ پاڻي حاصل ڪرڻ چاهيندو. پاڻي جي ڪنهن بچڙي ڏاهہ جو مطلب اهو ناهي تہ اسين معاملن کي اجائين خراب ڪريون ۽ اڳيئي مالي طور تي تباهہ سنڌ کي قومي مالياتي ايوارڊ جي نالي ۾ پنڻ جوڳو بڻائي ڇڏيو.

"ضائع ٿيندڙ پاڻي" واري داستان جو هڪ ٻيو راڳ اهو آهي تہ پاڻي واري ڏاهہ جي ورڇ ۾ طئي ڪيل پاڻي کان وڌيڪ پاڻي مٿي آتر ۾ موجود آهي. واپڊا انگن اکرن ۾ گهوٻين جي پراڻي ماهر آهي ۽ هت بہ انجو ساڳيو ڪارنامو ورجايل آهي. مخصوص انگ اکر استعمال ڪندي واپڊا طرفان پيش ڪيل ڪالا باغ ۾ سڄي سال جو وڏو حصو ذخيري واري ڊنڊ ۾ گهربل حد پوري ڪرڻ لاءِ مناسب حد تائين پاڻي موجود هئڻ جي دعوي ڪئي ٿي وڃي. ٻين سميت عبدالمجيد قاضي ۽ اي اين جي عباسيءَ طرفان ڪيل ڳالهہ موجب معاملو انجي اُبتڙ آهي ۽ مناسب مقدار ۾ پاڻي پنجن سالن مان فقط هڪ سال ئي هوندو. ٻي صورت ۾ پاڻي واري ڏاهہ جي ڀيڪڙي ڪري ٻين صوبن جو رٿيل پاڻي ڪالاباغ ڏانهن منتقل ڪرڻو پوندو ۽ جيڪڏهن اهو نٿو ڪيو وڃي تہ ڪالاباغ ڊيم پنهنجي ڪارج کان گهٽ استعمال ۾ ايندو. امڪاني طور تي ٿيندو اهو جو سخت سالن ۾ پاڻي جي منتقليءَ لاءِ ڪالاباغ ڊيم ڏاڙي تي هرڪائيندو. اهو عمل مرڪز جي راضپي سان يا انڪانسواءِ ٿيندو جيئن ڪيترن ئي سالن کان ڏاهہ جي ڀيڪڙي ڪندي چشما ۾ ڪيو پيو وڃي. بد اعتمادي ۽ توڙ ڦوڙ انجا اٽر نتيجا بڻجي سامهون ايندا.

وفاقي وزير اهو چئي ڪالاباغ ڊيم جي حمائت نٿا ڪن تہ ان سان تربيلا تي واريءَ سبب ذخيري جو مقدار گھٽجڻ واري صورتحال کي منهن ڏئي سگھبو. هڪ نئين عالمي اڀياس ڪان سندن لا علمي يا اکپوٽ کي ڇا تو ڪري سگھجي. DFID جي پاڻي بابت صلاحڪارن موجب ڊيم تي مٽي ۽ واري گڏ ٿيڻ واري مسئلي کي منهن ڏيڻ ڪنهن نئين ڊيم ٺاهڻ تي ايندڙ لاڳت جي رڳو ڏهہ سيڪڙو خرچ سان اوتري پاڻي جي مقدار جي گنجائش پيدا ڪري سگھجي ٿي. سرڪاري ترجمان اسانکي اهو بہ ڄاڻائڻ ۾ ناڪام رهيا آهن تہ تربيلا جي ڊيزائين ۾ گنجائش رکيل انجي ذخيري جي اوچائي وڌائڻ ڪهڙي ريت وڏيڪ مهانگو يا اڻٽيڻو ڪم آهي.

اسلام آباد طرفان ڪالاباغ سميت سمورن وڏن ڊيمن جي انتهائي مناسب متبادلن کي ڇڪاسڻ ڪان گوڻنات کي پڻ ڏسڻ گھرجي. هن مهل آبپاشيءَ واري پاڻي جو رڳو ٽيون حصو فصل استعمال ڪري رهيا آهن. PIEDAR جي ايوب قطب وانگر جن بہ همراهن ان مامري جو اڀياس ڪيو آهي تن موجب سڄي ملڪ ۾ پاڻي جي تحفظ ۾ سيڙپڪاريءَ واري پروگرام تي ڪنهن بہ ڊيم تي ايندڙ خرچ جي ڀيٽ ۾ پڳڙن مٺ خرچ ٿي ايندو. جڏهن تہ تربيلا ڊيم جي واريءَ جي حل سان لکين ماڻهن جي بي دخلي ۽ بي گھريءَ جو مسئلو بہ پيدا نہ ٿيندو.

انهيءَ عدم مرڪزيت ۽ عوام دوست حل جو هڪ غير معمولي لاڀ اِهو بہ آهي تہ اهو اسانجي حياتين کي برقرار رکندڙ زمين ۽ مٽيءَ سان لهڪندڙ آهي. پاڻيءَ جو زيان بچائڻ وارو عمل سم ۽ ڪلر کي گھٽائيندو. انجي ابتڙ ڪالاباغ ڊيم نہ رڳو پنهنجي ويجھڙائي واري وڏي شاهي ايراضي کي بنجر ڪندو پر آبپاشي لائق نين ايراضين ۾ بہ لوڻياٺ جو مقدار تيزي سان وڌائيندو. جيڪڏهن ڪالا باغ ڊيم ٺهي ٿو تہ اهو ٢٥ سالن واري قومي ڊرينج رٿا ۾ رٿيل اربين گيلن پاڻي ڪان وڌيڪ نيڪال لاءِ وڏا شاهي وسيلا ڪتب آڻيندو. انڪانسواءِ خود اها رٿا سامونڊي ساحلي ضلعن ۾ ايڪولاجيڪل تباهيءَ جو سبب بڻبي جيڪي رٿا موجب سنڌ ۽ پنجاب ڪان ايندڙ سمورو نڪاس وصول ڪندا.

اسلام آباد ۽ لاهور سان تعلق رکندڙ توانائي جا هيڃي ڪالاباغ ڊيم جي وڏي پئماني تي توانائي جي پئداوار کي ملڪ لاءِ سون ٿا سڏين. سندن دليل جو اهم نڪتو اهو آهي تہ سرڪاري هائيڊل پاور تاريخي طور تي هاٺوڪي خانگي ٿرمل پاور جي ڀيٽ ۾ تمام گھٽو سستو آهي. انهيءَ دليل ۾ ڪيترائي نقص آهن. پهريون هائيڊل پاور ان صورت ۾ ٿي سستو آهي جڏهن ڊيم جي اڏاوت لاءِ ناڻو انتهائي گھٽ وياج تي حاصل ڪجي ۽ انجا متاثر ٿيل انتهائي گھٽ معاوضو ۽ غير مناسب

نئين سر آبادڪاريءَ کي قبول ڪن. پيو ته هائيڊل پاور ان صورت ۾ قطعي سستو نه پوندو جڏهن ٽربائن پنجن مان چار سال خاموشيءَ سان رهن. تيئن جيستائين اسلام آباد خانگي شعبي ۾ توانائي جي معاهدن جي خلاف نٿو وڃيءَ غازي بروٿا هائيڊرو پاور پراجيڪٽ مڪمل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿو ٿئي يا يقين ۾ نه اچي سگهندڙ وڏي شاهي واڌ ۾ وچڙي تيستائين توانائي جي کوٽ جا ڪي به حقيقي مسئلا پيدا نٿا ٿي سگهن جن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ وڏيڪ ڊيم ئاهڻ اٽر هجي. چوٿون، انجا ڪي به امڪان ناهن ته اضافي "سستي" هائيڊل توانائي سڄي ملڪ ۾ به انهيءَ تناسب سان تقسيم ڪئي ويندي جهڙي "قومي" پراجيڪٽ ڪالا باغ جي پسگردائي ۾.

مٿي ڄاڻايل نقصانن ڪانسواءِ ڪالاباغ جي پسگردائي ۾ رهندڙن کي ڊپ آهي ته هو ٻوڏن وسيلي تباهيءَ جي جوکم جو شڪار هوندا. رٿيل ٽيڪنيڪل تبديليون کين مطمئن نٿيون ڪن ۽ اسان ٻنهي ليڪڪن جي شرڪت ڪيل هڪ تازي سيمينار ۾ ڊيم جي حمائيتن جون ڳالهيون واقعي مطمئن ڪرڻ جو ڳيون نه هيون. نيوڪليائي جنگ وانگر سٺي ڪمان ۽ ڪنٽرول سسٽم ۾ تباهيءَ جي گهٽ امڪانن جي ڳالهه بهرصورت عقل ۾ اچڻ جوڳي ناهي.

ڪالاباغ ڊيم جي نتيجي ۾ هڪ لک مرد، عورتون ۽ ٻار ته سڌوسنئون بي گهر ٿيندا جن جا گهر ۽ زمينون ذخيري واري ڍنڍ ۾ ٻڏندا. ڊيم جا ترجمان بي گهر ٿيندڙن لاءِ گهرن، اسپتالن، اسڪولن ۽ ڪاليجن جي فراهميءَ جو راڳ آلاپي رهيا آهن. اهي پاڙهو طوطا پيهر آبادڪاريءَ جو ريڪارڊ نظر انداز ٿا ڪن. ذري گهٽ ٽن ڏهاڪن ڪانپوءِ به تربيلا ڊيم جا متاثر ٿيل اڻ سنياليندڙ رياست، هيڪي قوم ۽ خود غرض صوبائي قيادت طرفان پنهنجي مسئلن جي حل لاءِ اوسيئڙو ٿا ڪن. چوڻياريءَ جي متاثر ٿيلن جي آبادڪاري هڪ ڳنڀير مسئلو آهي. جڏهن ته غازي بروٿا جا ماڻهو اڃان تائين سڪٿڻ واعدن تي ڀاتون ڏئي رهيا آهن. وفاقي ۽ صوبائي حڪومتون ۽ ادارا، مقامي ۽ بين الاقوامي ماهر ۽ امداد ڏيندڙ ادارا مطلب ته سيئي اسانجي عوام جي پيڙائن جي رٿابندي، انهن تي عمل درآمد ۽ نگراني لاءِ وڏا اجورا ٿا ماڻين.

رٿا جا حمائتي ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت لاءِ انتهائي رعائتي اگهن تي عالمي امداد/رقمون حاصل ڪرڻ جي توقع ٿا رکن. جيڪڏهن اسانجي نيوڪليائي هيچ سبب لڳل پابنديون نه به هجن ها تڏهن به عالمي بينڪ يا ايشيائي ترقياتي بينڪ اهڙي رٿا لاءِ ايڏي رقم نه آڇين ها. ڪالاباغ ڊيم کي رد ڪرڻ لاءِ سندن دليلن ۾

خانگي ٿرمل گنجائش جي مڪمل ڪارج لاءِ سندن حمائت ۽ ناهڪاري ماحولياتي ۽ ٺٽين سر آبادڪاري جي ڳنڀير صورتحال پيدا ڪندڙ انا ۾ شامل ٿيڻ ڪان پاسو ڪرڻ ٿي ڪافي هجن ها. حقيقت تہ اها آهي جو جڏهن عالمي بينڪ پنهنجي خيرات (امداد) بند ڪرڻ چاهيندي تہ ان وٽ جواز طور تربيلا جي ٺٽين سر آبادڪاريءَ ۾ غير معمولي تاخير کي حل ڪرڻ ۾ حڪومت جي ناڪامي ڪري ٿمازي بيروتا لاءِ رقمن جي معطلي ڪافي هوندو.

بنيادي ڍانچي لاءِ خانگي رقمون ڪنهن بہ ريت مستيون ناهن. اهو اسين ٿرمل پراجيڪٽس مان پلي پت چاڻون ٿا. جيڪڏهن ڪالاباغ جي سمورن متاثر ٿيلن کي جوڳو معاوضو ڏنو ويو تہ اهي خانگي ڌريون رٿا کي "هائي پائڻ" سمجهي رقم سيڙائڻ کان ڪيبائينديون. ٻئي پاسي ڊيم جا حمائتي آبپاشي واري پاڻي کي مڪمل طور تي خانگائڻ جا واضع حمائتي ناهن جيڪو عمل خانگي سيڙپڪارن کي هرڪائي سگهي ٿو.

ملڪي سطح تي ٽيڪسن وسيلي گڏ ٿيندڙ رقم کي انهيءَ رٿا ڏانهن منتقل ڪرڻ جي صورت ۾ ڇا ٿيندو؟ جيستائين ڊيم جي لاڳت ۽ لاڀ جي غير منصفائي ورهاست جا امڪان موجود آهن وفاق لاءِ انهيءَ مقصد تي وفاقي وسيلا ڪتب آڻڻ انتهائي غير شاناٿو قدم ٿيندو. وڌيڪ مناسب اهو ٿيندو تہ جن علائقن کي ان مان لاڀ رسڻو آهي اُتان ئي ان لاءِ پئسا گڏ ڪجن ۽ انجي استعمال ڪندڙن کان ئي قرض چڪائڻ لاءِ رقم وٺجي.

ڪالاباغ ڊيم وارو تڪرار انتهائي سخت ۽ گهڻ پاسائو آهي جيڪو ايڏي وڏي ڊيم جي ضرورت کان وٺي ناهڪاري ماحولياتي ۽ سماجي اثرن لاءِ مناسب ۽ اثرائتي سهائتاجي اهليت تائين پکڙيل آهي. نتيجي طور ڊيم جي مخالفت بہ سخت ۽ وسيع آهي جنهن جي عالمي چڪاس هيٺ اچڻ جا امڪان موجود آهن. جيڪڏهن حڪومت انهن مخالفتن ۽ للڪارن کي منهن ڏئي سگهي ٿي تہ ڪالاباغ ڊيم جي رٿا چڪاس لاءِ عالمي ڊيم ڪميشن ڏانهن اماڻي وڃي. چاڻ ۾ وٿيون معلوماتي بحث مباحثن جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهن انجو وڏو سبب وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن ۽ انهن جي ادارن جي انتهائي ڪريل ساک آهي.

اسين سمجهون ٿا تہ مرڪز ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت رٿي انتهائي غير دانش منديءَ جو ثبوت ڏنو آهي. هيل تائين موجود سموري ڄاڻ واضع ٿي ڪري تہ اها رٿ ڪيترين ئي خامين جو گاڏڙ آهي. جنهن جي نتيجي ۾ آبپاشي ۽ توانائي جا لاڀ مشڪوڪ بڻيل آهن. جيڪڏهن انجا لاڀ ملڪ جي انتهائي قليل دولتمند

آبادڪارن ۽ صنعتڪارن کي حاصل ٿيندا تہ ملڪ جي عام شهرين جي وڏي اڪثريت انجي ڪري اهنجن جو شڪار ٿيندي.

پاڻي سان لاڳاپيل حياتي ۽ روزگار جي ذريعن جي اخلاقي ۽ قانوني حقن جي تعين لاءِ وسيع تر راءِ عامہ جي صلاحڪاري جي فوري ضرورت آهي. انڪان اڳ رياست ۽ انجي سهائتا ڪارن طرفان ڪابہ مداخلت جيڪا سنڌوندي، جي پاڻي تي تاريخي دعوائن تي اثر انداز ٿيندي وسيع طور تي جمهوري وفاق جي آبادين ۽ شهرين جي بنيادي حقن تي رياست ۽ مرڪز طرفان راتاهو ليکي ويندي. ان ڳالهہ کي تسليم ڪرڻ ڪانپوءِ ئي اسين ڪالاباغ ڏيم يا ڪو ٻيو ڏيم ٺاهڻ يا نہ ٺاهڻ بابت قومي اتفاق راءِ ڏانهن ڪا وک کڻي سگهون ٿا. ٻي صورت ۾ گڏيل مفادن واري ڪائونسل جون گڏجاڻيون ذميواري ۽ عوام ڏانهن جوابده راڄ جو انتهائي بي پهچ متبادل ئي رهنديون.

جيڪڏهن ڏيم جا حمائتي پنهنجي ڪيس جي بهتر سمجهائي سان سچا آهن تہ ڪين ڇا ڪرڻ گهرجي؟ پهرين تہ حڪومت ۽ انجي ادارن کي ڪالاباغ ڏيم بابت سمورن دستاويزن سان هٿ چراند کان پاسو ڪرڻ گهرجي. ٻيو اهڙا اضافي دستاويز تيار ڪيا وڃن جيڪي ڏيم جي فائدن، نقصانن ۽ سڌي ۽ اڻسڌي خرچن جا ايماندارڻا انگ اکر عوام تائين رسائين. ٽيون ڏيم جا حمائتي اها ڄاڻ مرڪز ۽ صوبائي حڪومتن ۾ سياسي اشرافيا سان نہ ونڊين، جن سان هو طبقاتي، ثقافتي ۽ مفادي بنيادن تي سوديبازي ڪري سگهن ٿا. رياست آڏو اصل ترقياتي للڪار ملڪ جي سمورن صوبن ۾ رهندڙ هزارين برادرين ۽ گروهن جي ڪروڙين عام شهرين سان شفاف ڳالهيون ڪرڻ آهي.

جڏهن لاهور ۽ اسلام آباد ۾ مرڪز وفاق جي سرڪاري وسيلن سان ڪالاباغ ڏيم جي اڏاوت جو دفاع ٿو ڪري تہ ان وٽ انهيءَ جي جواز لاءِ رڳو قومي ترقي جو ميرانجهڙو ۽ تجريدي نعرو ۽ اڪثريتي رياست جو نظريو ئي آهي جيڪو پنهنجي سر عوام جي غربت ۽ اڻبرابري جو جواز ٿو پيدا ڪري، وسيلن تي واسطيدار ڌرين جي حقن کي ڇيهو ٿو رسائي ۽ مرڪز طرفان علائقائي توسيع پسندي کي اگهاڙي روپ ۾ همٿائي ٿو. پاڪستان جي منصفائي برابري جي حيثيت ۽ جمهوري وفاق جي راهہ تي سفر ۾ اهي ڳالهيون رڪاوٽن کان سواءِ ڪجهہ بہ ناهن. انڪري اسان سيني کي انهيءَ هيچ ۽ بي عقلي جي مزاحمت ڪرڻ گهرجي جيڪي ملڪ جي غريب عوام جي نڙي تي لهن آهن.

(دي نيوز جي ٿورن سان).

(ترجمو: اسلم خواجا)

# ضميمو - 1

ليٽر نمبر بي - ١٩ (٦٧) / ٥٣ تاريخ ٢٦ - ٣ - ١٩٥٣

ڊيئر فاروقي،

آئون سمجهان ٿو تہ مرڪزي قانون ساز اسيمبلي جي موجوده بجيٽ اجلاس ۾ دريائي پاڻيءَ بابت سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ اختلافن جي ڏس ۾ هاشم گذدر جي تقرير اوهان جي ڌيان تي آندي ويئي هوندي جنهن ۾ ڏس ۾ هيٺيان نقطا اٿاريا آهن:

١ - i. ورهاڱي کان اڳ واري هندستان سرڪار سنڌونديءَ جي پاڻيءَ جي ورڇ بابت فيصلو سنڌ جي حق ۾ ڏنو هو جنهنتي عمل نہ ٿي رهيو آهي.

ii. پنجاب، سنڌ، خيرپور ۽ بهاولپور کان سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي سندن جائز حصو "کسي" رهيو آهي.

iii. پنجاب، ڊئم ۽ بئراج تعمير ڪري رهيو آهي ۽ پنجاب جي دريائي شرستي کي پاڻ ۾ڳنڍڻ لاءِ رٿائن تي عمل ڪري هيو آهي جنهن سبب سنڌوءَ جو پاڻي هيٺ مشڪل سان ئي پهچي سگهندو.

٢ - هنن نقطن جو نهايت خبرداريءَ سان جائزو ورتو ويو آهي حقيقت تہ اها آهي تہ مرڪزي حڪومت پنجاب لاءِ ڪابہ اهڙي رٿا منظور نہ ڪئي اهي، جيڪا سنڌ پنجاب ٺاهہ واري مسودي ۾ نہ ڄاڻائي ويئي هجي. مون کي ڄاڻ آهي تہ ٻنهي صوبائي حڪومتن هن ٺاهہ جي رسمي منظوري ڪانہ ڏني هئي، پر اهي اختلاف مالي معاملن بابت هئا.

٣ - مرڪزي حڪومت کي اهڙي ڪابہ ڄاڻ ڪانهي تہ پنجاب ۾ ڪو ڊيم ٺهي رهيو آهي. لڳي ٿو تہ مسٽر گذدر کي ان ڏس ۾ غلط ڄاڻ ملي آهي، مرڪزي حڪومت، پنجاب ۾ جنهن واحد بئراج جي اڏاوت جي منظوري ڏني آهي، سو تونسا بئراج آهي، جنهن جو ذڪر سنڌ-پنجاب ٺاهہ ۾ ٿيل آهي جيستائين لنڪ جو تعلق آهي تہ جيئن اوهان ڏانهن آماٿيل صنعتن واري وزارت جا ليٽر نمبر بي - ١٩ (٤٨) / ٥٣ تاريخ ١١ / ١٢ مارچ ١٩٥٣ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ بمباوالا - راوي- بيديان لنڪ رڳو اوپر چناب ڪئنال جي پاڻيءَ جي نئين سر ورڇ جو ڪم ڪندو. ان جر گنجائش ٻہ هزار ڪيوسڪ وڌيڪ آهي پر اضافي گنجائش، سنڌ سان

مشوري بنا استعمال هيٺ نہ آندي ويندي. ھيو لنڪ ڪئنال بلوڪي- سليمانڪي لنڪ آهي. جنهن جو ذڪر اينڊرسن ڪميٽي رپورٽ ١٩٣٥ ۾ ۽ ملي ٿو ۽ گورنمينٽ آف انڊيا ۽ انڊس راؤ ڪميشن جي رپورٽ ۾ ان جي توثيق ڪئي هئي. سنڌ - پنجاب شاهہ واري مسعودي ۾ چاڻايو ويو آهي تہ پنجاب، چناب کي راوي ۽ ستلج سان ڳنڍڻ لاء 19300 ڪيوسڪس جي گنجائش تائين لنڪ تعمير ڪري سگهجي ٿو. بلوڪي سليمانڪي لنڪ جي گنجائش ١٥ هزار ڪيوسڪس کي منٽگمري- پاڪ پتڻ لنڪ جي گنجائش سان ملائجي تہ بہ اها مقرر حد جي اندر آهي. بلوڪي . سليمانڪي لنڪ جو مقصد ايس وي ڪئنال جي قدرتي ڪوٽ جو پورائو ڪرڻ آهي. جيئن اڳ حوالو ڏنل ليٽر ۾ وضاحت ٿيل آهي.

۴ - آئون اوهانجو نهايت ٿورائتو رهندس جيڪڏهن اوهان مون کي سنڌونديء جي پاڻي جي ورڇ جي ڏس ۾ ڪنهن اهڙي ئي ڳالهہ جي ڄاڻ ڏيندا. جنهن بابت سنڌ سرڪار مطمئن نہ هجي.

ان ڏس ۾ آئون اوهان جو ڌيان ليٽر نمبر ئي ١٩ (٢١) ٥٣ تاريخ ١٦ جنوري ١٩٥٣ ڏانهن ڇڪائيندس جيڪو مون مسٽر فوئي کي لکي مرڪزي حڪومت طرفان اها خاطري ڏني هئي تہ سنڌ سان صلاح مشوري لاء اڳ آهي ڪنهن بہ رٿا جي منظوري نہ ڏيندا.

# ضميمو 2

## پاڪستان وفد جي ميمبر ڊاڪٽر ايم ايس قريشيءَ جو سنڌ حڪومت ڏانهن نوٽ

صوبائي نقطہ نظر کي فيصلن ۽ عملن تي اثرانداز ٿيڻ ڏنو ويو. ڀهريائين وفد جي ڪنهن بہ سينئر ميمبر کي ٻڌائڻ بنا حڪومت کي انڊس لنڪ بابت سفارش ڪئي ويئي، جيڪا تجويز حڪومت رد ڪري ڇڏي. آن هندستاني وفد يا بئنڪ سان اسان جي ڳالهين ۾ ڪوبہ ڪردار نہ ڪيو . جڏهن سينئر ميمبرن سان مشورو ڪيو ويو تہ انهن يڪراءِ لنڪ جو ذڪر ڪرڻ جي بہ مخالفت ڪئي. مسٽر حامد تہ مسٽر حسن کي جيڪو بهاولپور جو عيوضي هو اهو بہ چارو وڌو تہ آن لنڪ سان سليمانڪي تي بهاولپور جي واهن کي سنڌؤ مان ربيع ۾ پاڻي ملي سگهندو. مسٽر حسن کي پاڻي جي مقدار جي ڇاڻ هئي ۽ اصولي طور تي بہ هَن سندس مخالفت اهو چئي ڪئي تہ هو هتي پاڪستان جو ڪيس وڙهڻ آيو آهي. ڪنهن خاص صوبي يا رياست جونہ. بهتر اهو ٿينو تہ اندرين جهيڙن کي مستقبل لاءِ ڇڏيو وڃي.

ساڳي نموني الهندن دريائن مان سنڌ جي استعمال واري پاڻيءَ کي رد ڏيڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي ويئي. پاڪستاني پلان ۾ ان حد تائين غلط تخمينا پيش ڪيا ويا تہ اپريل ۽ مئي ۾ نہ رڳو سنڌونديءَ تي نون بئراجن کي سندن لاءِ رکيل پاڻي ملي سگهندو، پر وڌيڪ ترقيءَ لاءِ پڻ اضافي پاڻي بچندو. مون ۽ مسٽر حسن پنهي ان موقف سان اختلاف ڪيو ۽ مسٽر ٽيئنس جي انداز ن اسان جي ڪڍيل ان نتيجي جو پٺڀرائي ڪئي تہ حقيقت ۾ سال ۾ گهڻو ڪري پاڻيءَ جي اڻاٺ رهندي. گهڻي زور پرڻ ڪانپوءِ مسٽر حامد طرفان هڪ ضميمو جاري ڪيو ويو جنهن ۾ انهن مهينن ۾ پاڻيءَ جي کوٽ جي سنگين نوعيت ظاهر ڪئي ويئي.

مسٽر حامد پاڪستان جي پاڻيءَ کي ڄڻ ذاتي ملڪيت سمجهي رهيو هو. ڀهرين سندس سيڪٽري خليل الرحمان جنهن کي سندس اندروني احساسن جو نگهبان هئڻ گهرجي پاڻي جي کوٽا جي اهميت کي گهٽائڻ ۽ اهو چوڻ شروع ڪيو تہ آخر ڪار انهن حقن تان هٿ ڪڻو پوندو. مون سندس غير ذميدار روش تي

مسٽر حامد سان احتجاج ڪيو ۽ اهو واضع ڪيو ته پاڻي جي مقرر ڪوٽا جو هڪ ڦڙو به نه ڇڏيو. بعد ۾ مسٽر حامد پاڻ سرور جان خان کي چيو ته معاهدي جي لاءِ هو پٽي جي مقرر ڪيل ڪوٽا تان به هٽ ڪٽي سگهي ٿو ۽ ساڳئي ڏينهن هن مسٽر حسن کي چيو ته هو ماڊو تنل لاءِ پڻ راضي ٿي ويندو. جيڪڏهن زمين جي آن پٽيءَ کي پاڪستان جي ڪنٽرول ۾ ڏنو وڃي. مسٽر حامد کي ان ڳالهه جي ڪا ڳڻتي ڪانه هئي ته پاڻيءَ جو اهو اضافي مقدار انديا کي ملڻ سان پاڪستان کي ڪو نقصان ٿيندو.

پاڪستان جي ڊزائين (مسٽر حامد جي نااهيل) بدقسمتيءَ سان وفد جي سينئر ميمبرن جي اعمتاد تي پڻ پورو لهڻ ۾ ناڪام ٿي. ياد رهي ته ورهاڱي مهل مسٽر حامد پنجاب ۾ سڀ کان سينئر مسلم انجنيئر هو. پارٽيشن ڪميشن ۽ بعد ۾ ثالثي ٽربيونل آڏو پاڻي جي ورڇ جو ڪيس آٿارڻ ۾ ناڪام ٿيو. هو ساڳيوئي ماڻهو هو جنهن اپريل ١٩٤٨ ۾ سندس حڪومت جي مسودي ڪانسواءِ هٽ ٺوڪي شملا ٺاهه تي صحيحون ڪيون جنهن تحت هن راوي ۽ ستلج جي پاڻيءَ تي اولهه پنجاب حڪومت جي سمورين دعوائن تان هٿ ڪنيو ۽ Seighiorage چارجز ادا ڪرڻ جو واعدو ڪيو تنهنڪري هو هر قيمت تي ڪنهن معاهدي تي پهچڻ جو خواهشمند هو. ٻئي پاسي وفد جي سينئر ميمبرن جو اصرار هو ته ناٿي واري وزير محمد علي جي مشوري تي عمل ڪيو وڃي جيڪو هن ٢ سيپٽمبر ١٩٥٣ تي هيٺ ريت ڏنو هو:

"وفد کي معقول رويو اختيار ڪرڻ گهرجي پر ساڳئي وقت رکو ڪنهن معاهدي تي پهچڻ لاءِ اُن سيڪجهه تان هٿ نه ڪڻڻ جڳائي جن تان هٿ ڪڻڻ پاڪستان جي مفاد ۾ نه هجي. تنهنڪري وفد کي معقول پر مضبوط موقف اختيار ڪرڻ گهرجي. اهڙي ريت نقطه نظر ۾اختلاف هو. جيڪو سُئي ٽيم ورڪ لاءِ ساز گار نه هو.

مسٽر نصير طرفان جنرل وهيلر کي اهي منٿون ته هُو ڪنهن معاهدي ڪانسواءِ واپس نٿا وڃي سگهن بيٺنڪ کي ان ڳالهه تي قائل ڪيو ته پاڪستان ٺاهه تي پهچڻ لاءِ ڪا به ڳالهه کي قبول ڪري وٺندو. ايستائين جو حامد لاءِ نهايت هاجيڪار تجويز پڻ قابل قبول هئي سندس سيڪريٽري (خليل الرحمان) ۽ هو پاڻ سرور جان خان سان پهرين اپريل ١٩٥٤ تي ان ڳالهه سهمت ٿيا ته اهڙي حڪومت لاءِ ڪنهن فيصلي جي اُميد نٿي رکي سگهجي جيڪا پاڻ لوڏن ۾ هجي ۽ فيصلو واشنگٽن ۾ ئي ڪرڻ گهرجي. جنهن جي ذميواري انجنيئرن ئي نه پر ڪنهن ٻئي تي هوندي. شايد هو ناصر احمد جو حوالو ڏيئي رهيا هئا.

سرور جان خان اهڙي ڪنهن به ڪوشش جو مذاق اُڏائيندي چيو ته "

"اِها سندن دائره ڪاره ٻاهر آهي."

# ضميمو - 3
# آبپاشي ۽ بجلي کاتو

## موضوع: ون يونٽ ٽٽڻ بعد دريائي پاڻيءَ جي ورڇ جو بندوبست

ايس کي بلوچ سيڪريٽري آبپاشي بجلي کاتو اولهه پاڪستان ۽ سيڪريٽري (نامزد) پاڻي ۽ بجلي سنڌ ۽ ميان عليم الدين سيڪريٽري (نامزد) پاڻي ۽ بجلي پنجاب وچ ۾ ١٨ ۽ ١٩ جون ١٩٧٠ تي هڪ گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ آبپاشي لاءِ دريائي پاڻيءَ جي ورڇ جي مختلف پاسن جي نظر داري لاءِ ضروري مشينري جي جوڙ جڪ واري مسئلي تي ڳالهه ٻولهه ٿي ۽ هيٺين تجويزن تي يڪراءِ رضامندي جو اظهار ڪيو ويو:

الف) مستقبل جي پاڻي جي ڪوٽا جي تعين لاءِ پاڻي جي ورڇ وارو ڪميشن جوڙيو وڃي . اهو معاملو نهايت نازڪ نوعيت جو آهي جنهن جو چئني صوبن جي آبپاشي کاتن وچ ۾ سڌين ڳالهين ذريعي حل نٿو ڳولي سگهجي. اهو اهڙي قسم جو معاملو آهي جنهن ۾ چارئي صوبا گهڻي دلچسپي رکن ٿا.

ڪميشن جو چيئرمين سپريم ڪورٽ جو هڪ جج هئڻ گهرجي. جنهن جا چار ميمبر هجن، جيڪي ترجيحي طور تي اريگيشن انجنيئر هجن ۽ پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي چئني صوبن مان هرهڪ طرفان هڪ هڪ ميمبر نامزد ڪيو وڃي.

سيڪريٽري (نامزد) سنڌ جو خيال آهي ته چيئرمن اوير پاڪستان مان هئڻ گهرجي.

ب ) دريائي پاڻيءَ جي انتظام جي سلسلي ۾ پنجاب ۽ سنڌ وچ ۾ روزانو جي بنياد تي پيدا ٿيندڙ اختلافن جي نبيري لاءِ هڪ ٻن ميمبرن وارو بورڊ مقرر ڪيو وڃي. جنهن ۾ پنجاب ۽ سنڌ جو هڪ هڪ ميمبر شامل هجي. اهي ميمبر چيف انجنيئر جي درجي جا هجن.

جنهن حد تائين ممڪن ٿي سگهي گڏجاڻيون واري واري سان لاهور ۽ ڪراچيءَ ۾ ٿيڻ گهرجن. جنجي ميزبان ميمبر صدارت ڪري.

ان ڏس ۾ ڪابه شڪايت واسطيدار صوبي جي چيف انجنيئر ميمبر کي

ڪرڻ گهرجي. اهو ان ميمبر جو ڪم هوندو ته اهو معاملو بورڊ ۾ سندس ٻيءَ منصب وٽ کڻي وڃي. جيڪڏهن بورڊ کنهن تبيري تي نه پهچي سگهي ته اهو معاملو پاڻيءَ جي ورڇ واري ڪميشن کي اماڻيو وڃي. جنهن جو مٿين الف ۾ ذڪر ٿيل آهي.

ج ) پاڻيءَ جي انگن اکرن جي درست هئڻ جي خاطري لاءِ پاڻي، جي وهڪري جا مشاهداتي سيل (ڊسچارج آبزرويشن سيل) قائم ڪرڻ گهرجن. سيلن جا سربراهه ايگزيڪيوٽو انجيئر هجن. جن جي مدد لاءِ چار اسٽنٽ انجنيئر هئڻ گهرجن.

سنڌ حڪومت جا ڊسچارج آبزرويشن سيل، سنڌ حڪومت جي انتظامي ڪنٽرول ۾ هجن، جيڪي پنجاب ۾ مختلف بئراجن جو گڏيل طور مشاهدوڪن ۽ پاڻيءَ جي ضروري پئمائش ۽ نيڪال جا ڊسچارج آبزرويشن سيل، پنجاب آبپاشي کاتي جي انتظامي ڪنٽرول ۾ هوندا جيڪي سنڌ جي بئراجن جي ضروري پيمائش ۽ پاڻي جي نيڪال جو جائزو وٺندا ۽ انهن جا انگ اکر اماڻيندا. ميزبان حڪومت جي ذميواري هوندي ته مختلف هيڊ ورڪس جي اسسٽنٽ انجنيئر ۽ سندن عملي کي مناسب رهائش مهيا ڪري.

هنن سيلن جي قائم ڪرڻ سان غلط ڄاڻايل غلط انگن اکرن جي ڏس ۾ شڪايتن ۽ جوابي شڪايتن کان بچڻ ۾ مدد ملندي.

اسان پنهي جو خيال آهي ته مٿين ٽن تجويزن تي عمل سان ون يونٽ جي ٽٽڻ کانپوءِ پيدا ٿي سگهندڙ مسئلن جو مناسب اُڪلاءَ ٿي سگهندو.

(ايس - ڪي - بلوچ)
سيڪريٽري
پاڻي ۽ بجلي
حڪومت اولهه پاڪستان ۽
سيڪريٽري
پاڻي ۽ بجلي سنڌ

(ميان عليم الدين)
نامزد سيڪريٽري
پاڻي ۽ بجلي
حڪومت پنجاب.

١٨٦٠ کان رڪارڊ ڪيل ناڪام ڊيمن جو وچور، جن جي نتيجي ۾ ماڻهو اجل جو بہ شڪار بڻيا.

| ڊيم | ملڪ | اوچائي (ميٽرن ۾) | مڪمل ٿيڻ جو سال | ناڪام ٿيڻ جو سال | مارجي ويل ماڻهن جو تعداد |
|---|---|---|---|---|---|
| ڊيل ڊائيڪ | برطانيا | 29 | 1858 | 1864 | 250 |
| آروهيڪ | جاپان | 28 | 1633 | 1868 | 1000 کان وڌيڪ |
| مل ندي | امريڪا | 13 | 1865 | 1874 | 143 |
| ايل هابارا | الجزائر | 36 | 1853 | 1881 | 209 |
| ويل پٽرسو | چلي | 17 | 1888 | 1888 | 100 کان وڌيڪ |
| ڏڪن فارڪ | امريڪا | 22 | 1881 | 1889 | 2209 |
| والنٽ گروو | امريڪا | 34 | 1909 | 1890 | 150 |
| بائوزي | فرانس | 15 | 1897 | 1895 | 150 |
| آسٽن | امريڪا | 15 | 1915 | 1911 | 80 |
| هيٺانهون اوٽي | امريڪا | 40 | 1917 | 1916 | 30 |
| بيلا ڊيسنا | چيڪوسلواڪيا | 17 | 1923 | 1916 | 65 |
| ٽگرا | ڀارت | 24 | 1908/1924 | 1917 | 1000 کان وڌيڪ |
| گلينو | اٽلي | 44 | 1926 | 1923 | 600 |

.۱۸٦ کان رڪارڊ ڪيل ناڪام ڊيمن جو وچور، جن جي نتيجي ۾ ماڻهو اجل جو ٻ شڪار ٿيا.

| ڊيم | ملڪ | اوچائي (ميٽرن ۾) | مڪمل ٿيڻ جو سال | ناڪام ٿيڻ جو سال | مارجي ويل ماڻهن جو تعداد |
|---|---|---|---|---|---|
| ايڇنلو/ڪائوڊتي | ويلز | 11 | 1923 | 1925 | 16 |
| سينٽ فرانسس | امريڪا | 62 | 1957 | 1928 | 450 |
| ايلا سيلازربينو | اٽلي | 12 | 1954 | 1935 | 100 ڪان وڌيڪ |
| ويڪاڊي ٽيرا | اسپين . | 34 | اڏاوت هيٺ | 1959 | 145 |
| مالپاسيت | فرانس | 61 | اڏاوت هيٺ/ ۱۸۷۹ | 1959 | 421 |
| اورس | برازيل | 54 | 1960 | 1960 | 1000 ڪان وڌيڪ |
| ڊبل يار | يوڪرين | 54/42 | 1962 | 1961 | 250 |
| پينشٽ/خاداڪواسلا | ڀارت | 261 | اڏاوت هيٺ | 1961 | 600 |
| هيوڪيري | ڏکڻ ڪوريا | 12 | 1938 | 1961 | 2600 |
| ڪوالالمپور | ملائيشيا | 16 | 1950 ڍاڪو | 1961 | 250 |
| وايونٽ | اٽلي | 54 | 1976 | 1963 | 19 |
| قوئبرا ڊلاچاپا | ڪولمبيا | 15 | 1899 | 1963 | 96 |
| سوگفت | امريڪا | 32 | 1972 | 1964 | 100 |

**۱۸۶۰ کان رڪارڊ ڪيل ناڪام ڊيمن جو وچور، جن جي نتيجي ۾ ماڻهو اجل جو بہ شڪار بڻيا.**

| ڊيم | ملڪ | اوچائي (ميٽرن ۾) | مڪمل ٿيڻ جو سال | ناڪام ٿيڻ جو سال | مارجي ويل ماڻهن جو تعداد |
|---|---|---|---|---|---|
| زگوريگراڊ | امريڪا | 6 | 1980 | 1966 | 200 |
| ٽانڪ ساگر | امريڪا | 90 | 1980 | 1967 | 42 |
| سيمپور | چين | 13 | 1960 جو ڏهاڪو | 1967 | 125 |
| فرياس | امريڪا | 26 | 1952 | 1970 | 237 |
| بفيلو ڪريڪ | امريڪا | 77 | 1980 | 1972 | 230,000 |
| ڪينيان ڊئم | امريڪا | 15 | 1962 | 1972 | 14 |
| بانقيائو، شمنتان | ڀارت | 23 | 1987 | 1975 | 39 |
| ٽيٽون | ڀارت | 18 | 1917 | 1976 | 39 |

ڊيمن جي نتيجي ۾ ذرتي ڏيڻ (زلزلا) جا رپورٽ ٿيل واقعا (ريڪٽر اسڪيل تي 4.0 ميگنيٽيوڊ کان وڌيڪ)

| ڊيم | ملڪ | ذخيري جو مقدار (m3x106) | شروع ٿيڻ جو سال | سڀ کان وڏو زلزلو | ماپ |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪوئينا | ڀارت | 2780 | 1962 | 1967 | 6.3 |
| ڪيريبا | زيمبيا/زمبابوي | 175000 | 1958 | 1963 | 6.2 |
| ڪريماستا | يونان | 4750 | 1965 | 1966 | 6.2 |
| جينفينگ زيانگ | چين | 14,000 | 1959 | 1962 | 6.1 |
| سريناڪارن | ٿائيلينڊ | 17,745 | 1977 | 1983 | 5.9 |
| ميراٿن | يونان | 41 | 1929 | 1938 | 5.7 |
| اورواٿل | امريڪا | 4400 | 1967 | 1975 | 5.7 |
| اسوان | مصر | 164000 | 1964 | 1981 | 5.6 |
| بين موري | نيوزيلينڊ | 2040 | 1964 | 1966 | 5.0 |
| ايوڪمبيني | آسٽريليا | 4761 | 1957 | 1959 | 5.0 |
| هوور | امريڪا | 36703 | 1935 | 1939 | 5.0 |
| بجينا - بستا | يوگوسلوايا | 340 | 1966 | 1967 | 5.0 |
| پستا | ڀارت | 947 | 1981 | 1983 | 4.9 |

ڊيمن جي نتيجي ۾ ڌرتي ڌڏڻ (زلزلا) جا رپورٽ ٿيل واقعا (ريڪٽر اسڪيل تي 4.0 ميگنيٽيوڊ کان وڌيڪ)

| ڊيم | ملڪ | ذخيري جو مقدار (m3x106) | شروع ٿيڻ جو سال | سڀ کان وڏو زلزلو | ماپ |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪير | امريڪا | 1505 | 1958 | 1971 | 4.9 |
| ڪروبي | جاپان | 149 | 1960 | 1961 | 4.9 |
| مونتي نارڊ | فرانس | 275 | 1962 | 1963 | 4.9 |
| شينوو | چين | 540 | 1972 | 1974 | 4.8 |
| اڪوسومبو | گهانا | 14,8000 | 1964 | 1964 | 4.7 |
| ڪينيليس | اسپين | 678 | 1960 | 1962 | 4.7 |
| ڊينجيانڪوئو | چين | 16000 | 1967 | 1973 | 4.7 |
| گرانڊويل | فرانس | 292 | 1959 | 1963 | 4.7 |
| ڪستراڪي | يونان | 1000 | 1968 | 1969 | 4.6 |
| ليڪ پڪاڪي | نيوزيليند | 9000 | 1976 | 1978 | 4.6 |
| نوريڪ | تاجڪستان | 10500 | 1972 | 1972 | 4.6 |
| فيوزيلنگ | چين | 470 | 1954 | 1973 | 4.5 |
| خائولائير | ٿائليند | 8860 | 1984 | 1985 | 4.5 |

ڊيمن جي نتيجي ۾ ذرتي ڏڪڻ (زلزلا) جا رپورٽ ٿيل واقعا (ريڪٽر اسڪيل تي 4.0 ميگنيٽوڊ کان وڏيڪ)

| ڊيم | ملڪ | ذخيري جو مقدار (m3x106) | شروع ٿيڻ جو سال | سڀ کان وڏو زلزلو | ماپ |
|---|---|---|---|---|---|
| پياسترا | اٽلي | 13 | 1965 | 1966 | 4.4 |
| وگلينس | فرانس | 605 | 1968 | 1971 | 4.4 |
| ڪلارڪ هل | امريڪا | 3517 | 1952 | 1974 | 4.3 |
| پي ڪوب ۽ وٽ گريندي | برازيل | 1500/2300 | 1973/4 | 1974 | 4.2 |
| ڪماريلاس | اسپين | 37 | 1960 | 1964 | 4.1 |
| مانيڪائوگن | ڪيناڊا | 10423 | 1975 | 1975 | 4.1 |

ألهندن دريائن جا موسمي ۽ ساليانا وهڪرا (ملين ايڪڙ فوٽن ۾)

| سال | خريف | ربيع | مجموعي وهڪرو |
|---|---|---|---|
| 1922-23 | 212.47 | 25.23 | 146.70 |
| 1923-24 | 130.47 | 23.55 | 154.02 |
| 1924-25 | 109.56 | 20.13 | 129.69 |
| 1925-26 | 100.50 | 18.21 | 118.71 |
| 1926-27 | 99.16 | 18.15 | 117.31 |
| 1927-28 | 90.44 | 20.41 | 110.85 |
| 1928-29 | 108.21 | 22.09 | 130.30 |
| 1929-30 | 97.20 | 26.96 | 124.16 |
| 1930-31 | 117.14 | 19.72 | 136.86 |
| 1931-32 | 101.28 | 22.31 | 123.59 |
| 1932-33 | 107.63 | 17.63 | 125.26 |
| 1933-34 | 125.68 | 18.76 | 144.44 |
| 1934-35 | 108.19 | 18.66 | 126.85 |
| 1935-36 | 116.81 | 22.29 | 139.10 |
| 1936-37 | 124.92 | 20.92 | 145.84 |
| 1937-38 | 110.10 | 21.35 | 131.45 |
| 1938-39 | 125.37 | 22.59 | 147.96 |
| 1939-40 | 127.25 | 17.55 | 144.80 |
| 1940-41 | 107.48 | 15.82 | 123.30 |
| 1941-42 | 106.61 | 25.61 | 132.22 |
| 1942-43 | 145.96 | 23.40 | 169.36 |
| 1943-44 | 130.54 | 19.61 | 150.15 |
| 1944-45 | 119.42 | 20.37 | 139.79 |
| 1945-46 | 131.64 | 19.10 | 150.74 |
| 1946-47 | 112.01 | 18.42 | 130.43 |
| 1947-48 | 101.36 | 23.31 | 124.67 |
| 1948-49 | 132.15 | 23.57 | 155.72 |
| 1949-50 | 132.29 | 23.71 | 156.00 |
| 1950-51 | 151.27 | 20.38 | 171.65 |
| 1951-52 | 93.60 | 20.21 | 113.81 |
| 1952-53 | 112.33 | 17.97 | 130.30 |
| 1953-54 | 116.31 | 26.77 | 143.08 |
| 1954-55 | 119.98 | 20.27 | 140.25 |
| 1955-56 | 107.51 | 25.02 | 132.53 |

ألهندن دريائن جا موسمي ۽ ساليانا وهڪرا (ملين ايڪڙ فوٽن ۾)

| سال | خريف | ربيع | مجموعي وهڪرو |
|---|---|---|---|
| 1956-57 | 131.92 | 25.46 | 157.38 |
| 1957-58 | 123.00 | 28.10 | 151.10 |
| 1958-59 | 124.47 | 34.09 | 158.56 |
| 1959-60 | 154.74 | 32.05 | 186.79 |
| 1960-61 | 124.97 | 20.74 | 145.71 |
| 1961-62 | 119.58 | 20.93 | 140.51 |
| 1962-63 | 89.96 | 19.85 | 109.81 |
| 1963-64 | 113.40 | 21.66 | 135.06 |
| 1964-65 | 116.11 | 22.39 | 138.43 |
| 1965-66 | 117.81 | 21.09 | 138.90 |
| 1966-67 | 116.84 | 23.83 | 140.47 |
| 1967-68 | 120.42 | 25.76 | 146.18 |
| 1968-69 | 115.63 | 23.21 | 138.84 |
| 1969-70 | 114.49 | 19.76 | 134.25 |
| 1970-71 | 90.20 | 15.90 | 106.10 |
| 1971-72 | 88.27 | 15.74 | 104.01 |
| 1972-73 | 101.62 | 24.45 | 126.01 |
| 1973-74 | 145.20 | 19.77 | 164.97 |
| 1974-75 | 80.64 | 19.67 | 100.31 |
| 1975-76 | 116.30 | 23.22 | 139.52 |
| 1976-77 | 116.85 | 18.43 | 135.28 |
| 1977-78 | 104.36 | 23.10 | 127.46 |
| 1978-79 | 137.45 | 26.02 | 163.47 |
| 1979-80 | 108.84 | 23.12 | 131.96 |
| 1980-81 | 109.81 | 26.59 | 136.40 |
| 1981-82 | 117.68 | 22.93 | 140.61 |
| 1982-83 | 97.11 | 25.27 | 122.38 |
| 1983-84 | 128.29 | 21.67 | 149.94 |
| 1984-85 | 115.99 | 18.93 | 134.92 |
| 1985-86 | 91.66 | 26.02 | 117.68 |

وهڪري جون خاصيتون

| سراسري | 115.24 | 22.03 | 137.27 |
|---|---|---|---|

